# جڏهن مان نہ هوندس

(ڪهاڻيون)

امر جليل

نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1991ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ ارڙنهن

چپائيندڙ نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ نيو فيمس پرنٽنگ پريس
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد.

پهريون ايڊيشن مارچ 1971ع
ٻيون ايڊيشن مارچ 1989ع
ٽيون ايڊيشن مارچ 1991ع
ٽائيٽل ڊزائين شاهد وحيد
ٽائيٽل ڪاليگرافي عاشق حسين
قيمت -/50 رپيا
پڪي جلد سان -/70 رپيا



---

JADDAHIN MAAN NA HOONDUS (Short stories) by AMAR JALEEL. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition March 1971. Second Edition March 1989. Third Edition March 1991. Price Per Copy Rs. 50/-

---

هن ڪتاب جو پهريون ايڊيشن موهن جو دڙو پبليڪيشن ڪراچي، ٻيون ايڊيشن نيو فيلڊس پبليڪيشنس، ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ ڇپرايو.

# انتساب

سنڌي ادب جي عظيم انقلابي مخزن
’روح رهاڻ‘
جي نالي –

– امر جليل

—— 'جڏهن مان نه هوندس'، سنڌي ٻوليءَ جي سرموڙ ڪهاڻيڪار امر جليل جي ڪهاڻين جو ٽيون مجموعو آهي، جنهن جي پهرين ڇاپي ڇپجڻ سان ئي، سنڌي ادب ۽ ڪهاڻي پڙهندڙن ۾ وڏو چوٻول پيدا ڪري، هر طرف کان وڏي مڃتا ماڻي هئي. امرجليل جي اها وڏي خوش نصيبي آهي ته، هر دور ۾ هو سڀ کان گهڻو پڙهيو ويندڙ ۽ خاص ڪري سنڌ جي نوجوانن جو فيورٽ ڪهاڻيڪار ٿي رهيو آهي. امر جليل جي هن مجموعي کي ڇپجڻ سان، نه فقط پڙهندڙن وٽان وڏي مڃتا ملي هئي، پر اِن ڪتاب کي سا ڳي وقت، سنڌ جي باوقار ادبي ۽ ثقافتي اداري سنڌالاجي پاران سال ١٩٧١ع ۾ ڇپيل ڪهاڻين جي مجموعن مان 'بهترين ڪهاڻين جي مجموعي' جو انعام به مليو هو. امر جليل جي اِن 'انعاميافته' ڪتاب، 'جڏهن مان نه هوندس' کي ٽيون دفعو پڙهندڙن جي اسرار ۽ خواهش تي ڇپرائيندي، ادارو نيو فيلڊس پبليڪيشنس نهايت خوشي محسوس ڪري رهيو آهي.

**ادارو**

# فهرست

### مهاڳ

# تاريخ تي شاهدي

’جڏهن مان نہ هوندس‘ پهريون ڀيرو ون يونٽ ٽٽڻ کانپوءِ، جنرل يحيٰ خان جي مارشل لا دوران، اڻويهہ سؤ ايڪهتر (۱۹۷۱) ۾ شايع ٿيو هو. تڏهن، مشرقي پاڪستان ۾ بنگلاديش جي باضابطہ تحريڪ شروع ٿي چڪي هئي، ۽ گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ جنگ هلي رهي هئي.

ون يونٽ جي ڪڌي ڪارنامي کي برقرار رکڻ لاءِ فيلڊ-مارشل ايوب خان ڏاڍي جبر، تشدد ۽ ساهہ سڪائيندڙ سختيءَ سان ۱۹۵۸ع کان ۱۹۶۸ع تائين، ڏهہ سال حڪومت ڪئي هئي. سندس حڪومت جا ڏهہ سال ون يونٽ خلاف سياسي اٿل پٿل، هلچل ۽ تحريڪن کي، خاص ڪري مشرقي پاڪستان، سنڌ ۽ بلوچستان ۾، دٻائڻ ۽ چٿڻ ۾ گذري ويا. ان دوران اسان پاڪستان جي تاريخ ۾ وڏي ۾ وڏي انتخابي هيرا ڦيري ۽ ڌانڌلي ڏٺي، جڏهن محترمہ فاطمہ جناح صدارتي اميدوار جي حيثيت ۾ فيلڊمارشل ايوب خان جي سامهون ٿي هئي. فاطمہ جناح کي سموري مشرقي پاڪستان، سنڌ، بلوچستان ۽ اڌ پنجاب، ۽ اڌ سرحد جي حمايت حاصل هئي، پر تنهن هوندي بہ هوءَ چونڊن ۾ ايوب خان خلاف ڪامياب ٿي نہ سگهي. چونڊن ۾ ڪامياب ٿيڻ کان پوءِ فيلڊ مارشل ايوب خان اڳ کان اڳرو ٿي پيو، ۽ ون يونٽ جي پاسباني ۽ نگهبانيءَ ۾ سمورا ليڪا لتاڙي ويو.

ون يونٽ جو منصوبو رٿڻ وارن جي ذهن ۾ اڳرا سياسي، استحصالي ۽ ڀرماري سبب هئا. اصل ۾، ون يونٽ ٺاهڻ جو سڀ کان وڏو سبب هو، قومي اسيمبليءَ ۾ بنگالين کي نيچي نوائڻ.

آباديءَ جي لحاظ کان مشرقي پاڪستان، هڪ صوبي جي حيثيت ۾، پاڪستان جو سڀ کان وڏو صوبو هو. سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جي گڏيل آبادي بہ کين پڄي نہ سگهندي هئي. قومي اسيمبليءَ ۾ سندن اڪثريت هوندي هئي. ون يونٽ جي آقائن سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان کي گڏي، هڪ ڪري، قومي اسيمبليءَ ۾ بنگالين جي منهن ۾ آڻي بيهاريو. ان ريت، تاريخ ۾ پهريون دفعو مغربي ۽ مشرقي پاڪستان درميان محاذ آرائي شروع ٿي، جنهن اڳتي هلي بنگلاديش کي جنم ڏنو.

مغربي پاڪستان ۾ ون يونٽ خلاف سڀ کان وڏيڪ ۽ شديد ردعمل سنڌ ۾ ٿيو. ڏهن سالن جي گهٽ، ٻوسٽ، ۽ سياسي، سماجي ۽ اقتصادي استحصال، ۽ تشدد سبب لازمي طرح سنڌ جي سوچ بدلجي ويئي. اقدار بدلجي ويا. رُو يا بدلجي ويا. صوفي منش سنڌي قوم ساز ۽ سنگيت کي پَرَ پَرو ڪري، پنهنجي بقا لاءِ ويريءَ کي للڪاريو. تاريخ جا ورق ورڻ لڳا. تاريخ جي صفحن تان سورهيہ سرويچ ۽ شهيد نئين سوچ ۽ نئين حوالي سان نئين نسل ۾ ڳائجڻ لڳا. گهر گهر سنگرام ٿي پيو. انيڪ آواز فضائن ۾ ڦهلجي ويا—

'سُهندو ڪير ميار، او يار
سنڌڙيءَ کي سرَ ڪير نہ ڏيندو.' (اياز)
وطن جي راهہ ۾ وطن جا نوجوان شهيد ٿيو،
يا بچايو سنڌ کي، يا سورما شهيد ٿيو.' (قمر)

اسان کي سنڌ سان گڏ لفظ 'سابق' قبول نہ هو. انهن ڏينهن ۾ خبرن دوران ريڊيو، ٽيليويزن ۽ اخبارن ۾ جڏهن بہ ڪنهن صوبي جو ذڪر ايندو هو، تہ ڏاڍي پابنديءَ سان لفظ 'سابق' استعمال ڪيو ويندو هو. مان يقين سان ڪجهہ چئي نہ ٿو سگهان تہ لفظ 'سابق' پنهنجي صوبي جي نالي اڳيان ڏسي پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان ۾ ماڻهن جو ڪهڙو ردِعمل هوندو هو! باقي سنڌ ۾ 'سابق صوبہ سنڌ' جو اصطلاح ٻڌي سموري وايومنڊل مان آواز ايندو هو—

سنڌ ڪڏهن نہ مرڻي آ
سنڌ اٽل آ
سنڌ ازل آ
سنڌ امر آ
سنڌ ڪڏهن نہ مرڻي آ.

منهنجي درويش پياءُ قاضي فيض محمد* هڪ دفعي چيو هو، ”توهان ڇوڪرن کي ون يونٽ جو شڪرگذار ٿيڻ گهرجي، جنهن توهان کي سياسي طرح سجاڳ ڪري، نئون شعور ۽ نئين سوچ ڏني آهي. ون يونٽ هڪ نہ هڪ ڏينهن ٽٽندو، پر ون يونٽ خلاف هليل هلچل دوران پيدا ٿيل سنڌ شناسي وڌنڌي رهندي.“

ون يونٽ خلاف نفرت، حقارت، ۽ هلچل کي چٿڻ ۽ چچرڻ لاءِ ڪارروايون ڪندي فيلڊ مارشل ايوب خان جي آمريت آنت کي پهتي، سنڌس ڳجها صلاحڪار ۽ حواري، جن ون يونٽ ناهڻ ۽ هلائڻ ۾ سنڌس مدد ۽ پشت پناهي ڪئي هئي، سڀ سياڻا هئا. ايوب خان کي صلاح ڏناؤن تہ آقا، تنهنجو سونهري دور اچي پڄاڻيءَ کي پهتو آهي ـــ پاڻ سان گڏ عوام هٿان اسان کي بہ خوار خراب ڪرائي مارائيندين ـــ مهرباني ڪري حڪومت جون واڳون اسان جي حوالي ڪر، ۽ پاڻ وڃي الله لله ڪر. پر ايوب خان بہ گهٽ سياڻو نہ هو! هن حڪومت جون واڳون پنهنجي ماتحت جنرل يحيٰ خان جي حوالي ڪيون، ۽ پاڻ وڃي گوشہ نشينيءَ ۾ ويٺو. ايوب خان کان پوءِ جنرل يحيٰ خان جو دور شروع ٿيو.

يحيٰ خان عوامي آتل ڏسي واٽڙو ٿي ويو. هن اول ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ڪيو، ۽ پوءِ عام چونڊن ڪرائڻ جو پڻ، ڏهن

---

* بزرگ سياستدان، محترم سائين قاضي فيض محمد نواب شاهہ وارو نہ، منهنجو وڏو پاءُ قاضي فيض محمد ـــ ٿيون وجود ۽ منهنجين بين ڪهاڻين ۾ سرڪش، بهادر، ۽ ڪڏهن شڪست قبول نہ ڪرڻ جهڙن ڪردارن جو اتساهہ.

سالن ۾ ون يونٽ جي ڪينسر جهڙي جبل جيڏا جاڙ ڪيا هئا، تن جو ازالو ٿي نہ سگهيو. اصل ۾ ون يونٽ مشرقي پاڪستان خلاف، بلڪہ ائين چئجي تہ بنگالين خلاف گهڙي طرح رٿيل ۽ سٽيل سازش هئي. مقصد هو مغربي پاڪستان جي چئن صوبن جي انفرادي حيثيت ختم ڪري، هڪ وڏو صوبو قائم ڪري، مشرقي پاڪستان جي صوبي آڏو بيهارڻ، ۽ قومي اسيمبليءَ ۾ بنگالين کي نيچي نوائڻ. پر، وڏيڪ عرصي تائين، ائين ٿي نہ سگهيو. انسانيت سوز مظالم، خوفناڪ خونريزي، ۽ هڪ هيبتناڪ جنگ کان پوءِ مشرقي پاڪستان بنگلاديش ٿي پيو. هڪ نئون ملڪ دنيا جي نقشي تي اڀري آيو.

ڏاڍو بيرحم، پريشان ۽ ششدر ڪندڙ هو ون يونٽ وارو دور! ون يونٽ دوران جيڪي ڪجهہ وهيو واپريو، ملڪ جنهن پيڙا کي ڏٺو ۽ پيو ڀوڳيو، رت جو سمنڊ ۽ بارود جو رڻ پٽ جهاڳيو، ۽ ان دوران ملڪ ۾، ۽ خاص ڪري سنڌ ۾ جنهن سوچ ۽ شعور جنم ورتو، ۽ اوسر ۽ ارتقا جون احتجاجي منزلون طي ڪيون، تن جو ڪٿي بہ باضابطہ رڪارڊ قلمبند ڪيل نہ آهي. هڪ هلاڪت خيز دور تاريخ جي صفحن ۾ ڪنهن بہ عبرتناڪ باب جو اضافو ڪري نہ سگهيو. پر، سنڌي ادب نهايت سچائيءَ، بهادريءَ ۽ بيباڪيءَ سان ون يونٽ واري دور جي هڪ هڪ لمحي کي قلمبند ڪيو، ۽ تاريخ جي مجرمانہ خاموشيءَ تي شاهد ٿي بيٺو.

ون يونٽ دوران سنڌي اديبن جيڪو ادب پيدا ڪيو، لکيو، ۽ چپرايو تنهن کي بنا ڪنهن وڌاءَ جي مزاحمتي ادب (Literature of Resistance) سڏي سگهجي ٿو. ليکڪن جي هڪ وڏي ڪيمپ پيدا ٿي پيئي. ملڪ سچو منصور ٿي پيو. ادب ڄڻ سنگرام ٿي پيو — جنگ جو ميدان ٿي پيو. سنڌي ادب ماڻهن جي سوچ کي، ۽ وقت جي هڪ هڪ لمحي کي پنهنجي وجود ۾ اوتي ڇڏيو. بيت هجي يا گيت، غزل هجي يا نظم، ڪهاڻي هجي يا مضمون، تحقيقي مقالو هجي يا تاثر، هڪ هڪ سٽ ۽ هڪ هڪ بند جو

هڪ هڪ لفظ ٻرندڙ ٻجهي پيو. هر ليکڪ پنهنجي وس، ڏات ۽ ڏانءَ آهر هڪ دور جي ڏاڍ ۽ ڏمر جو ڀرپور نموني مقابلو ڪيو. ادب پنهنجي دور جي عڪاسي ڪندو آهي. اُن دور جي سنڌي ادب پنهنجي دور جي عڪاسي ڪئي آهي. ون يونٽ دوران سنڌ ۽ سنڌي ماڻهوءَ جي موڊ، سوچ، شعور، روين، ۽ لاڙن بابت جيڪڏهن تحقيق (Research) ڪندي فقط 'روح رهاڻ' ۽ 'سهڻي' رسالن جو مطالعو ڪجي، تہ هڪ دور پنهنجي تاريخ سميت اسان جي اکين آڏو اُڀري ايندو.

ڏير مدار، ۽ وقت جي ويڇي کان قطع نظر، تاريخ جي هڪ دور ۾ ڪيل غلطيءَ جو نتيجو قومن ۽ ملڪن کي تاريخ جي ٻئي دور ۾ ڏسڻو ۽ ڀوڳڻو پوندو آهي. اڻويهہ سو ايڪونجاهہ (١٩٥١) ۾ اُن دور جي حڪومت مشرقي پاڪستان ۾، يعني بنگال ۾ بنگالين کان پڇڻ جي نالي ۾ بنگالي ٻولي ڪسڻ جي تاريخي غلطي ڪئي. ريلوي اسٽيشنن، هوائي اڏن، بس اسٽاپن، پوسٽ آفيسن، سرڪاري دفترن، دڪانن، چوڪن، ۽ رستن، اسڪولن، ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جي نالي وارين تختين تان بنگالي ٻوليءَ کي ڊاهي، ٽوڙي، ۽ ختم ڪري اردوءَ ۾ نالا لکيا ويا. نتيجي ۾، رد عمل طور بنگالين جهڙي نموني پنهنجي ٻوليءَ جو بچاءُ ڪيو، ۽ بچاءُ جي ڪاروائين دوران بليدان ڏنو، سو بنگال جي تاريخ جو هڪ حصو آهي. رت، ست، ۽ ساهہ جون قربانيون ڏيئي، بنگالين پنهنجي ٻوليءَ جو موروثي حق موٽائي ورتو. ڍاڪا ۾ شهيدن جو هڪ يادگار اڀري آيو. تاريخ جي هڪ دور ۾، يعني اڻويهہ سو ايڪونجاهہ (١٩٥١ع) ۾ ڪيل غلطيءَ جو نتيجو ويهن سالن ۾، تاريخ جي ٻئي دور ۾، يعني، اڻويهہ سو ايڪهتر (١٩٧١) ۾ قوم جي اکين آڏو اچي بيٺو — ملڪ ٽٽي پيو، ۽ بنگلاديش وجود ۾ آيو. ١٩٥١ع واري تاريخي غلطيءَ کي اڻويهہ سو پنجونجاهہ ـ ڇاونجاهہ (٥٦-١٩٥٥) ۾ ٻئي تاريخي غلطيءَ سان، ون يونٽ ڍاهي،

تقويت ڏنـي ويئي هئي. علحدگيءَ جي سوچ، ۽ تحريڪ کي هٿي ملي ويئي.

ون يونٽ نہ رهيو. ون يونٽ جا ناهيندڙ، نگهبان، ۽ پرجهليا نہ رهيا. پر، ون يـونٽ دوران لکيل سنڌي ادب موجود آهي. سنڌ سان ٿيل جفا، ظلم، ناانصافي، تشدد ۽ بيرحمي جو دستاويز موجود آهي. سنڌ ۾ سنڌ شناسي، خود آگاهي، نئين سوچ، نئين لوچ ۽ نئين شعور جي ارتقا جو تحريري ثبوت موجود آهي. پاڪستان ۾ اڄ تائين تاريخ سائنسي بنيادن تي نہ لکي ويئي آهي، ۽ نہ ئي سائنسي بنيادن تي تـاريخ جو ڪڏهن مطالعو ٿيو آهي. تاريخ سان هٿ - چراند کي اسان وٽ ڪڏهن بہ عيب ۽ ڏوهہ نہ سمجهيو ويو آهي، بلڪ، وظيفن ۽ گرانٽن ذريعي تاريخ کي مليا ميٽ ڪيو ويو آهي. ان قسم جي جڙتو ۽ هٿ ٺوڪي تاريخ جا وڪا اُن دور جو تخليقي ادب پڌرا ڪندو آهي. اٺـويهہ سؤ پنجونجاهہ کان اٺـويهہ سؤ ستر (١٩٥٥-٧٠) تـائين، لکيل سنڌي ادب اُن دور جي تاريخ خلاف جيئرو جاڳندو شاهد آهي.

’جڏهن مان نہ هوندس‘ جي پهرين ايڊيشن (١٩٧١) ۽ ٻئي ايڊيشن (١٩٨٩) جي وچ ۾ ارڙهن سالن جي وڇوٽي آهي. پهريـن ايڊيشن اچڻ کان پوءِ، حالتن کي مدِ نظر رکندي، ڪوشش جي بـاوجود، ڪوبہ پبلشر ’جڏهن مان نـہ هوندس‘ جو نئون ايڊيشن آڻي نـہ سگهيو. بنگلاديش جي تحريڪ سبب ملڪ ۾ بارود جهڙي سياسي ڪيفيت ۾ وڪوڙجي ويو هو. ماڻهو تہ ڇڏيو، پاڇي تي بہ شڪ پئي پين تہ ان کي بـہ غداريءَ جي الزام ۾ ڦاهيءَ تي چاڙهي پئي ڇڏيائون! سگهن کان وڌيڪ ساوا ساڙي پئي ڇڏيائون. بنگلاديش جي تحريڪ ۽ جنگ، هلي تہ مشرقي پاڪستان ۾ رهي، پر وٺ پڪڙ سنڌ ۾ هئي! نيٺ مشرقي پاڪستان ۾ بنگلاديش ٺهي پيو. ون يـونٽ جو نتيجو ظاهر ٿي پيو ـــ اٺـويهہ سؤ ستيتاليهہ (١٩٤٧) وارو اصلوڪو پـاڪستان ٽٽي پيو. مغربي پـاڪستان، مغربي پاڪستان نہ رهيو. مغربي پاڪستان فقط پـاڪستان سڏجڻ

۾ آيو. پاڪستان ۾ موت جهڙي خاموشيءَ جو راڪاس راتاهو ڏيئي ويو. جنرل يحيٰ خان حڪومت جون واڳون ذوالفقار علي ڀٽي جي حوالي ڪري منظر تان هٽي ويو.

سڀ ڪجھ بدلجي وڃڻ ڪان پوءِ اهڙو وقت به آيو، جڏهن ون يونٽ خلاف ڏهن سالن جي مسلسل جدوجهد ۽ جنگ سيني جو سنڌ سنڌ ساڻو ڪري وڌو. تڏڪ روحن ۾ لهي ويو. عجيب قسم جي خاموشي قبرستانن جي ياد تازي ڪرڻ لڳي. پن چُري ته چرڪي پئجي! پر پوءِ، آهستي آهستي ماڻهن ساهه کڻڻ شروع ڪيو. دلين ڌڙڪڻ، نگاهن ڏسڻ، ڪنن ٻڌڻ، زبانن ڳالهائڻ، ۽ قلمن لکڻ، ۽ ماٺوف دماغن سوچڻ شروع ڪيو. پر، ان ڪان اڳ جو اظهار کي پرواز جا پرَ ملن، ٥ جولاءِ ١٩٧٧ تي، رات جي ڪاري ڪفن ۾، هڪ دفعو ٻيهر آمريت جو راڪاس موٽي آيو. هن دفعي راڪاس آيو، ته ڪاٽ ڪهاڙن سان گڏ مذهب جي علمبرداريءَ جي دعويٰ به ڪئي آيو. ائين لڳو، چڻ قيامت ڏائين هن ملڪ ۾ سوچڻ، سمجهڻ، پرکڻ، ڏسڻ، ٻڌڻ، ۽ ڳالهائڻ، ۽ اندر جو حال اورڻ تي بندش رهندي.

سنڌ دشمني، پرماريت، نسل ڪشي، قرمار، قتلڪن، ڦاهين ۽ جيلن پٺيان جنرل ضياءالحق جي يارهن سالن جي حڪومت فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جي ڏهن سالن جي حڪومت ڪان ڪنهن به صورت ۾، ۽ ڪنهن به تجزيي ۾ گهٽ نہ هئي. ماڻ ٻنهي دورن جو اکين ڏٺو شاهد آهيان. ٻنهي آمرن جي دور حڪومت جو تجزيو ڪندي فقط هڪ فرق سامهون اچي بيهي ٿو — ٻنهي جي پڄاڻي! فيلڊ مارشل ايوب خان زبردست عوامي هلچل، جدوجهد، Street demonstrations (رستن تي مظاهرن) ۽ احتجاجن سبب اقتدار جون واڳون ڇڏڻ تي مجبور ٿي پيو. ان جي برعڪس، جنرل ضياءالحق ڪوڙن واعدن، ڏتن، گوهين ۽ گهمرين، زبردست حڪمت عملي، نشر و اشاعت جي سرڪاري توڙي غيرسرڪاري ادارن تي مڪمل ڪنٽرول، بي پناهه تشدد، ۽ مذهب کي پنهنجي

اقتدار جي توسيع لاءِ بي دريغ استعمال ڪرڻ سبب ڏنڊين ڏاند تي هلندو آيو. سندس پرڪار ڏسي، اهو طي تي چڪو هو تہ موصوف جيئري جند نہ ڇڏيندو— جيستائين مرندو نہ، تيستائين حڪومت جون واڳون هٿ مان نہ ڪيندو. ۽ پوءِ، ٿيو بہ ائين.

'جڏهن مان نہ هوندس'، مارچ اٺويھہ سؤ ايڪهتر (١٩٧١) ۾ شايع ٿيو هو. ان ڪان سال ڪن اڳ ڪتاب 'دل جي دنيا' مارڪيٽ ۾ آيو هو. ٻنهي ڪتابن ۾ ون يونٽ دوران لکيل منهنجيون ڪجھہ ڪهاڻيون شامل آهن. ارڙهن سالن کان پوءِ 'جڏهن مان نہ هوندس' جو سيڪنڊ ايڊيشن شايع ٿيو آهي. ان دوران پڙهندڙن جا بہ نسل نڪري نروار ٿيا آهن— هڪڙا آهي، جيڪي ون يونٽ دوران اڃان ننڍڙا هئا، ۽ آفتن کي ڪترڙي اک سان ڏسڻ جي سَنَ کي نہ پهتا هئا؛ ۽ ٻيا آهي، جن ون يونٽ ٽٽڻ کان پوءِ جنم ورتو آهي. مان پنهنجو هيءُ ڪتاب پڙهندڙن جي نوجوان نسل جي حوالي ڪري رهيو آهيان.

شعبو - ايجوڪيشنل ٽيڪنالاجي، علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي، اسلام آباد.

امر جليل
ٻهرين جنوري، ١٩٨٩ع

# سر مارٽيمر ويلر ۽ قلندر

سر مارٽيمر ويلر (قديم آثارن جو جڳ ـ مشهور ماهر) هوٽل جي انتظار گاهه ۾ داخل ٿيو. ٽڪل ٽي ڏنو. چيائين، ”معاف ڪجو. مان اصل هيئنر موهن جي دڙي کان حيدرآباد پهتو آهيان.“

انتظار گاهه ۾ صحافي، پريس فوٽو گرافر، ريڊيو پاڪستان جا نمائيندا، شاگرد ۽ سرڪاري ڪامورا موجود هئا. هڪڙي صحافيءَ سر مارٽيمر ويلر کان پڇيو، ”موهن جي دڙي کي ڪڏهن کان ڪلر کوري رهيو آهي؟“

سر مارٽيمر ويلر ٿيهه پيهه ورائيو، ”اهو سوال سياسي نوعيت جو آهي. مان جواب نه ڏيندس.“

”موهن جو دڙو سنڌ جي علامت آهي.“ يونيورسٽيءَ جي هڪ شاگرد سر مارٽيمر کان پڇيو، ”موهن جي دڙي کي بچائڻ لاءِ اوهان ڪهڙا اُپاءَ وٺي رهيا آهيو.“

”اهو سوال پنهنجي حڪومت کان پڇو.“ سر مارٽيمر سرڪاري ڪامورن ڏانهن ڏسندي ورائيو.

هڪ بندرو، نوڙهو ۽ نهايت بيڊولو شخص، شاگردن، صحافين ۽ پريس فوٽو گرافرن کي ڌڪيندو، اڳتي هليو آيو. هن پڳل ٽٽل ۽ انگريزن جي ارواح کي عذاب ڏيندڙ انگريزيءَ ۾ سر مارٽيمر سان پنهنجي واقفيت ڪرائيندي چيو، ”مان فلمن جو مشهور ۽ سڀ کان شاهوڪار پروڊيوسر آهيان.“

”مون کي افسوس آهي، مسٽر پروڊيوسر،“ سر مارٽيمر ورائيو، ”اسان حڪومت کي تاڪيد ڪئي آهي ته ڪنهن کي به موهن جي دڙي ۾ فلم جي شوٽنگ ڪرڻ نه ڏين.“

”اسان کي موهن جي دڙي سان ڪابه دلچسپي نه اهي.“ بيڊولي نوڙهي ساڳي لهجي ۾ چيو، ”مون کي پنهنجا پيسا حرام

ڪرٺا ناهن جو ڪنڊرن جي فلم ٺاهيان."

"تہ پوءِ؟" سر مارٽيمر ويلر حيرت مان پڇيو.

"ڪجهہ سال اڳ مصر ۾ فرعون جي قديم عبادت گاهن کي پاڻيءَ کان بچائڻ لاءِ بنيادن سميت اصلوڪي هنڌان ڪٽي محفوظ جاءِ تي پهچايو ويو هو." بيڊولي پروڊيوسر چيو، "اسان کي بہ بس اهڙو هڪ ڪم ڪرائڻو آهي."

سر مارٽيمر عجب مان پڇيو، "توهان ڇا ڪٽائيندين."

"هر سال سيبيءَ فلم اسٽار ۽ هيرامنڊيءَ جا هيرا ڪشالا ڪڍي قلندر شهباز جي ميلي تي سيوهڻ ايندا آهن، اسان جو وقت برباد ڪندا آهن." نوڙهي ۽ بندري پروڊيوسر چيو، "اسان فيصلو ڪيو آهي، تہ اسين قلندر لعل شهباز جي سموري درگاهہ بنيادن سميت پٽائي لاهور کڻي وڃون. ان سلسلي ۾ توهان اسان جي ڪهڙي مدد ڪري سگهندين؟" ●

# منهنجي دل موهن جو دڙو

چوڻ چاهيم، تاج محل دل هجي ها، پيجي پوي ها، جتاءِ نه ڪري ها؛ پر جيڪي چوڻ چاهيم، چئي نه سگهيم. لفظ ڪروڙ جي پنيٽ ۾ پسر ٿي ويا.

فقط ايترو چيم، ”تو مونکي دوکو ڏنو آهي، نجم.“

هن جواب نه ڏنو. وڃي وڃي آرٽس آڊيٽوريم جي ٿلهه وٽ ويٺي. رئي جي ڪنڌ آڱر تي ويڙهڻ لڳي.

مان نيپام بم جي گهائل وانگر ڦٿڪي اٿيس. وڃي سندس پٺيان بيٺس. اندر جا آدما حواسن کي سنگسار ڪري رهيا هئا. نه ڳالهايان ته جيڪر جگر مان جوالا وهي نڪري. تڏهن چيم، ”پانيو هوم، تون اِئين نه ڪندينءَ. منهنجين اميدن جي ڪناري کي وير وانگر لتي نه ڇڏيندينءَ. پر منهنجي پاڻ ۽ نه پاڻ مان ڇا ورندو. مون حياتيءَ ۾ هميشه غلط سوچيو آهي.“

هوءَ خاموش رهي. سندس ڪنڌ جو خم وڌي ويو.

ڪراچيءَ ڪان ڪوهن تي روهن ۾ ناهيل يونيورسٽي موهن جو دڙو ٿيندي ويئي. صبر، زندگيءَ جي گهڙين وانگر منهنجي قبضي ڪان ڊار ٿي، ڇڙواڳ گهوڙي جيان هوش جي ڌرتيءَ کي سنبن سان لتاڙيندو رهيو.

هن نه ڳالهايو.

مون ڳالهايو، ”مان ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن تنهنجي بيوفائي وساري ڇڏيندس، نجم؛ پر نه وساري سگهندس ته تنهنجي ياد.“

نجم منهن ورائي منهنجين اکين ۾ نهاريو. وچڙيل نگاهون مليون، ته ڪجهه دير تائين ڌار ٿي نه سگهيون. تڏهن ڏسندي ئي ڏسندي، سندس اکين ۾ پاڻي تري آيو. ڪجهه چوڻ لاءِ سڪل چپ ڦڙڪي اٿيس. آواز نيڙيءَ ۾ وچڙيل ئي رهيس. ٻه لڙڪ پنبڻين مان ڇڻندا، ڪنول جهڙن ڳلن تان ترڪندا. سندس

رئي جي ڪنڌ ۾ جذب ٿي ويا.

پاڻ روڪي نہ سگهيم. چيم، ”تنهنجا ٻہ- چار لڙڪ منهنجين بي‌پناهہ مايوسين جو معاوضو ناهن، نجم.“

هن آليون اکيون کڻي مون ڏانهن ڏٺو. گيٽ ڏيئي، نڙيءَ کي ليپ ڏنائين. رئـي سان پنل اکيون اگهي، چپ چٻيي، منهن موڙي ڇڏيائين.

چيم، ”تنهنجي بيرخي منهنجيءَ دل جو داغ آهي، نجم.“

مونڏانهن ڏسڻ بنا چيائين، ”تون مونکي سمجهي نہ سگهيو آهين. مونکي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر خدارا.“

”تون ريگستان جي رڃ آهين، صحرا جي سڄ آهين. تون منهنجي سڪرات جي اُڃ آهين.“ لڇندي پڇندي چيم، ”مان توکي خوب سمجهي ويو آهيان، نجم.“

”تون مونکي سمجهي نـہ سگهيو آهين.“ گهٽيل گهٽيل آواز ۾ چيائين، ”تون مونکي سمجهي نہ سگهيو آهين.“

”تون پٿر آهين؛ ڪنهن سنگتراش جـو بت آهين“. چيم، ”منهنجي چري چاهت جو آواز فرهاد جو تيڪو ناهي جو تنهنجي دل ۾ لهي وڃي.“

بڊين فيڪلٽي آف آرٽس جـي در ٻاهران اسٽول تـي ويٺل پٽيوالو اوٻاسي ڏيئي، آرس موڙي اٿي بيٺو. هٿ وڌائي، نوٽس بورڊ تان ڪاٺ جو ڏونڪوکڻي پتل جـي ٿالهہ تـي چار دفعا هنيائين. پتل جي ورت مـان آواز جا اڻ ڏٺا سلسلا نڪرندا رهيا ۽ وراندن جي ٿلهن سان وچڙندا رهيا.

نجم چيو، ”مان وڃان ٿي.“

”مـان توکي روڪڻ جـو حق نٿو رکان.“ چيم، ”تون وڃ.“

ٻـہ وکون کڻي بيهي رهي. مٿي تـي رئو ٺاهيندي چيائين، ”روحن جا رشتا هڪٻئي سان نہ ڇنبا آهن، جيئن تو ڪيو آهي.“

”ورهيہ ٿيا جـو مون پنهنجو روح تنهنجي پيار تان قربان

ڪري ڇڏيو هو.“ وراڻيم، ”اڄ، منهنجي دل موهن جو دڙو آهي.“

”ڪاليج ۽ يونيورسٽيءَ لاءِ ڊراما لکندي، ۽ ڊرامن ۾ ڪم ڪندي، تون زندگيءَ ۾ بہ ڊرامائي انداز اختيار ڪري ويو آهين.“ مون کان نظرون بچائيندي، چيائين، ”تون حقيقتن کان پري ٿي ويو آهين.“

”جنم زندگيءَ جي ڊرامي جي ابتدا، ۽ موت ان جو انجام آهي.“ صبر جو بند ٽٽي پيو. چيم، ”فرق فقط ايترو آهي، جو زندگيءَ جي المناڪ ڊرامي ۾ مان ڪارو ڪفن ٻڌي ايندو رهيو آهيان، ۽ تون ڇٽن گهوڙن جي رٿ ۾ چڙهي مونکان پري ٿيندي رهي آهين.“

وراڻيائين، ”مان تو وانگر ڊائلاگ ڳالهائي نٿي سگهان، تو وانگر دل جو حال اوري نٿي سگهان.“

”مان ان جي ضرورت بہ نٿو محسوس ڪيان.“ چيم، ”تون فقط هڪ دفعو ٻيهر انڪار ڪر. پنهنجي نفرتا سان منهنجي من جو رهيو کهيو شيشيو چُور ڪر. ناڪار جي آخري ٻڙڇي منهنجي هنيانءَ ۾ هڻ. چئہ نجم، تہ تو سون سان محبت نہ ڪئي هئي. چئہ تہ مون سان گڏ هڪ گهر، ۽ هڪ زندگيءَ جا خواب نہ ڏٺا هئيم.“

ڏاڍي ڏک وچان چيائين، ”مان تنهنجي آڏو جلي مران، تڏهن بہ تو کي منهنجي اڻميي پيار تي اعتبار نہ ايندو.“

هڪدم چيم، ”تہ پوءِ منهنجي ڳالهہ ڇو ٿي ٺڪرائين. مونسان هلين ڇو نٿي؟“

ولهہ جهڙي آواز، ۽ جذبن کان خالي لهجي ۾ پڇيائين، ”ڪٿي هلان؟“

”جيڪي سمجهين.“

”ٻي ڪا راهہ ڪانهي؟“

”نہ. مان تو کي تنهنجي خاندان کان ڌڪ جنمن ۾ بہ حاصل ڪري نہ سگهندس.“

”چو؟“

”چو جو مان پٽيوالي جو پٽ آهيان، ۽ تون چيف انجنيئر جي ڌيءَ آهين.“

”پر پاڻ ٻنهي ته ائين ڪڏهن به نه سوچيو آهي.“

”تنهنجي منهنجي سوچڻ سان ڪجهه نه ورندو نجم.“ وراڻيم، ”اسان جي شادي منهنجي پيءُ ۽ تنهنجي ڊيڊيءَ جي سماجي رتبن جي فٽ بال ميچ تي منحصر آهي، جنهن ۾ منهنجو پيءُ زخمي گول ڪيپر آهي.“

هوءَ ڪنهن اونهي سوچ ۾ گم ٿي ويئي.

”مان طبقاتي ڪشمڪش جي ڏيڻ مان آيڙي تنهنجي خاندان کي کلهو ۽ هٽي نه سگهندس.“ چيم، ”مونکي سچ پچ چاهين ٿي ته مونسان نڪري هل. هن ڪوڙي شان شوڪت ۽ ناهه ڏکيءَ کي ڏاهي مونسان نڪري هل.“

هن جواب نه ڏنو. ڪلها ڪنبڻ لڳس، ٽڪ ٽڪ نگاهن سان مونڏانهن ڏسڻ لڳي.

”ڪيس فائل ڪرڻ لاءِ چيم، ”مان ڪورٽ ۾ بيهي، قانون جي دائرن ۾ توکي پنهنجو ڪندس. آتي طبقاتي ڪشمڪش نه هوندي. آتي ڪوبه توکي مون کان ڌار ڪري نه سگهندو. هل، نجم هل.“

”مان —“ هوءَ هٻڪي. جملو پورو ڪري نه سگهي.

”چئه . هٻڪين ڇو ٿي؟ مون پاڻ کي سڀ ڪجهه ٻڌڻ لاءِ تيار ڪيو آهي.“

ڪجهه دير ترسي، اونهو ساهه کڻي، گيت ڏيڻ جي چيائين. ”مان جدائيءَ جو عذاب سهنديس، پر ڪنهن به قيمت تي توسان پيچي نه هلنديس.“

”نه نه . ائين نه چئه .“ ڦاٽ ڪاڏم، ”چئه ته منهنجي ڪنگال ۽ مفلس زندگيءَ سان پلئه نه اٽڪائينديءَ.“

”سوچ ته سهي. مان توسان پيچي هلان، ته منهنجو ڪرڙو

پيءُ ۽ جوان پاڻ دنيا ۾ ڪهڙو ڪند ڪٽي سگهندا!" چيائين،
"اهو منهنجي خاندان جي عزت جو سوال آهي."
"۽ منهنجي زندگيءَ جو سوال آهي."
"تنهنجي زندگي جيڪڏهن منهنجي ساهه سان سينگارجي سگهي، ته پوءِ مان مرڻ لاءِ تيار آهيان؛ پر پيءُ نه هلنديس."
"تون نه فقط دوکيباز ۽ بيوفا آهين، پر چالاڪ به آهين."
وراڻيم، "تو وٽ بهانن جي کوٽ ناهي."
"تون ٿڌيءَ دل سان تہ سوچي ڏس، منهنجي جاءِ تي جيڪڏهن تون هجين ها ته چا___"
"مونکي دليلن جي راندڪن سان نہ پرچاءِ."
"تون بيحد جذباتي آهين."
"ها، ها مان جذباتي آهيان. تڏهن تہ تنهنجي پيار تان پنهنجي دل جي دنيا قربان ڪري ڇڏيم. سوچيو هيم، تنهنجو پيار منهنجي مايوس زندگيءَ جي اداس ڇپڙن کي مرڪ ڏيندو ۽ منهنجي هيڪلي حياتيءَ کي جيئڻ جي سرڪ ڏيندو. پر نه. منهنجي سوچڻ مان ڇا ورندو. مون هميشه غلط سوچيو آهي. تون بيوفا آهين، تون بيوفا آهين، نجمه."
اندر اڳ ئي پيو مُن ملول، ۽ پيار پرين جي پيڙا ٿي پيو. دل پڳي، ته ڄڻ ڪائنات جو نظام به درهم برهم ٿي ويو. هوءَ اکين کان اوجهل ٿي، يونيورسٽيءَ جي کنڊرن ۾ گم ٿي ويئي.
تڏهن ڊوڙندو، شهر ويندڙ بس جي فٽ بورڊ تي وڃي پير رکيم. بس خالي هئي. پوئين سيٽ جي ڪنڊ ۾ ڪِري ٿي ويٺس. سمورو وجود خود عذاب جي چڪيا تي ڇهڇلائڻ لڳو. حياتي پير جي ڌاريءَ تي پيئي.
مان بس جي دريءَ تي منهن رکي اينٽليڪ گرائونڊ جي ڇپر ڏانهن ڏسڻ لڳس، جتي هڪ دفعي نجمه چيو هو، "اسان جون يونيورسٽيون ۽ ڪاليج تعليم سان سماجي نظام مان ننڍ وڏائيءَ جو فرق ختم ڪري ڇڏيندا. تون به هڪ نه هڪ ڏينهن سي- ايس-پي-

ڪري وڏو عهدو حاصل ڪري سگهندين.“ سون وراڻيو هو، ’مان اتفاق جو قائل نہ آهيان. هنن ڪاليجن ۽ يونيورسٽين مان ڪند ذهن ڪلارڪ، دفتري، پيسپيچر ۽ ماستر پيدا ٿيندا رهيا آهن، ۽ ٿيندا رهندا ـــ مان اُن محڪوم رعيت جو هڪ معمولي ۽ غير-اهم فرد رهندس. مان حاڪم نہ، پر چنگيز ۽ هلاڪوءَ جهڙن حاڪمن لاءِ بهترين شڪار ٿيندس. هڪ ڏينهن، جڏهن ڪنهن سي-ايس-پيءَ سان تنهنجي شادي ـــ“. نجم، مونکي جملو پورو ڪرڻ نہ ڏنو هو. چيو هئائين، ’مان تنهنجي آهيان، تنهنجي ٿي رهنديس. مونکي گار نہ ڏي.“

ڪيڏانهن ويئي تنهنجي غيرت، عورت! نجم جو وجود پگهل شيشي وانگر منهنجي من ۾ چڀندو رهيو. تون بيوفا آهين، دنيا جي هر عورت بيوفا آهي ـــ مان پڪندو رهيس ـــ تو مونکي نہ، منهنجي اندر ۾ لڪل فنڪار کي گهڙي پل لاءِ چاهيو هو، جنهن کي اسٽيج تي ڏسي تو تاڙيون وڄايون هيون. تون اُنهن انسانن جي برادريءَ منجهان آهين نجم، جن وان گوگ کي مفلسيءَ ۾ مرڻ ڏنو، پر سندس تصويرن جو ملهہ لکين روپيا لڳايائون ـــ جن سقراط کي زهر جو پيالو پيئاريو، پر سندس افڪار ڪتابن ۾ ڇپايائون ـــ جن عيسيٰ کي صليب تي لٽڪايو، پر سندس مورتين سان گرجائون ڀريائون.

نجم سان گذاريل هڪ هڪ گهڙي مونکي گهائڻ لڳي. هڪ هڪ ياد دل تي رت جي ليڪ ڇڏيندي رهي. هڪ دفعي چيو هئائين، ’ڪنهن کان ٻڌو هوم تہ هندستاني عورت زندگيءَ ۾ فقط هڪ دفعو محبت ڪندي آهي. پر مونکي يقين آهي، دنيا جي هر عورت زندگيءَ ۾ فقط هڪ دفعو محبت ڪندي آهي.“ اُن دفعي ڪيس وراڻيو هوم، ’محبت ۾ سچائي انفرادي عمل جي حد تائين قبول ڪري سگهجي ٿي. خوش قسمت هئا ليليٰ مجنون، سسئي پنهون، ۽ سهڻي ميهار جن جي محبت جا قصا قلمبند ڪرائي پڪن جلدن ۾ ٻڌايا ويا آهن. مان پنهنجي دوست رام کي عظيم سمجهندو

آهيان، جنهن محبت خاطر هندستان وڃڻ نه قبوليو؛ ۽ جڏهن دين ڌرم جي نالي ۾ڪيس ناڪامي ملي، تڏهن لينڊس ڊائون پل تان سنڌو درياهه ۾ ٽپو ڏيئي جان ڏنائين.' نجمه خوف کان ڪنبندي پڇيو هو، 'تون محبت ۾ مرڻ جائز ٿو سمجهين؟' ۽ مون وراڻيو هو، 'موت جائز يا ناجائز نه هوندو آهي. جائز يا ناجائز پيار هوندا آهن. موت معمولي، يا غيرمعمولي هوندو آهي. آپگهات غيرمعمولي موت آهي. جنهن انسان جو ضمير جرڪندڙ هوندو آهي، تنهن جو موت به غيرمعمولي هوندو آهي.' هن جيلي فش جهڙي سرد ۽ ڏڏندڙ آواز ۾ پڇيو هو، 'جيڪڏهن مان تنهنجي ٿي نه سگهان، تو کان ڇڄي وڃان، تڏهن تون به خودڪشي ڪندين؟' تڏهن وراڻيو هوم، 'ها نجمه، مان خودڪشي ڪندس.'

ڊامر جي ڪاري ڪوجهي رستي تي ڊوڙندڙ بس يونيورسٽيءَ جي حدن مان نڪري ويئي.

مان خودڪشي ڪندس! ذهن جي مقبرن ۾ ماضيءَ جو آواز پڙاڏا ڪرڻ لڳو. منهنجو پنهنجو آواز صدا بڻجي مون کان محبت جو دان گهرڻ لڳو. زندگي! ها زندگي. مان تو کي زندگيءَ جو نذرانو ڏيندس. مان هڪ بيوفا عورت کي ثابت ڪري ڏيکاريندس ته دنيا جي ڪابه عورت مرد جي محبت جو معاوضو ڏيئي نٿي سگهي. مرد محبت ڪرڻ، ۽ نڀائڻ ڄاڻي. دل ڏيئي پڇتائڻ مرد جو مرڪ ناهي. اسان جو سينو جيڪر غمن جو سمنڊ ۽ مصيبتن جو هماليه به لڪائي ڇڏي!

بس ڊوڙندي رهي.

هر چاڌل سچاڌل عورت جي شڪل منهنجي تصور ۾ مڪروهه ٿيندي ويئي. سندس وار واسينگ، اکيون آلاءَ، هٿ پير وڇون، ۽ جسم بلا ٿيندو ويو.

خيالن جي چار مان تڏهن نڪتس، جڏهن ڪنڊيڪٽر چيو، ”سعيد منزل.“

بس اسٽاپ تي لهي، ڪينٽيءَ وانگر رستا ڪپيندڙ ٽريفڪ

ڪان بچندو الاءِ ڪيئن بارنيس اسٽريٽ تائين پهتس. بيچيني هئڻ جي باوجود محسوس ڪيم تہ هرڪو مونکي گهوري رهيو هو. سندن نگاهون، آهي نگاهون نہ هيون، جي منهنجيون سڃاتل هيون. احمد پان واري وٽ غفور حجم پڇيو، ”ڏي خبر، ڪا ڪڙڪ پيئي؟“

مون ڏانهس ڏٺو.

هن چيو، ”روئين ٿو چريا! مڙس تي وقت ڪي منهن ڏبو آهي.“

”غفور، منهنجي دل ڀڄي پيئي آهي.“ روئڻهارڪي آواز ۾ چيم، ”عورت بيوفا آهي.“

ڪوهاٽ هوٽل کان اڳ پرو ٿيس تہ خيال آيو، غفور کي منهنجي ناڪام محبت جي خبر ڪيئن پيئي! غفور حجم گهٽ، ۽ سياستدان وڌيڪ آهي. سوچيم، صبح کان جو گهر مان غائب آهيان، سو ضرور اڳ ڦريو آهي، دئوس.

چاچي نوروءَ منهنجي ڪلهي تي هٿ رکيو. مون ڏانهس نهاريو.

چاچو نورو منهنجو سڳو چاچو نہ آهي. چاچو نورو سڄي بارنيس اسٽريٽ جو چاچو آهي. هرڪو سڏيس چاچا.

چاچا نوروءَ منهنجي منهن ۾ نهاريندي چيو، ”ايڏو نااميد ٿيو آهين! همت ڪر، پٽ.“

تہ چاچا نوروءَ کي بہ منهنجي محبت جي سڌ آهي! سوچيم، سچ چوندا آهن چريا، تہ عشق ۽ مشڪ لڪائڻ سان نہ لڪن.

ڏاڍي ارمان مان چيم، ”هڪ عورت مان ٻي ڪهڙي اميد رکجي سگهجي ٿي، چاچا.“

”ها ٻچا.“ چاچا نوروءَ ورائيو، ”مردن جي عزت عورت جي هٿ وس هوندي آهي. مرضي پوين تہ مٽي ٻان لاهي مٽيءَ ۾ هڻن.“

”اسين مٽيءَ جا مندر آهيون چاچا، وڃئون پرندا.“

”سوئر صبح کان غائب آهي.“

”ڪير؟“

”اهو قادر سائيڪل وارو، پيو ڪير.“

”قادر سائيڪل وارو!“ مون حيرت مان چاچا نوروءَ ڏانهن نهاريو.

”ها، ها، قادر سائيڪل وارو.“ چاچا جي منهن تي نفرت تري آئي. چيائين، ”سڀني جو شڪ ان سوئر ۾ آهي.“

چاچا نورو بارنيس اسٽريٽ جو جاسوس آهي. سعيد منزل کان لارينس روڊ تائين جيڪي ڪجهه ٿيندو، کيس ڪن پوندو. سوچيم، اڄ هي پوڙهو بيزار ڪندو، هونءَ ئي دل دفن ٿي ويئي آهي. مان کيس ڇڏي، ڪمپائونڊ جو لوهي در لنگهي، تاراچند بلڊنگ جي ڏاڪڻ ۾ ۾ ڏاڪا ڪري چڙهي ويس.

۾-ماڙ جو در ڪڙڪائي، پٺ کي ٽيڪ ڏيئي بيهي رهيس.

ٿه-ماڙ تان رءوف ٽيلر ماسٽر هيٺ لٿو. هو مونکي گهوريندو هيٺ هليو ويو.

امان در کوليو.

امان ڀنهي هڪ ڪن لاءِ هڪپئي ڏانهن نهاريو. نه هن ڳالهايو. ۽ نه مون.

مان اندر ويس. هن در بند ڪري ڇڏيو. نفرت ۽ بغاوت جي طوفان کي يونيورسٽيءَ کان گهر تائين اندر ۾ جهليندو آيو هوس. گهر پهتس ته طوفان جي زور ۾ جيءَ جهرڻ لڳو. پانيم، پونءَ تي ويندس. واچوڙي وانگر اڏامي ويندس. پنهنجيءَ ئي آڳ ۾ ٽانڊي وانگر سڙي رک ٿي ويندس.

تڏهن امان جي آواز ته منهن ورائي ڏانهس ڏٺم. چيائين، ”پٺهين کي دل جو دورو پيو آهي.“

کيس جواب نه ڏنم.

گهٽيل گهٽيل آواز ۾ چيائين، ”جڳ کي کهڙو منهن ڏيکاريندا سين.“

”ڇو؟ امان جڳ کي پوندو ڏنو آهي ڇا!“ ورائيم، ”دل

جو دورو تہ وڏن ماڻهن کي بہ پوندو آهي. غريبن کي پيو، تہ ڇو عيب ٿي پيو! ڇا اسان کي دل جي دوري جو بہ حق ناهي؟“

امان عجب مان مون ڏانهن ڏٺو. پڇيائين، ”صبح کان ٻاهر رهيو آهين؛ ڪٿان پيو اچين؟“

”يونيورسٽي* مان.“

”تہ توکي سچ پچ خبر ناهي،“ امان جي اکين مان لڙڪ لڙي پيا.

فقط ايترو پڇيم، ”گهر تي ائين ڇو ڪريو آهي؛ ڇا؟“

امان ورائيو، ”رخسانہ قادر سائيڪل واري سان ڀڄي ويئي آهي.“

”منهنجي ڀيڻ قادر سان ڀڄي ويئي!“ ڀانيم، منهنجي رڳ سان عرش ڏري پوندو، ڌرتي ڦاٽي پوندي، سج آسمان مان ڇڏائجي ويندو. پر ڪجهہ نہ ٿيو. هڪدم محسوس ڪيم تہ آواز سڪرات جي ڪونگهري وانگر منهنجيءَ نڙيءَ ۾ ڪرڪر ڪري رهيو هو.

ڪائنات جي ڪوڏ مان پڙلاءُ ايندو رهيو — تنهنجي ڀيڻ ڀڄي ويئي آهي — تنهنجي ڀيڻ ڀڄي ويئي آهي. ●

# سائِل سرمست Trouble ۾

۾ اچڻ اَجرن ڪپڙن سان قداور، ٿلها ۽ ٿَڪڻ وتان گنجا شخص ٿندي جي مشهور ٻاڪڙا هوٽل ڪيفي ڪنگال ۾ لنگهي آيا. ٻئي پنجاهه جي لڳ ڀڳ هئا ۽ وڏيل سٽيل هئا. ٻاڪڙي ۾ ويٺل گراهڪ سندن شخصيت کان بيحد متاثر ٿيا ۽ منهن ورائي هنن ڏانهن ڏسڻ لڳا (ٿلها ماڻهو ڏسڻ ۾ رعبدار ۽ معتبر ايندا آهن.) ٻئي ٿلها نڪ سڌو وڃي دخل * تي بيٺا ۽ ڪيفيڪنگال جي مالڪ عاشق آزاد سان ڳالهائڻ لڳا.

ڪيفيڪنگال جو اصلوڪو نالو 'اسٽار آف سنڌ ريسٽورنٽ' آهي، تنهنڪري سندس ستارو گردش ۾ آهي. هن ٻاڪڙا هوٽل ۾ فقط اهي گراهڪ ايندا آهن، جن جي تقدير جا تارا ٽٽل تارن وانگر اجهايل هوندا آهن، جن جي هٿن جا ليڪا ٽيڪمن ۽ ڪوڏرن جي رهڻ سان ڊهي ويندا آهن. ٻاڪڙن جا گراهڪ پنهنجين پيشانين تي صدين جي تاريخ جا آثار کڻي گهمندا آهن. سندن چپن تي انسانيت جي اهـا گم ٿيل مرڪ هوندي آهي، جنهن جي تلاش ۾ انسان 'فيس پائوڊر' کان 'گن پائوڊر' تائين ايجادون ڪري ڇڏيون، پر مرڪن جي فيڪٽري تيار ڪري نه سگهيو آهي.

ٻاڪڙا هوٽلن ۾ ڇوڙ ڀڳل ۽ چيڪاٽ ڪندڙ ٽيبلون ۽ ڪرسين بدران بينچون رکيل هونديون آهن، جتي مون جهڙا مولائي ايندا آهن، ويهندا آهن ۽ ڪڙڪ چانهه پي فلمن جا گانا ۽ قوالين جا رڪارڊ ٻڌندا آهن.

---

* دخل اها شيء آهي، جتي ڏوڪڙن جي ڏي ـ وٺ ٿيندي آهي. وڏين هوٽلن ۾ دخل کي ڪائونٽر چئبو آهي. دخل تي دخل ڏيڻ ڏوهه آهي.

ڪيفي ڪنگال جــو مالڪ عاشق آزاد، آسر ڪان اڌ رات تائين زور زور سان لتامنگيشڪر ۽ محمد رفيع جا رڪارڊ وڄائيندو آهي ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي پاڪڙي جي پبلسٽي ڪيدو آهي. هوٽل ۾ چار لائوڊ اسپيڪر لڳل آهن، جن مان ايڏو تــہ آسمان ڦاڙ آواز نڪرندو آهي، جو پاڪڙي جا گراهڪ اندريان پاهريان آواز وساري ڳانن جي لهرن ۾ لڙهي ويندا آهي، سپ سپ ڪري چانهہ پيئندا آهن ۽ پنڪيون ڪائيندا آهن.

ڪيفي ڪنگال جي بلڪل سامهون نور مسجد آهي. مسجد جي مينارن تي اڳ بہ لائوڊ اسپيڪر لڳل هوندا هئا. پر پوءِ، جڏهن عاشق آزاد محمد رفيع جو فلم 'برسات' ۾ ڳايل ڳانو 'مين زندگي مين هردم روتا هي رها هون'، جو رڪارڊ وٺي آيــو، تڏهن مسجد جي انتظامي ڪاميٽيءَ هڪ هنگامي اجلاس سڏايو ۽ تڏي تي ٻن وڏيڪ لائوڊ اسپيڪرن خريد ڪرڻ جي رٿ پــاس ڪري ڇڏي. تڏهن ڪان نور مسجد جي مينارن تي چار لائوڊ اسپيڪر لڳل آهن، جن مان ڏينهن ۾ پنج دفعا ٻانگ جو آواز ايندو آهي ۽ جمع ڏينهن مولانا عبدالجبار ڪپچاڻي لاڳيتو ڏيڍ ڪلاڪ تائين خطبي ڪان اڳ ڳالهائيندو آهي. هو ماڻهن کي قبر جي عذاب، قيامت جـي ڊپ ۽ الله سائينءَ جي قهر ڪان ڏڪائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. ماڻهو، جيڪي ٻڪ جي عذاب، بيروزگاريءَ جي ڊپ ۽ خالي ذهن ۾ ويٺل راڪاسن جي قهر ڪان ڪنبيل آهن، تن تي مولانا عبدالجبار ڪپچاڻيءَ جي تقريرن جو زبردست اثر ٿيندو آهي.

جڏهن بہ نور مسجد جي چئن لائوڊ اسپيڪرن مان ٻــانگ جو آواز اچڻ شروع ٿيندو آهي، عاشق آزاد هڪدم رڪارڊنگ * بند ڪري، اکيون بہ بند ڪري ڇڏيندو آهي، ۽ پوءِ، جڏهن ٻانگ ۾ محمد ﷺ رسول الله جو نالو ٻڌندو آهي، تڏهن ٻئي آڱوٺا چمي اکين

* ڪراچيءَ وارن جي محاوري ۾ رڪارڊ وڄائڻ کي رڪارڊنگ چئبو آهي.

تي رکندو آهي. پـانگ ختم ٿيندي آهي تہ پنهنجي قميص جا ٻٽڻ کولي وارن ڀـريل سيني کي شوڪارو هڻي، هڪدم رڪارڊنگ شروع ڪندو آهي، 'مين زندگي مين هردم روتا هي رها هون.'

هڪ دفعي مولانـا عبدالجبار گپچاڻي ڪيفي ڪنگال آڏو اچي ويٺو هو. چوڻي جون پاڻهون ڏونئين تائين ڪنجي، هٿ لوڏي، ٻـانهون لوڏي، پير ڌرتيءَ تي هڻي، ٻنهي چوٽيءَ جو زور لڳائي، رڙيون ڪرڻ لڳو هو. ايڏيءَ جفاڪشيءَ کان پوءِ ٻہ ماڻهو فقط 'روتا هي رها هون' ٻڌي رهيا هئا. جڏهن ماڻهن جو ميڙ ٻـاڪڙي جي ٻاهران وڌندو ويو، تڏهن عاشق آزاد رڪارڊ لاهي ڇڏيو ۽ مولانا جي ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ تيار ٿي ويٺو. مولانا اول آزاد کي قبر جي عذاب، قيامت جي ڏپ ۽ الله سائين جي قهر کان ڏڪائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، ۽ پوءِ چيو هئائين، 'شرم ڪر، عزيزم، جناب عاشق علي آزاد بن معشوق علي برباد* شرم ڪر.' عاشق آزاد دخل جي خاني مان رڪارڊنگ ڪرڻ جو ليسن ڪڍي مولانا کي ڏيکاريندي چيو هو، 'موٽ وٽ رڪارڊنگ ڪرڻ جو ليسن آهي.' مولانا ليسن نظرانداز ڪندي پنهنجي ڳالهہ جاري رکي هئي. 'مومن مسلمان هوندي ٻہ تون هندستاني فلمن جا رڪارڊ، يعني ڪافرن جو رڪارڊ وڄائيندو رهين ٿو. ڇا پاڪستاني ڳائڻا مري ويا آهن؟ ڇا ملڪہ ترنم ميڊم نورجهان صاحبہ تمغہ خدمت ۽ جناب مهدي حسن صاحب تمغہ خدمت مري ويا آهن؟ ڇا پاڪستان ۾ ڳـوين جو ڪال پئجي ويو آهي! شرم ڪر، ڪجهہ تہ خيال ڪر. پاڪستاني فلمن جا رڪارڊ وڄائيندو ڪر، جهڙوڪ ـ 'ميرا ڪوئي نهين هي تيري سوا.'

مولانـا جي تلقين، قبر جي عذاب ۽ قيامت جـي ڏپ جو عاشق آزاد تي تـر جيترو ٻـہ اثر نہ ٿيو ۽ هو اڃان تائين زور زور سان لتامنگيشڪر ۽ محمد رفيع جا رڪارڊ وڄائيندو آهي. هر جمعي

* عاشق علي آزاد جو پيءُ معشوق علي شاعر هو ۽ پاڻ کي 'برباد' سڏائيندو هو. برباد سندس تخلص هو.

تي مولانا عبدالجبار گيچاڻي پنهنجيَ تقرير ۾ نمازين کي ٻڌائيندو آهي تہ عاشق آزاد هندستان جو سيڪريٽ ايجنٽ آهي، پاڪستان جو دشمن ۽ غدار آهي، ۽ اندرئي اندر ائٽم بم تياري ڪري رهيو آهي.

جڏهن ہ اچن آجرن ڪپڙن ساڻ قداور، تلها ۽ تڪڙ وٺان گنجا شخص ڪيفي ڪنگال ۾ لنگهي آيا، تڏهن سيني گراهڪن کي سخت تشويش ٿي ۽ هرڪو منهن ڦيرائي هنن ڏانهن ڏسڻ لڳو. مون سمجهيو خدائي فوجدار آهن ۽ عاشق آزاد جي ڪهاڻي ختم ڪرڻ آيا آهن.

هو ٻئي دخل تي ڏونٽيون ٽ کي بيٺا هئا ۽ رڙيون ڪري عاشق آزاد ساڻ ڳالهائي رهيا هئا. سنڌن سموريون رڙيون محمد رفيع جيَ رڙيــن ۾ گم ٿي پئي ويــون، 'او دنيا کي رکھوالي، سن درد بھري ميري نالي.' هو ٻئي منيون پيڪوڙي ۽ ڊريون ڪري، منهن سچائي ۽ لڙڪائي، اکيون ڦوٽاري ۽ چنجهيون ڪري عاشق آزاد ساڻ ڳالهائي رهيا هئا. پريان، پانء تہ گونگيَ فلم هلي رهي آهي.

رڪارڊن جي مغز ڏوڙ آوازن ۾ فقط هوٽل جو ٽيبل وارو * ڏٿي بخش عرف ڏنو ڳالهائي سگهندو آهي. رڪارڊن جي گوڙ گهمسان ۾ سندس آواز ٻڌي سگهبو آهي، 'ساب سي ڇهي آنه ليو، ڇهہ آنہ'ـــ 'ايڪ سنگل دال فرائي اور ايڪ پتير پهينڪو'ـــ يا 'ڀهائي ڪو ايڪ ڪڙڪـ گولي مار چائي مارو.' جڏهن رڪارڊ وچڻ بند ٿـي ويندا آهن، تڏهن ڏٿي بخش عرف ڏنو بہ ڳالهائڻ بند ڪريَ ڇڏيندو آهي. اصل ۾ ڏتي جو آواز گهگهو ٿي ويهجي ويو آهي، ۽ ڳالهائڻ لاء ڳائڻ وانگر کيس 'ڏوم ڏڙام ٽڪ' ٿـي غلام' جهڙن سازن جو سهارو رڪارڊن مان وٺو پوندو آهي. ميوزڪ يعني موسيقيءَ جي آڌار تي ڏني جو آواز بيحد دلفريب، وٽندڙ ۽ سريلو ٿي پوندو آهي.

---

* جيڪو ماڻهو گـراهڪن لاء چانهہ کڻي ايندو آهي، تنهن کي پاڪڙن ۾ 'ٽيبل وارو' وڏيـن هوٽلن ۾ 'بيرو'، اڃان بـہ وڏين هوٽلن ۽ هوائي سفر ۾ 'اسٽيورڊ' چئبو آهي.

ڏني جو دنيا ۾ فقط هڪ دوست آهي؛ اهو آهيس قلندر شهباز جو چوُهو. لتامنگيشڪر ۽ محمد رفيع جي گانن تي مست ٿي ڏنو آرڊر تي آرڊر ڏيندو ويندو آهي ۽ قلندر لعل شهباز جو چوُهو سُرن تي سِر ڏوڻي لڳندو آهي.

عاشق آزاد رڪارڊن جي هاءِ گهوڙا ۽ وٺ پڪڙ ۾ ڏني جو آواز ٻڌي ۽ سمجهي سگهندو آهي. ڪجهہ ماڻهن جو خيال آهي تہ عاشق آزاد جيڪڏهن ٺٺڀي ۾ ٻاڪڙا هوٽل نہ کولي ها تہ جيڪر اسماعيل آزاد قوال جي مقابلي ۾ قواليون ڳائي ها، ملڪ ۾ نالو ڪڍي ها ۽ ملڪ جو نالو روشن ڪري ها. هن ۾ اهڙا 'گڻس' آهن. عاشق آزاد کي ٽي هابيون يعني مشغوليون پسند آهن. هو اخبارن ۽ رسالن مان فلم ايڪٽريس شميم آرا جا فوٽا ڪپي هوٽل جي پٽين تي چنبڙائيندو آهي. لتامنگيشڪر ۽ محمد رفيع جا رڪارڊ زور زور سان وڄائيندو آهي ۽ ريڊيو پاڪستان، ريڊيو سيلون، آڪاش واني 'آمد آباد (ني) ٻڙودا' ۽ آل انڊيا ريڊيو جي اردو پروگرامن ۾ فرمائشي خط لکندو آهي. *

عاشق آزاد ڪَنَ تي هٿ رکي ٻنهي ٽلهن جي ڳالهہ سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. جڏهن ڪيس رڪارڊ جي گوڙ ۾ ٽلهن جي ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي، تڏهن هن رڪارڊ لاهي ڇڏيو. اوچتو رڪارڊ لاهڻ ڪري هوٽل ۾ مڪمل خاموشيءَ ڇڻ اچي ڦهڪو ڪيو.

رڪارڊ بند ٿيڻ شرط ڏني بہ ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏيو. ٻئي ٽلها پنهنجو قاتل دهل جهڙو آواز ٻڌي ششدر ٿيا. هڪ ٻئي جي منهن ۾ ڏسي خاموش ٿي ويا.

ٻنهي ٽلهن مان هڪ جي قُتل نڪ هيٺان پيوائنٽيون مڇون هيون ۽ ٻيو صفا چٽ هو ۽ سندس نڪ سيرڻ جي ڇهنب جهڙو

---

* عاشق آزاد جو نالو جڏهن بہ ڪنهن ريڊيو اسٽيشن جي فرمائشي پروگرام ۾ نشر ٿيندو آهي، تڏهن هو مٺائي ورهائيندو آهي.

هو. هن کنگهڪار ڪري زور سان پڇيو، ”سچل ڪٿي آهي؟“
پنهنجو نالو ٻڌي مون کن ڪڙا ڪيا. هنن ڏانهن نه اريم.
عاشق آزاد مون طرف هٿ سان اشارو ڪندي چيو، ”سامهون جيڪا دري آهي نه.“
”ها،“ صفا چٽ وراڻيو.
”ءَ دريءَ جي پرسان شميم‌آرا جو فلم ’برباد جواني‘ مان ورتل فوٽو لڳل آهي نه.“
”ها.“
”ان فوٽوءَ جي بلڪل هيٺان پٽ کي ٽيڪ ڏيئي جيڪو موالين جهڙو ڇوڪراٽ ويٺو آهي نه؟“
”ها.“
”سو آهي سچل.“
ٻنهي ٽلهن مون ڏانهن اهڙين نظرن سان ڏٺو ڄڻ مان ماڻهو نه پر متڙڪو هوس ۽ سماجي شيش محل کي چُور چُور ڪري رهيو هوس. ٻنهي جي اکين جي مشڪوڪ نگاهه، نرڙ جا گهنج ۽ ڪنڌ جي آڪڙ ڏسي هڪدم سمجهي ويس ته هو ٻئي عاشق آزاد جي نه، پر منهنجي ڪهاڻي ختم ڪرڻ آيا هئا.
جن ڏينهن ۾ مان پرائمري ماستر هوس ۽ هڪ سؤ پنجن رپين مان پندرهن ڏينهن جو نه پيٽ ڀري سگهندو هوس ۽ نه تن ڍڪي سگهندو هوس، تڏهن حڪومت کي دڙڪو ڏنو هوم ته منهنجي پگهار وڌايو يا وڏي پگهار واري نوڪري ڏيو نه ته مان خودڪشي ڪندس. توءِ جلدئي مون کي خبر پئجي وئي هئي، ته هتي نه فقط سون جهڙن انسانن لاءِ پنهنجي مرضيءَ مطابق زنده رهڻ ڏوهه آهي، پر پنهنجي مرضيءَ سان مرڻ به ڏوهه آهي. خودڪشيءَ جو اعلان ڪري پاڻ کي اجايو قانون جي نظرن ۾ ڏنو ڪيو هوم.
ٻنهي ٽلهن کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي سمجهي ويس ته خدائي فوجدار آهن ۽ مون کي مُڙدن جهڙي زندگي گذارڻ لاءِ مجبور ڪرڻ آيا آهن.

سوچيم، ڇڏي وڃان. پر اوچتو خيال آيو تہ انسان عزرائيل کان پيڇو ڇڏائي سگهي ٿو، پر هن قسم جي مخلوق کان جان ڇڏائڻ ناممڪن آهي. تنهنڪري رب جي رضا تي راضي ٿي ويهي رهيس.

سڄي پاڪڙي جا گراهڪ تلهن ڏانهن ڏسي رهيا هئا ۽ تلها قدم قدم سان ملائيندي مونڏانهن وڌي رهيا هئا. جڏهن پٺي چٽا مون کي ويجهو پهتا، تڏهن ڳالهائڻ بنا لانگ ورائي بينچ تي ويهي رهيا. منهنجو جائزو وٺڻ کان پوءِ هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺائون، هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيائون. چڻ سندن شڪ يقين ۾ بدلجي ويو هو. صفا چٽ نڙي صفا ڪئي ۽ پوءِ ڊوميسائيل سنديءَ ۾ پڇيائين، "تنهنجو نالو سچل آهي؟"

"ها،" ورائيم، "منهنجو نالو سچل آهي. مون اڄڪلهہ خودڪشيءَ جو ارادو ملتوي ڪري ڇڏيو آهي، ۽ خدا جي فضل سان ۽ منسپالٽيءَ جي ڪرم سان راخت سينيما جي پرسان پڪوڙا وڪڻڻ شروع ڪيا اٿم."

هنن منهنجي ڳالهہ کان پوءِ بہ نہ ڳالهايو. خاموش رهيا ۽ منهنجي منهن ۾ چتائي ڏسڻ لڳا. سندن نگاهون پنهنجي جسم ۾ چڀنديون محسوس ڪيم. بيچيني محسوس ڪيم تہ چيم، "توهين يقين ڪريو، مون سچ پچ خودڪشيءَ جو ارادو ملتوي ڪري ڇڏيو آهي، ذري گهٽ رد ڪري ڇڏيو اٿم. ڏسو نہ، زنده رهڻ ۾ ڪيڏو نہ مزو آهي. مزو ئي مزو آهي! اسان هوا ۾ ساهہ کڻي سگهئون ٿا، کلي سگهئون ٿا، روئي سگهئون ٿا. ڏسو نہ، جيئرو رهڻ لاءِ تہ پڪوڙا وڪڻڻ شروع ڪيا اٿم. مرڻو هجيم ها تہ جيڪر ماستري نہ ڪريان ها!"

هنن تڏهن بہ نہ ڳالهايو. ٽيبل تي ٻانهون رکي، کاڏين هيٺان اُبتا هٿ ڏيئي مون ڏانهن ڏسندا رهيا. سندن خاموشي مون کي پريشان ڪرڻ لڳي. گهٽ محسوس ڪيم تہ ڳالهايم، "مان سچ پچ پڪوڙا وڪڻندو آهيان. توهان بہ دل ۾ سوچيندا هوندا، تہ پلا

گريجوئيٽ بہ ڪڏهن ڀڪوڙا وڪڻيا آهن! گريجوئيٽ تہ ڪلارڪ ٿيندا آهن، دفتري ٿيندا آهن، ماستر ٿيندا آهن! سائين، مان گريجوئيٽ آهيان، پر مون وٽ سرٽيفڪيٽ ڪونهي. مون پنهنجو سرٽيفڪيٽ سچل نالي هڪ شخص کي ڏهن رپين ۾ وڪڻي ڇڏيو آهي. هن وٽ جڏهن هو. هو هينئر گزيٽيڊ آفيسر آهي."

ٻنهي ڄڻن تڏهن بہ نہ ڳالهايو. سندن منهن سانڊي وانگر رنگ مٽائيندا رهيا. منهنجو ساهہ منجهڻ لڳو. منهنجي پرسان آچر ويٺو هو (آچر جي ٻيءَ جو نالو سومر آهي). هن منهنجي حال تي رحم ڪاڻو. منهنجي پاران چيائين، "ها سائين، سچل جڏهن پرائمري ماستر هو، تڏهن بک مرندو هو، ۽ هڪڙي ڏينهن بک ۾ پاهہ تي خودڪشيءَ جو ارادو ڪيو هئائين، ڇريو."

ٻنهي ٿلهن ڪافور جي ڳُڏن وانگر ڪنڌ ڦيرايو. مون تان نظرون هٽائي آچر جي منهن تي ڪپائي ڇڏيائون.

آچر چيو، "سچل جڏهن کان ماستري ڇڏي ڀڪوڙا وڪڻڻ شروع ڪيا آهن، تڏهن کان آسودو آهي. خودڪشيءَ جو خيال بہ دل مان ڪڍي ڇڏيو اٿائين."

ٻنهي ٿلهن جون اکيون عقاب جي اکين وانگر گول ٿي ويون. هنن تڏهن بہ نہ ڳالهايو. آچر جي حالت مون جهڙي ٿي ويئي. هن چيو، "سائين، مان ني، راحت سينيما وٽ گنڊيريون وڪڻندو آهيان."

"خاموش،" ٻنهي ٿلهن اوچتو رڙ ڪئي. رڙ بيحد خوفناڪ هئي، ايتري قدر جو قلندر لعل شهباز جي چوهي کان بہ چرڪ نڪري ويو. آچر ڊپ وچان سوال جي نشاني ٿي ويو. جنهن ٿلهي جو نڪ ڦتل هو، سو ڏسڻ ۾ هوبهو مانگر مڇ جهڙو پئي آيو. هن آچر کي ڇڙٻ ڏيندي چيو، "**get out**".

آچر انگريزي ڳالهائڻ ۽ سمجهڻ ۾ سنڌ جي نمائيندن جهڙو آڙيڪاپ آهي. هن جملو الائي سمجهيو هو يا نہ، پر جملي جو لهجو هڪدم سمجهي ويو ۽ بنا دير جي ٻاڪڙي مان کسڪي ويو.

پيا گراهڪ بہ پاڪڙي جي هنگامي حالت ڏسي کسڪڻ لڳا.
پنهي ٽلهن پيهر پنهنجون نظرون مونتي ڪپائي ڇڏيون.
مون جسٽ جي چپي تنبي جڳ مان جسٽ جي چپي تنبي گلاس ۾ پاڻي پيٽيو ۽ پڪ ساهي ۾ ويس. پاڻي پي، تڏو ساھ کڻي پنهي ڏانهن ڏٺم. کين ڏسي نظرون جهڪائي ڇڏيم ۽ آڳر سان ميز جي مٿو لاهڻ لڳس.
ڪنگهڪار جو آواز پڏي منهن مٿي ڪيم. صفاچٽ پڇيو،
”تون ڪڏهن کان شاعري ڪري رهيو آهين؟“
”شاعري!“ مونکان ڇرڪ نڪري ويو. ڇڻ پٽر هٽي ڪيڊيائون.
”ها شاعري.“
وراڻيم، ”مان ۽ منهنجي گهر جا ڀاتي جڏهن بک مرندا هئا ۽ دوا بنا درد ۾ ڦتڪندا هئا، تڏهن بہ مونکي مرڻ جو خيال آيو هو، پر شاعريءَ جو خيال نہ آيو هو.“
صفا چٽ پنهنجي مانگر مڇ جهڙي ساٿيءَ کي انگريزيءَ ۾ چيو، ”ڏاڍو چالاڪ آهي.“
مانگر مڇ جو قتل نڪ پڪوڙي جهڙو ٿي ويو. هن پڇيو،
”تہ تون انڪار ٿو ڪرين، تہ تون شاعر ناهين.“
”مان بلڪل سالم دماغ جو انسان آهيان،“ وراڻيم،”شاعرن ۽ افسانہ نگارن ڪي کوپريءَ ۾ خلل هوندو آهي. مان چاڪ چڱو ڀلو آهيان، ۽ پڪوڙا وڪڻندو آهيان.“
”ياد رک،“ صفا چٽ چيو، ”اسان تنهنجو هڪ هڪ جواب نوٽ ڪري رهيا آهيون. ڇا تون شاعر ناهين؟“
”نہ منهنجو پيءُ شاعر هو ۽ نہ مان شاعر آهيان. ۽ نہ ئي منهنجي اولاد مان ڪو شاعر ٿيندو.“
”ڇا تنهنجا شعر رسالن ۾ نہ ڇپيا آهن؟“
وراڻيم، ”مونکي فقط هڪ رسالي جي خبر آهي، جيڪو ڪاغذ جو نہ پر ڏامر جو ٺهيل آهي، ۽ جنهن شعر نہ پر ڪتا نظر

ايندا آهن. آهو آهي حيدرآباد جو رسالا روڊ."

مانگر ميچ چيو، "اسان کي ڪيلڻ جي عادت ڪونهي، تنهنڪري اسان کي اجايو ڪلائڻ جي ڪوشش نہ ڪر."

وراٿيم، "مان گذريل هڪ ڪروڙ سالن کان ڪلي نہ سگهيو آهيان، پين کي ڪيئن ڪلائي سگهندس."

صفا چٽ چيو، "تہ شايد اسان کي سچاتو ناهي."

"نہ،" وراٿيم، "پر ايترو سو سمجهي سگهان ٿو تہ توهان بہ منهنجي ڪهاڻي ختم ڪرڻ آيا آهيو."

صفا چٽ پنهنجي ۽ پنهنجي ساٿيءَ جي واقفيت ڪرائي. مان سندن نالا ۽ عهدا ٻڌي ڏاڍو متاثر ٿيس. ٻئي عالمي جاسوس هئا.

کين پڪ ڏيارڻ خاطر چيم، "توهان ناميارا ڊٽيڪٽو، پنهنجو قيمتي وقت وڃائي رهيا آهيو. مان اقرار ٿو ڪريان تہ مون خودڪشيءَ جو ارادو ڪيو هو، پر مان شاعر نہ آهيان ۽ ايندڙ ست هزار سالن تائين شاعر ٿي نہ سگهندس."

مانگر ميچ چيو، "اسان ٻئي خلائي ستاري جا مشهور ۽ بي‌مثال عالمي جاسوس ٨٠٠ ۽ ٩٠٠ آهيون. اسان جي اک ڪيميرا آهي."

وراٿيم، "سائين، منهنجي فوٽي جو نيگيٽو پازيٽو هوندو آهي، ۽ پازيٽو هميشہ نيگيٽو لڳندو آهي."

"تنهنجيون ڳالهيون بلڪل جپاني شاعرن جهڙيون آهن،" صفا چٽ چيو.

"اسان کي معمولي ماڻهو نہ سمجهہ،" مانگر ميچ چيو، "اسان اُن خلائي ستاري جا باشندا آهيون، جيڪو زمين تي امن امان برقرار رکڻ لاءِ صدين کان گردش ۾ آهي. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ بہ اسان هتي اچي چڪا آهيون. جيڪي بہ انقلابي هندو ۽ مسلمان شاعر زهريلي شاعري ڪندا هئا، تن جا پول پڌرا ڪندا هئاسين ۽ کين ٽيپ ڪارائيندا هئاسين. ١٨٥٧ وارو بلوو اسان جي غير موجودگيءَ ۾ ٿيو هو. اُنهن ڏينهن ۾ اسان آفريڪي حبشين

خلاف مهم سر ڪرڻ ويا هئاسين."

هن هڪ ڀيري ڏانهن ڏنو ۽ پنهنجو سونهري ماضي ياد ڪري گڏگڏ ٿيا. مان حيرت مان سندن حيرت انگيز ڪارناما ٻڌندو رهيس.

صفا چٽ چيو، "جيڪي ٻه باغي شاعر علامتي يعني Symbolic شاعري ڪندا هئا ۽ عوام کي سجاڳ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، اسان تن جا ارادا خاڪ ۾ ملائي ڇڏيندا هئاسين."

مانگر مڇ چيو، "جتي انگريز ڀٽيڪتو ناڪام رهندا هئا، اُتي اسان اهڙا ته ڪارناما ڪري ڏيکاريندا هئاسين، جو انگريز عملدارن کي ڏندين آڱريون پئجي ويندريون هيون."

وراڻيم، "سائين، ڏندين آڱريون اسان ديسي ماڻهو ڏيندا آهيون. انگريز ڏندين ٻرش ڏيندا آهن."

"زبان سنڀالي ڳالهاءِ سچل،" قتل نڪ واري چيو، "تنهنجو رويو جيان جون حدون ٽپي ڇين ۾ داخل ٿي رهيو آهي."

صفا چٽ چيو، "تو عالمي امن خطري ۾ وجهي ڇڏيو آهي. اڄ ڪلهه تون سخت اعتراض جوڳي ۽ انقلابي شاعري ڪري رهيو آهين."

"انقلابي شاعري!" حيرت مان پڇيم.

"ها تون سو في صدي خالص ملحدانه ۽ انقلابي شاعري ڪري رهيو آهين،" عالمي جاسوسن ٠٠٨ ۽ ٠٠٩ ڪورس ۾ چيو.

انقلاب ۽ شاعريءَ جون ڳالهيون ٻڌي، رهيا ڪَهيا گراهڪ ٻه ٻپ وڃان پاڪڙو ڇڏي پيچي ويا. هوٽل ۾ ٻن ٽلهن ۽ مون کان سواءِ عاشق آزاد، ڏٽي بخش عرف ڏنو ۽ قلندر لعل شهباز جو چوهو وڃي بچيا. شاعري، فساد ۽ انقلاب جي بحث جو، قلندر لعل شهباز جي چوهي تي زبردست اثر ٿيو. هو هڪ بينچ تي ليٽي پيو ۽ ڪينوڙي جيتري مٺي، هيئان ڀانهون ڏيئي ٽلهن جون ڳالهيون ٻڌڻ لڳو.

مانگر مڇ چيو، "تو جهڙا انقلابي شاعر سماج دشمن آهن."

چيو، ”جيڪا شيءِ وجود ۾ ٻي ڪونهي تنهن جو مان دشمن ڪيئن ٿيندس.“

”تون سماج جي وجود کان انڪار ٿو ڪرين؟“

وراڻيم، ”گهاٽي جو ٻيو نالو جيڪڏهن سماج آهي، تہ پوءِ مان سماج جي وجود کان انڪار نٿو ڪريان.“

پنهي ٽلهن پاڻ ۾ سرگوشي ڪئي. پوءِ صفا چٽ چيو، ”اسان توکي گرفتار ڪنداسين.“

”ڇو؟“

”ڇو جو تون سچل آهين.“

”مان سچل آهين، آن ۾ منهنجو ڏوهہ ڪونهي. ڏوهہ منهنجي پيءُ جو آهي جنهن منهنجو نالو سچل رکيو آهي،“ جواب ڏنم، ”پر مان پنهنجي پٽ جو نالو ڪوڙل رکندس. جهڙو ديس تهڙو ويس.“

”جيڪي ڪجهہ تنهنجي باري ۾ ٻڌو هئوسين، تون ان کان بہ سرس آهين،“ صفا چٽ ڪجهہ دير کان پوءِ چيو.

”ڇا ٻڌو هيوَ؟“

”تہ تون سڌو سنئون ڪارل مارڪس جي اثر هيٺ آهين.“

”مان مئچ باڪس جي اثر هيٺ آهيان.“

”يعني، تنهنجي شاعري ۾ شعلا آهن. تنهنجي شاعري ساڙيندي آهي!“

ڏٽي بخش عرف ڏنو بحث ۾ ٽپي پيو، ”سائين هي ويچارو ڇا ڇاڻي شاعريءَ ٻاعريءَ مان. هي تہ مستانو آهي، مستانو.“

”ڇا چيئہ، مستانو!“ صفا چٽ رڙ ڪري اٿي بيٺو ۽ پوءِ ويهي رهيو. چيائين، ”مستانو، يعني مست، يعني سر مست، يعني هي سر مست آهي.“

مانگر مڇ چيو، ”ڪيئن! ڦاسي پئين نہ سچل سرمست.“

صفا چٽ چيو، ”اسان کان بچي وڃڻ سولو ڪونهي، مسٽر سچل سرمست.“

چيم، ”مان سچل سرمست ناهيان، سچل پڪوڙائي آهيان. راحت سينيما جي ٻاهران پڪوڙا وڪڻندو آهيان.“

”تون نہ فقط سچل پڪوڙائي آهين، پر سچل چرچائي بہ آهين،“ مانگرمڇ چيو، ”تون اصل ۾ سچل سرمست انقلابي شاعر آهين.“

صفا چٽ هڪدم پڇيو، ”ڀلا ٻڌاء، مذهب جي باري ۾ تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟“

”مذهب!“ پڇيم، ”ڪهڙو مذهب؟ دنيا ۾ گهڻائي مذهب آهن، اسلام، عيسائي، ٻڌ ڌرم ۽ —“

”بس بس بس،“ صفا چٽ ذري گهٽ اٿي بيٺو ۽ ويهي رهيو. سندس منهن مان فتح جو احساس ظاهر ٿيڻ لڳو. چيائين، ”تون سياڻي ڪانو وانگر ٻہ ٽنگو ڦاسي رهيو آهين، سچل سرمست.“

”مونکي توهانجي ڪابہ ڳالهہ سمجهہ ۾ نٿي اچي.“

ٻنهي ٽهڪ ڏنو ۽ مون تان ٺٺولي ڪندي چياڏون، ”ڪهڙو مذهب!“

صفا چٽ چيو، ”تون ڇاڪاڻ جو ڪان مذهب، مسجد، نمازن، پيرن ۽ بزرگن جي خلاف آهين. تون ڪميونسٽ آهين.“

مانگر مڇ هڪدم شعر پڙهيو،

”مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا،
پيرن بزرگن پنڊتن بيحد ڀُلايا،
ڪي نمازون نوڙي پڙهن، ڪن مندر وسايا،
اوڏو ڪين آيا، عقل وارا عشق کي.“

صفا چٽ پڇيو، ”ڇا اهو ملحدانہ شعر تنهنجو ناهي؟“

وراڻيم، ”تيل جي ڪڙائي ۽ پڪوڙن جي گاڏي کان سواء هن دنيا ۾ منهنجو ڪجهہ بہ ڪونهي.“

ڪجهہ دير تائين ٻئي ٽلها خاموش رهيا.

”مسٽر سچل سرمست،“ مانگر مڇ نيٺ ڳالهايو.

”سچل سرمست نہ، مان سچل پڪوڙائي آهيان.“

”O.K،“ هن ڪلندي چيو، ”ڇا تون مسلمان آهين.“

”ها. پڪو.“

”تو کي ڪنهن مسلمان ڪيو آهي؟“

”هان!“

”تو کي ڪنهن مسلمان ڪيو هو؟“

”جي! ڪنهن بہ نہ.“

”ڪنهن بہ نہ؟“

”منهنجو مطلب آهي،“ مان سندس آڏي پڇا آڏو هڪڻ لڳس، ”منهنجو مطلب آهي، مان ڇاڪاڻ ته ڄمڪان مسلمان آهيان.“

”ڦاٽين،“ مانگر مڇ ٽيبل تي مُڪ وهائي ڪئي. چيائين، ”پيهر ڦاٽين، مسٽر سچل سرمست.“

صفا چٽ چيو، ”پنهنجو هڪ بيت پڙهــ

ڪلمي مونکي ڪين ڪيو مؤرڻن مسلمان،
نڪو احمد مبوڪليو عرب کان ايمان،
سچو آهي سبحان، ماڻهن ليکي آدمي.“

مانگر مڇ چيو، ”جنهن ڳالهہ جو اظهار هينئر ڪيو اٿئي، تنهن جو اقرار پنهنجي هن شعر ۾ اڳ ئي ڪري چڪو آهين.“

”ڇا تون اڃان بہ انڪار ٿو ڪرين تہ تون باغي شاعر سچل سرمست ناهين؟“ صفا چٽ پڇيو.

”مان سچل سرمست ناهيان،“ مون احتجاج ڪيو.

”اسان توکي پيهر Catch ڪنداسين،“ مانگر مڇ چيو، ”خبردار تيءُ“، ۽ هن ٻنهي هٿن جون پيڪوڙيل مُڪون ٽيبل تي هٽي ڪيون.

قلندر لعل شهباز جو چوهو چرڪ پري آٽي ويهي رهيو.

صفا چٽ پڇيو، ”اردو ڇاڻين .“

”واهہ،“ وراڻيم، ”هزارين اردو فلمون ڏٺيون اٿم، اڃان بہ اردو نہ ايندي تہ قيامت ڏينهن ايندي.“

”Good،“ هن پڇيو، ”پنجابي ڇاڻين؟“

”ها،“ وراڻيم، ”فردوس منهنجي پسنديده اداڪاره آهي. هوءَ پنجابڻ آهي. سندس پنجابي فلمون ڏسي پنجابي سکي ويو آهيان.“

”يعني تون پنجابي به ڄاڻين.“

”ها.“

”سرائڪي ڄاڻين؟“ صفا ڇٽ پڇيو.

”ثريا ملتانيڪر جون سرائڪي ڪافيون سمجهي ويندو آهيان.“

”يعني تہ سرائڪي به ڄاڻين.“

”ها.“

”فارسي به ايندي اٿئي؟“ پڇيائون.

”ها. پاڪستان جو قومي ترانو سمجهي ويندو آهيان،“ وراڻيم، ”۽ مون کي اها به خبر آهي تہ پوريءَ کي پارسيءَ ۾ عندليب چئبو آهي.“

”واه، واه،“ مانگر ميچ خوش ٿيندي چيو. ”تہ تو کي فارسي به ايندي آهي.“

”ها. ڪجهہ ڪجهہ.“

”هندي ڄاڻين؟“

”ها، لعل پشپ ۽ گني سامتاڻيءَ جا سنڌي افسانا سمجهي سگهندو آهيان.“

”۽ عربي؟“

”ڪلمي جي معنيٰ تشريح سان ايندي اٿم.“

”۽ سنڌي تنهنجي مادري ٻولي آهي؟“ صفا ڇٽ پڇيو.

”ها.“

”ڦاٽين. سچل سرمست ڦاٽين.“ مانگر ميچ ميز تي مڪون هڻندي چيو، ”تون هڪ ئي وقت اردو، پنجابي، سرائڪي، فارسي، عربي، هندي ۽ سنڌي ڄاڻين ٿو. يعني تون ست ٻوليون ڄاڻين ٿو.“

صفا ڇٽ آگر سان منهنجي منهن ۾ اشارو ڪندي چيو، ”تنهنجو پيو نالو شاعر هفت زبان به آهي. ڪيئن، سچل سرمست!“

مانگر ميچ اکيون ڦوٽاريندي پڇيو، ”ڇا ان کان وڌيڪ بہ تون ثبوت گهرين ٿو؟ تون سچل سرمست آهين. سو فـي صدي، خالص ۽ نيچو سچل سرمست آهين.“

مان منجهي پيس. پنهي ٽلهن جا ثبوت پڌي مونکي به ٿورو ٿورو شڪ ٿيڻ لڳو ته مان سچل پکوڙائي نه، پرسچل سرمست هوس.

صفا چٽ چيو، ”تون سابق صوبه سنڌ * ۾ ڪفر، الحاد ۽ ڪميونزم جو پرچار ڪري رهيو آهين.“

”ڪميونزم جو پرچار!“ چيم، ”سائين، مان آنبن جو آچار وجهي رهيو آهيان. توهان ڪي ڪنهن غلط خبر ڏني آهي.“

”اسان ڪان ڪوبه جديد شاعر بچي نه سگهندو،“ مانگرمچ چيو.

صفا چٽ چيو، ”اَج تون گرفتار ٿيو آهين، سپاٽي ڪان هڪ پٺي انقلابي شاعر جي گولا شروع ڪنداسين.“

پڇيم، ”اهو ڪير خوشنصيب آهي جيڪو توهان ڪان بچي ويو آهي؟“

”اوهه! ته تون پنهنجي ساٽي انقلابي شاعر کي سڃاڻڻ ڪان به انڪار ٿو ڪرين!“

”ساٽي! منهنجو ساٽي؟“

”هـا، تنهنجو ساٽي،“ مانگر مڇ چيو، ”ڇـا تـون شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ کي سڃاڻڻ ڪان به انڪار ٿو ڪرين.“

”ڀٽائي!“ مون ڪان ڇرڪ نڪري ويو.

قلندر لعل شهباز جو چوهو اُٿي بيٺو ۽ حيرت مـان ٽلهن جون ڳالهيون پڌڻ لڳو.

”ڪيئن! پنهنجي ساٽيءَ جو نالو پڌي ڇرڪ نڪري ويئه نه؟“ صفا چٽ چيو، ”اسان ڪان ڪوبه بچي نه سگهندو.“

مانگر مڇ چيو، ”اَج سچل سرمست تون گرفتار ٿيو آهين؛ سپاٽي شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو وارو آهي.“

اُن وقت قلندر لعل شهباز جو چوهو مٿو پٽيندو، ڊوڙندو، پاڪڙا هوٽل مان ٻاهر نڪري ويو.

---

* سرڪاري ڳماشتا ون يونٽ جـي خـدا کـي خوش ڪرڻ لاءِ جيئري جاڳندي سنڌ کي سابق صوبه سنڌ سڏيندا هئا.

# خوني رات

هڪ خاموش ۽ اونداهي رات ۾، جڏهن سنڌ تي اوڀر کان ڪارا ڪڪر ڪاهي آيا هئا، ٻه نوجوان هڪ ٻئي کي قتل ڪرڻ لاءِ پنهنجي پنهنجي ڳوٺ کان روانا ٿيا. نه اڳ پاڻ ۾ مليا هئا ۽ نه ئي هڪ ٻئي کي ڏٺو هئائون. ٻنهي فقط هڪ ٻئي جو نالو ٻڌو هو ۽ سرڪشيءَ جا ڪارناما ٻڌا هئا.

هڪ ٻئي کي خون ڪرڻ جو پڪو پهه ڪري، هو ٻئي رات جي تاريڪيءَ ۾ پنهنجي پنهنجي دشمن جي ڳولا ۾ نڪري پيا. ٻنهي کي سنڌوءَ جي ڪپ تي، سُتين جي آستان ڀرسان، سڪي ساڙ ٻيلي وٽ مقابلو ڪرڻو هو.

جمال رائيفل ڪلهي سان لٽڪائي، چلڪندڙ خنجر چيلهه سان ٻڌي، ڪاري گهوڙي تي چڙهي نيڙهيءَ کان روانو ٿيو. جمال جي رواني ٿيڻ جي خبر سڄي ڳوٺ ۾ پکڙجي وئي هئي. جيتوڻيڪ رات جو پهريون پهر وهامي ويو هو، پر تڏهن به ڳوٺ جا مرد ۽ عورتون، ٻار ۽ ٻڍا کيس الوداع ڪرڻ لاءِ نيڙهيءَ ٻاهران، ڏامر جي سخت رستي تي اچي گڏ ٿيا هئا. جمال جڏهن ڳوٺ ٻاهران کوهه وٽ پهتو ته هڪ ضعيف عورت سندس گهوڙي جي واڳ ۾ هٿ وڌو. گهوڙو هڻڪيو. ٿهيو. ذرا ڪنياٺين ته جمال فولادي ٻانهن سان رينن کي سٽ ڏيئي گهوڙي جي هستي مستي مات ڪري ڇڏي.

ضعيف عورت ڪنبندڙ آواز ۾ چيو، ”خالقوءَ جي پيءُ منهنجا ٽي جوان پٽ ماريا هئا. تون مٿي خالقوءَ جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏجانءِ.“

جمال جواب نه ڏنس. خاموش رهيو. اکين ۾ خالقوءَ لاءِ نفرت ۽ حقارت تري آيس. هن گهوڙي کي اڙي هنئين ۽ اڳتي وڌي ويو. ماڻهو اونداهه ۾ سندس منهن تي نفرت جا آثار ڳولي رهيا هئا.

پَريِـرو هڪ اڌڙ عمر جي شخص گهوڙي سان وک کڻندي چيو، ”خالقوءَ جو پيءُ پريل چيچ مان منهنجي ڪنوار ڪٺي ويو هو.“
جمال پنهنجو هٿ اُن شخص جي ڪلهي تي رکي هلڪو زور ڏنو. پنهي هڪ ٻئي ڏانهن نهاريو. اونده ۾ هڪ ٻئي جي منهن تي پيدا ٿيل تاثر ڏسڻ جي ڪوشش ڪياڻون.
اُن شخص چيو، ”منهنجي سيني تي ڏنب آهن، جمال.“
جمال کي ڪاري ململ جي پٽ پڌل هئي. اونده ۾ سندس اکيون ڪيهر جي اکين جيان چمڪي رهيون هيون. هن پٽ کوليندي وراڻيو، ”جيڪڏهن جيئري هوندي، ته مان تنهنجي ڪنوار موٽائيندس.“
ان شخص چيو، ”خالقوءَ جي پيءُ جي ڪاريل رڻ کي مان ڪوهه ۾ اڇليندس.“
جمال وراڻيو، ”اِن ۾ اُن بدنصيب عورت جو ڪهڙو ڏوهه!“
”اسين سنڌي آهيون، جمال،“ اُن شخص گُـوري آواز ۾ چيو، ”اسان پـَلوءَ ڪندا آهيون. منهنجي زال ڪاري ٿي چڪي. مون کي خالقوءَ جو لاش گهرجي يا خالقوءَ جي پيءُ.“
جمال ڪيس جواب نه ڏنو. رين ڍري ڪيائين. گهوڙي ٻه چار وکـون مس کنيون جو هڪ قـداور شخص پيهه مان نڪري جمال جي سامهون اچي بيٺو.
قداور شخص اڳتي وڌندي چيو، ”مونکي سڃاتئين تو جمال؟“
”هائو.“
”خالقوءَ جا ماڻهو منهنجي فصل ساڙي، مال ڪاهي هليا ويا آهن.“
”مون کي خبر آهي،“ جمال وراڻيو، ”مان خالقوءَ جـو لاش گهوڙي جي پڇ سان ڪيلهيندو ايندس.“
جمال گهوڙي کي اڙي هڻي چوٽ چڙهي ڏنو. گهوڙو سنبن سان مٽي اڏائيندو نيڙهي جي پيچرن ڪان پري نڪري ويو.
هجوم مان مختلف آواز آيريا، ”خالقوءَ جو لاش.“
”خالقوءَ جو سر لاهي کڻي اچجانءِ جمال.“

”شل جواني ماڻين جمال، خالقوءَ کي گهوڙي جي سنبن ۾ چڇري ڇڏجانءِ.“

جمال هڪ هٿ سان ٻٽ ٻڌي گهوڙي جي واڳ روهڙيءَ ڏانهن ڪري ڇڏي. گهوڙو رات جي خاموشيءَ جو جگر ڏاريندو، اونده جو سمنڊ جهاڳيندو، اڳتي ڊوڪيندو ويو.

رات جي ساڳي پهر، خالقوءَ بندوق هني سان لڙڪائي ۽ لانگ ورائي پنهنجي اچي، ڪير جهڙي گهوڙي تي چڙهي ويٺو. رڪيب ۾ پير پختو ڪري، ستر تي هٿ ڦيرائي روالور جي ڇيندڙ نالي پاسيري ڪري ڇڏيائين. مٿو اڳهاڙو هوس. ڪلهن تي اجرڪ ويڙهي، گهوڙي کي اڙي هنيائين. گهوڙي جي ڪنڌ جون مشڪون سيٽجي ويون. هڻڪيو. اڳيان سنبن مٿي ڪري، گول دائري ۾ چڪر هڻي، اک ڇنڀ ۾ سانگين جي جهڳين ۽ ڪچن گهرن کي پوئتي ڇڏي ڳوٺ کان ٻاهر نڪري ويو.

خالقوءَ پنهنجين طاقتور ٻانهن سان لغام کي سٽ ڏيئي گهوڙي کي ٻيهاري ڇڏيو.

ڳوٺ ٻاهران مٽيءَ جي دڙن تي ڳوٺاڻا سندس انتظار ڪري رهيا هئا. ڪين اونده ۾ خالقوءَ جو اڇو گهوڙو تاريڪيءَ ۾ ترندو نظر آيو. راڪاس جهڙي خالقوءَ گهوڙي کي مٽيءَ جي دڙن وٽ آڻي ٻيهاريو.

گهڙي ڪن ماڻهن پاڻ ۾ سرگوشي ڪئي ۽ خاموش ٿي ويا. سندن اکين چنيڻ ڇڏي ڏنو. وقت جي ڪنڌ ۾ ڄڻ زنجير پئجي ويو، ۽ وقت حالتن آڏو ڪنڌ نوائي بيهي رهيو. سڀني جون نگاهون خالقوءَ تي کپل هيون.

هجوم مان هڪ عورت ماڻهن کي ڌڪيندي، پاسي ڪندي خالقوءَ جي سامهون اچي بيٺي. خالقوءَ ڏانهس نهاريو. هو اونده ۾ چهرو ڏسي نه سگهيو. عورت چيو، ”تيون ورهيه جمال جي پيءُ منهنجو گهر وارو ماريو هو.“

عورت جو آواز ٻرجي آيو. لفظ نڙيءَ ۾ ڦاٿڙي پيس. خالقوءَ

پانهن سڌي ڪري عورت جي مٿي تي هٿ رکيو. هڪ سڏڪو عورت جي ساهہ سان وچڙندو هليو ويو . عورت سڏڪن ۾ چيو، ”اسان جي شاديءَ کي هفتو ڪن مس ٿيو هو.“

”جمال جو پيءُ جيئرو هجي ها تہ مان جيڪر سندس لاش جا ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيان ها، پيءُ.“ خالقوءَ جي آواز ۾ بيپناهہ نفرت هئي ۽ هو ساڳئي لهجي ۾ چوندو رهيو، ”مان جمال جي لاش جون ٻوٽيون سانگي ڳوٺ جي ڪتن کي کارائيندس. اسان اهڙو پلئہ ڪندا آهيون.“

عورت منهن رئي ۾ لڪائي هڪ طرف هلي ويئي.

خالقو چپ چاپ پڪوڙي اڳتي هليو ويو . هڪ ننڍڙي دڙي وٽان لنگهندي، ڪنهن شخص پنهنجو هٿ خالقوءَ جي گهوڙي جي واڳ ۾ وڌو. گهوڙو ڇرڪيو. ذرا ڪٿڻ تي هو جو خالقوءَ پچڪار ڏيئي مانو ڪيس. هڪ ڪراڙو مرد دڙي تان لهي آيو.

ڪراڙي ڪان اکر نٿي آڪليو. ڪجهہ دير خاموش ويهڻ کان پوءِ، هن خالقوءَ جي ڪلهي ۾ هٿ وجهي کيس ڇڪي هيٺ ڪيو، ڄڻ تہ ڪجهہ رازداريءَ ۾ چوڻ ٿي چاهيائينس. خالقوءَ پنهنجو منهن ڪراڙي جي منهن پرسان ڪري ڇڏيو.

نيٺ ڪراڙي ڪنبندڙ آواز ۾ ڳالهايو، ”مان بيشرم آهيان جو اڃان بہ جيئرو آهيان. جمال منهنجي عزت ۾ هٿ وڌو، مان اڃان بہ پيو ٽڪيان.“

خالقوءَ جي لوںءَ لوںءَ ڪانڊارجي وئي. چيائين، ”تو بہ تہ پنهنجي ڌيءَ جو خون ڪري ڇڏيو.“

”هوءَ ڪاري هئي خالقو،“ پوڙهي کيس رهڙيندي چيو، ”منهنجن پوڙهن هٿن مونسان دغا ڪئي، نہ تہ جمال کي بہ ڌڏي تي ماري وجهان ها.“

خالقو ڪلهو ڇڏائي سنئون ٿي ويٺو. ڪراڙي چيس، ”مون کي جمال جو لاش آڻي ڏي، خالقو.“

خالقوءَ کيس جواب نہ ڏنو. سندس ڪلهي تي همدرديءَ

وچان هٿ رکي، اڳتي وڌي ويو.

پوئين ڏڙي وٽ ڳوٺ جي مرشد سائين خالقوءَ کي ترسايو. چيائينس، ”اڙي اهو جمال مون سيد مان بہ نہ مڙيو. منهنجو سمورو فصل ساڙائي ڇڏيائين.“

”دل نہ لاهہ سائين،“ خالقوءَ کيس دلداري ڏيندي چيو، ”جيستائين هن ڳوٺ جو ٻچو ٻچو جيئرو آهي، تنهنجي جهولي خالي نہ ٿيندي.“

”مون کي دولت نہ، جمال جو لاش گهرجي.“

”فڪر نہ ڪر سائين،“ خالقوءَ وراڻيو، ”مان جمال جو لاش آڻي تنهنجن قدمن ۾ اڇليندس.“

مرشد گدگد ٿيو، چيائين ”ڀلي مون کان تعويذ تڙ بہ وٺي وڃ، فتح پائيندين.“

خالقوءَ وراڻيو، ”اڄاڻ منهنجن پانهن ۾ جمال کي چلڻ جي طاقت آهي.“

خالقوءَ جو جواب ٻڌي ڳوٺاڻن جي پيرن هيٺان ڌرتي نڪري ويئي. ڪنهن صلاح ڏنس، ”ڪفر ٿو بڪين خالقو، تعويذ وٺي وڃ.“

۽ جڏهن خالقو تير وانگر پيهہ وٽان لنگهي ويو، تڏهن سندس ڪن تي ڪنهن عورت جو آواز پيو، ”بدزبان خالقو تعويذ وٺي وڃ، نہ تہ توبن نہ موٽندين.“

خالقوءَ پنهنجي گهوڙي جو رخ روهڙيءَ ڏانهن ڪري ڇڏيو.

ڪائنات جي اونده کان وڌيڪ پنهي جوانن جي دل ۾ نفرت ۽ حقارت جي اونده هئي. چپ ڏندن ۾ پڪوڙيل ۽ سڄي بدن جون مشڪون وتجي سڄي لوهہ ٿي ويون هئن. اکيون دشمن جي وجهہ ۾ کتل هئن. رفتار قائم رکڻ لاءِ گهوڙن کي اڙيون هڻي رهيا هئا. گهوڙن جون ناسون ڦونڊارجي ويون هيون. پنهنجي پڇ ويان سنبن سان مٽيءَ جا ڪڪر اڏائيندا، سرڙاٽ ڪندا، منزلون ماريندا وياهہ گهوڙا اڻين ٿي آيا پيانهہ وڃ جو چمڪاٽ هئا. چڻ تہ انساني نفرت حيواني رڳن ۾ بہ شامل ٿي رهي هئي.

جمال پنهنجي گهوڙي کي ٻيرلوءَ وٽ ساهي پٽائي. گهوڙي سان گڏ پاڻ بہ سهڪي رهيو هو. پاڻ مسجد جي مٿ مان ٽين جو ڊٻو ڀري يڪ ساهي پي ويو. قميص جي ٻانهن سان وات اُگهي، شهپرن تي هٿ ڦيري گهوڙي کي ڪنڌ تي ٺڪي ڏنائين. سندس هٿ گهوڙي جي ڪنڌ مان ٺمندڙ پگهر ۾ آلو ٿي ويو. گهوڙو هڻڪيو. اونده ۾ منهن ورائي مالڪ کي ڳولڻ لڳو. جمال گهوڙي کي واڳ کان ورتو ۽ ڪسيءَ تي آڻي ٻيهاريائينس. گهوڙي پنهنجو وات ناسن سميت ڪسيءَ جي پاڻيءَ ۾ وجهي ڇڏيو.

جمال ڪلهي تان رائيفل لاهي هٿ ۾ جهلي. آرس موڙي بدن جو ٿڪ ڀڃائين. رائيفل تي هٿ جي گرفت مضبوط ڪري ٻي هٿ جون آڱريون رائيفل جي ناليءَ تي ڦيرائڻ لڳو. هزارين خيال ڪن ۾ آيا ۽ سندس ذهن کي ٻاهه ڏيندا هليا ويا. خالقوءَ کي گولين سان ڇيهون ڪري ڇڏڻ جو جذبو ٻين جذبن تي حاوي پئجي ويس. سندس آڱريون رائيفل جي ٽرگر تي رڪ وانگر ڄمي ويون. خالقوءَ جي تصوير تصور ۾ ظاهر ٿي بيٺس. سندس نگاهون تصور جي دائرن کي ڇنبڙي پيون. تڏهن اوچتو، جمال رائيفل جو رخ آسمان ڏانهن ڪيو ۽ ڀورين آڱر کپ ڪاڏل ٽرگر تي ڪپائي ڇڏيائين. سندس ڏوري جون مشڪون ٽڙڪڻ لڳيون. هڪ گولي زوڪات ڪندي رائيفل جي ناليءَ مان نڪتي ۽ ڪڪرن جي ڪارن تهن مان پار هلي وئي. اونداهن وڻن تي ويٺل پکين ۾ ٽاڪوڙ پئجي ويو ۽ ڳوٺ جا ڪتا ڀونڪڻ لڳا. جمال ڇرڪيل گهوڙي تي لانگ ورائي ويٺو ۽ هوا وانگر ٻيرلوءَ کان ٻاهر هليو ويو. پٺيان، اونده ۾ ڪيتري دير تائين پکي وڻن جي ٽارين سان و چڙندا رهيا ۽ پرڙا ڦڙڪائيندا رهيا.

جمال اونده جا پاٽ ڦاڙيندو اڳتي ڌوڪيندو ويو. ڪروڌ ۾ سندس ڏند ڪڙڪندا ويا. جيل جي پٽ وٽان ڦيرو ڪاڏائين تہ سکر بيراج جي بتين جي روشني اکين ۾ اچي لڳس. گهوڙو ڌورو ڇرڪيو. ڌهيو. ڪچو ڇڏي پڪي سڙڪ تي چڙهي آيو. سنبن جي آواز تي

ڀهراڙيءَ جا ڪتا ڀونڪڻ لڳا. جيل جي در تي ڪونگهرا هڻندڙ سپاهي خبردار ٿـي بيٺو. جمال لغام کي سٽ ڏيئي گهوڙي کي ڪچي ۾ لاهي ڇڏيو. بيراج جون بتيون ڪيس ويجهو پوندي نظر پي ويون. بيراج ۽ روهڙيءَ ڪان ايندڙ بند جي وچ ۾ هڪ سپاهي ڪرسيءَ جي ٽيڪ سان متو ٽيڪي ننڊ ۾ الـوٽ پيو هو. رائيفل سندس پاسي ۾ ڏامر جي رستي تي پئي هئي. بـراج روڊ وٽ ڪچو ختم ٿي ويو. جمال گهوڙي جي رفتار ڍري ڪري ڇڏي ۽ روشنيءَ کان بچندو، پاڇن ۾ لڪندو بيراج ڏانهن وڌڻ لڳو.

سنڌو درياهہ بيراج جي درن سان لڙ ڪري رهيو هو. بيراج جي ڀهرين وراڪي وٽ جمال اوچتو ڏي اوچتو گهوڙي کي اڙي وهائي ڪڍي. گهوڙي ڇال ماريو. جمال واڳ روهڙيءَ ڏانهن ورائي ۽ تير وانگر سپاهيءَ وٽان لنگهي ويو. سپاهي ڇرڪ ڀري اٿي بيٺو. جيستائين اکيون مهٽي رائيفل ۾ هٿ وڌائين، تيستائين جمال نارا ڪينال ٽپي ٻڙن جي گگهہ اونده ۾ گم ٿي ويو.

سنڌوءَ جي ڀرئينءَ ڀر جيتوڻيڪ سکر جي بندر جون بتيون ٽمڪي رهيون هيون، روهڙيءَ جي رستي تـي هيبتاڪ اونده هئي. ڀرلوءَ کان نڪرندي بہ جمال آسمان تي ڪارا ڪڪر ڏٺا هئا، پر اونده ايڏي نہ هئي جو هٿ هٿ کي نہ ڏسي سگهي. پر نمر، ٻڙن ۽ پپرن جي گهاٽن وڻن هيٺان لنگهندي ڪيس سچ پچ اونده ۾ پنهنجو هٿ بہ ڏسڻ ۾ نہ آيو. سندس ساڄي هٿ تي قاضين ۽ قريشين جا باغ هئا جن ۾ بيٺل کجيون چٽڪيرن ڪڪرن جي پس منظر ۾ راڪاسن وانگر واءُ ۾ جهڙ وار کولي لڏي رهيون هيون. ڪنهن ڪنهن وقت، رکي رکي ڪو ٽانڊاڻو ٽمڪيو ٿي ۽ وري ٻاٽ اونده ٽانڊاڻي جي جوت گرڪائي پي ڇڏي.

جمال پنهنجي گهوڙي جي رفتار ڍري ڪري ڇڏي. ايڏي اونده ۾ ڪيس پنهنجو ساهہ ٻوساٽجندو محسوس ٿيو. هن پٺيءَ جو ڪنڌو سنئون ڪري ٻہ چار اونها ساهہ کنيا. ائين ڪرڻ سان ڪيس جڪڙيـل سيني ۾ سڪون محسوس ٿيو. سندس ذهـن مان اڻيڪ

خيالن جو نہ ڪٽندڙ سلسلو ڦٽي نڪتو. ڳوناڻن جا جملا سندس دماغ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پڙاڏا ڪرڻ لڳا. ۽ پوءِ ڪيس خالقوءَ جو خيال آيو. ڪيئن هوندو؟ سوچيائين. ڪن ۾ هڪ قوي هيڪل جوان سندس نگاهن ۾ تري آيو. جمال پنهنجي رائيفل ۾ هٿ وڌو. خالقو قداوز آهي، سندس سينو ويڪرو آهي، هن پڪيو، مانِ هڪ گوليءَ سان سندس دل چٽي ڪيس آڦٽ ماري سگهان ٿو! ير ڇو؟ هن پاڻ کان پڇيو. ٻئي لمحي پاڻ کي پاڻ جواب ڏنائين، اسان سنڌي آهيون، صدين جا پلوءَ ڪندا آهيون. خالقوءَ جي پيءُ جي ڪئن ڪرتوتن جي سزا خالقوءَ کي پيو ڳٽي پوندي؛ هن سوچيو. خيالن ۾ ڳالهايائين ۽ ڳالهائيندو رهيو.

جڏهن وڻن جي اوٽ کان لينڊس ڊائون پل جون بتيون ظاهر ٿيون، تڏهن جمال پنهنجو رات جهڙو ڪارو گهوڙو هڪ وڏي ٻڙ جي اوٽ ۾ بيهاريو. سامهون، ڪانئس سڏ پنڌ تي سڪو ساڏ پيلو هو. جمال ڪجهه دير تائين ساهه روڪي سڪي ساڏ پيلي جي ڊنل ڪونئن ڏانهن چتائي ڏسندو رهيو. گگهه اونده ۾ ڪيس ڪجهه بہ ڏسڻ ۾ نہ آيو. ڪجهه دير دم پچائي هو خالقوءَ جي سڏ جو انتظار ڪندو رهيو. سندس ڪن ڪنهن آواز لاءِ واجهائڻ لڳا. تڏهن اوچتو اونده ۾ ڪجهه سڪل پن ڪڙڪيا ۽ پري پيا.

جمال هڪدم پنهنجو هٿ رائيفل ۾ وجهندي چيو، ”خالقو، مڙس وانگر مقابلو ڪجانءِ.“

جواب جو انتظار ڪيائين. جواب نہ مليس. سندس دل ۾ شڪ جاڳيو. خالقوءَ کي هرهڪ وڻ جي اوٽ ۾ لڪل محسوس ڪيائين. سندس لونءَ لونءَ ڪاندارجي ويئي. سڪل پنن جي پيرڻ جو آواز پيهر سندس ڪن تي پيو. ڪنهن چڻ سنڀالي وک کنئي هئي.

”متان پاڙي ٿيو آهين، خالقو.“ هن رڙ ڪري چيو. ڪيس جواب نہ مليو. سندس شڪ پختو ٿي ويو. دو کي جي پڪ ٿي ويس. سمجهيائين تہ سامهون اچي مڙس وانگر مقابلو ڪرڻ بدران خالقو لڪي ڇپي مٿس وار ڪندو. بچاءَ لاءِ سامهون ويڪرو ٿڙ هوس،

پر سندس پٺ خالي هئي. هر لمحي پٺيءَ ۾ خنجر لڳڻ جو احساس ويس ٿي وڌندو.

تڏهن، هن ساڄ پيلي جي ڊنل ڪوئين ۾ لڪي ويهڻ جو فيصلو ڪيو. گهوڙي جو منهن ساڄ پيلي ڏانهن ڪري، پير رڪيب ۾ پختا ڪري هن، چپن ۾ ڪجهه چيو ۽ پوءِ گهوڙي کي ڪپائي اڙي هنيائين. گهوڙي جا چارئي سنب ڌرتيءَ تان کڄي ويا. اڪ چنب ۾ گهوڙو سڪي ساڄ پيلي جي ٻاهرين پٽ وٽ وڃي پهتو. ان کان اڳ جو جمال گهوڙي جي رفتار گهٽ ڪري، گهوڙي جون اڳيون ٽنگون ڪنهن شي سان وچڙيون. گهوڙي ٿاپو کاڌو. جمال جا ٻئي پير رڪيب مان نڪري ويا. اڇل کائي پٽ جي پرسان وڃي ڪريو. ٻي لمحي گهوڙي ڪنڌ تي قلابازي کائي، جمال جي پرسان اچي ٺهڪو ڪيو.

جمال جي هٿ مان رائيفل ڇڏائجي وئي، ۽ ڪرڻ ڪري هڏ گڏ ساٿو تي پيس. ڪجهه دير هو اونده ۾ تارا ڦاڙي حيرت ۽ ڪاوڙ مان خالقوءَ کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو، پر کيس ڪجهه به ڏسڻ ۾ نه آيو. تڏهن، هن ٻئي ٺونٺيون ڌرتيءَ تي رکي پاڻ کي مٿي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اوچتو هڪ وزني پير بوٽ سميت سندس سيني تي لڳو ۽ هو موٽي وڃي ڌرتيءَ سان لڳو. سور پچائي، هٿ وڌائي چيلهه سان ٻڌل خنجر ڪڍڻ چاهيائين. ان کان اڳ جو سندس هٿ خنجر تائين پهچي، کيس مغز تي بندوق جو ڪنداڪ لڳو ۽ سندس ٻئي پانهون تڪليف جي احساس ۾ مٿيءَ ۾ ڄمي ويون. هڪ سٽ سان سندس چيلهه مان خنجر نڪري ويو.

”مونسان ويساگهاتي ڪئي اٿئي خالقو،“ جمال خارن مان چيو. جواب ۾ ڪنداڪ وات تي لڳس ۽ سندس وات مان رت ريلا ڪري وهڻ لڳو.

مهارن ۽ ڇچريل چپن مان خون نڪرندو، واڇن وٽان وهندو، جمال جي ڪنڌ تي ڪرندو رهيو. سندس سڄو وات رت سان ڀرجي ويو. هن ڪنڌ ورائي رت جي گرڙي ڪئي.

قميص جـي پـانهن سان وات اُگهندي چيائين، ”مـونکي سولائيءَ سان ماري نہ سگهندين.“
كيس جواب نہ مليو.
جمال پاسو ورائي متيءَ تي اونڌو ٿي سمهي پيو. ڪجهہ دير ساهہ پٽي، سموري طاقت ميڙي هٿ جـي ترين تـي پاڻ کي متي ڪيائين.
اوچتو زور سان كيس ڪک واري لت لڳي. هو درد ۾ پيٽو ٿي ويو. گوڏا وچي ڇاتيءَ سان لڳس. اکين ۾ ترورا نچـڻ لڳس. ساهہ سيني ۾ رهجي ويس. بدن ساڻو ٿيندو محسوس ڪيائين. دماغ پنواڻيون کائڻ لڳس. ان عذاب ۾ فقط ايترو محسوس ڪيائين، تہ سندس هٿ رسيءَ سان ڪشجي ويا ۽ كيس اُٿاري، هڪ ڪوٺيءَ جي در تائين آندو ويو. ڪوٺيءَ جـي در جا طاق نڪتل هئا. در کي بند ڪرڻ لاءِ هڪ پراڻو صندل استعمال ڪيل هو. صندل کي سوري كيس ڪوٺيءَ ۾ اندر ڌڪيو ويو.
در جي چانئٺ سان وچڙندو، هڪ انساني جسم تان ٿڙندو، جمال سڌو وڃي پٽ سان لڳو.
هڪ هلڪي دانهن اونده ۾ اُڀري ۽ خاموش ٿي وئي. پٽ کي ٽيڪ ڏيئي جمال ڪوٺيءَ جي ڇت ڏانهن ڏٺو. ڪوٺيءَ کي ڇت نہ هئي. مٿان جبل جهڙا ڪارا ڪڪر آسمان کي ڇنبڙي پيا هئا. ڪڪرن تـان نگاهون هٽائي. ڪوٺيءَ ۾ نهاريائين. اونده ۾ كيس ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ آيو. تڏهن، اوچتو كيس پٽي شخص جـو خيال آيو جيڪو ڪوٺيءَ جي وچ ۾ فرش تي پيو هو ۽ جنهن سان وچڙندو پاڻ پٽ سان وڃي لڳو هو.
آهستي پڇيائين، ”ڪير آهين؟“
”تون ڪير آهين؟“ اجنبيءَ جواب بدران سوال ڪيو.
”مان واڌهڙو آهيان،“ جمال ورائيو، ”۽ تون؟“
”مان مسافر آهيان.“
ٻئي خاموش رهيا. ڪنهن بہ نہ ڳالهايو. اونده ۾ جمال اُن

شخص کي فرش تان اٿندي محسوس ڪيو ۽ پوءِ اهو شخص پٺ کي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيو.

جمال جي رڳ رڳ ۾ خالقوءَ لاءِ نفرت ڊوڙي رهي هئي. حقارت جي شدت ڪري سندس لونءِ لونءِ مان پگهر وهي رهيو هو. سوچيائين، خالقوءَ کي وار جو وجهه نه ڏئي ها- اٿيئي وڻ جي اوٽ ۾ لڪل هجي ها. پر کيس اها خبر نه، هئي ته معرڪي لاءِ مقابلو سڏائي خالقو اهڙي مڪار نموني کيس دوکو ڏيندو. هن پنهنجي ساءِ خيالن ۾ خالقوءَ جون بوٽيون ڇپاڙڻ لاءِ ڏند ڪرٽيا.

”۽ هو ڪير آهي؟“ اجنبيءَ جي آواز تي جمال جي سوچ ويچار جو سلسلو ٽٽي پيو.

”ڪير؟“

”جنهن اسان ٻنهي سان هيءَ جٺ ڪئي آهي.“

”الاءِ.“

”تون نٿو سڃاڻينس ڇا؟“

”نه،“ جمال وراڻيو، ”سڪي ساڳ ٻيلي وٺ ڏاڙا لڳندا رهندا آهن. هوندو ڪو ڏاڙيل.“

جمال آواز جي آڌار تي اجنبيءَ جي پير ۾ وڃي ويٺو. سندس هڏ هڏ سور ۾ چور هو. بدن مان ٽڙڪاٽ پئي نڪتس. قميص جي ٻانهه سان چپن مان ٽمندڙ رت اگهي ڇڏيائين. ويٺي ويٺي، پنهنجا زخم وساري، کيس اجنبيءَ تي رحم آيو. وڙهن شينهن لتاڙجن ٻوڙا- ويچارو مفت ۾ مارجي ويو! خالقوءَ جي ذلالت کي بيگناهه اجنبيءَ جي موجودگيءَ پختو ڪري ڇڏيو.

”اڌ رات جو ڪيڏانهن وڃي رهيو هئين؟“ اجنبيءَ کانئس پڇيو.

جمال جي سيني ۾ دل ٻال وانگر اُڇل ڪاڏي. هو ان سوال لاءِ بلڪل تيار نه هو. ڳالهه ٽاهڻ لاءِ چيائين، ”بيدل سائينءَ جي درگاهه تي سلام ڀرڻ نڪتو هوس.“

”هن مهل؟“

”ڇو؟ سلام ڀرڻ لاءِ به وقت مقرر آهي ڇا؟“
اجنبي جواب ڏيئي نه سگهيو. جمال ورائي پڇس، ”۽ تون اڌ رات جو ڪيڏانهن نڪتو هئين؟“
”مان سکر وڃي رهيو هوس.“
ڪوٺيءَ ۾ ماٺ مسلط ٿي ويئي. جمال جي دل ۾ شڪ جاڳيو ۽ سمهي پيو.
”ڇتيل آهين؟“ اجنبيءَ جي آواز ٿي هن ڪن ڪڙا ڪيا.
”ڇا ڇيءَ؟“
”ڏاڍو زخمي آهين ڇا؟“
”نه.“
”مون آواز ته ڏاڍا ٻڌا هئا.“
”ڇين مان زت بند نڻو ٿئي،“ جمال ورائيو.
”ڏسان.“ اجنبي جمال ڏانهن سري ويو. تڏهن ڪجهه سوچي هلڪو ٿهڪ ڏيندي چيائين، ”اونده ۾ ڪيئن ڏسي سگهندس.“
”ڪُڪ ۾ چينڊڙ سور محسوس ڪري رهيو آهيان. ڏس، پاسري پيچي ته نه پئي آهي.“
”منهنجا ٻئي هٿ ٻـڌل آهـن،“ اجنبيءَ ورائيو، ”منهنجا هٿ کول ته ڏسانءِ.“
”منهنجا هٿ به ٻڌل آهن. ڪيئن کوليانءِ.“
”ڏندن سان.“
”منهنجا ٻئي چپ رتوڇاڻ آهن.“
”ڏي ته اول مان تنهنجن ٻانهن تان رسي کوليان.“
جمال اونده ۾ تاڦوڙا هڻي، پنهنجا ٻئي هٿ اجنبيءَ جي گوڏن تي رکيا. اجنبيءَ ٿوري ڪوشش سان جمال جي ٻانهن تان ڏندن سان رسي کولي ڇڏي.
جمال پنهنجيون ويڙهيون ٻهڻيون. اونده ۾ پنهنجي محسن ڏانهن ڏسڻ جي ڪوشش ڪيائين، پر ڪيس ڏسي نه سگهيو. آزاديءَ جي احساس ۾ سندس دل احسان جي جذبن سان ڀرجي وئي. ڪجهه

دير خيالن ۾ غرق ٿي ويو. پاڻهون آجيون ٿيس تہ ڇڻ ٻوساٽيل روح ۾ تازگي موٽي آيس. زخمن جو عذاب ڪانئس وسري ويو. دل چاهيس تہ هڪدم صندل پري ڪري، ٻاهر نڪري خالقوءَ جو مٽڪو ڀڃي ڇڏي. ڪيس پيٽ ۾ ايتريون تہ لتون هڻي جو آنڊا پاسرين ڪان ٻاهر نڪري وڃنس.

”مونکي نہ ڪوليندين؟“ اجنبيءَ سندس خيالن جو سلسلو ٽوڙي ڇڏيو.

”ها ها، ڇو نہ!“ جمال سمت ۾ ايندي وراڻيو ۽ جهٽ پٽ اجنبيءَ جي ٻانهن ۽ ويڙهين تان رسي ڪولي ڇڏيائين.

اجنبيءَ پنهنجن ٻانهن کي هوا ۾ اڇل ڏني. ٻانهون ڦيرائي، پٺيءَ جي ڪنڌي وٽ آڻي ڏورن ڪي سٽ ڏئي ٽڪ لاتائين. سندس ٻانهن تان رسيون ڪوليندي، جمال محسوس ڪري ورتو، تہ اونداهي ڪوٺيءَ ۾ سندس ساٿي بيحد طاقتور ۽ سگهارو هو. ڪانئس رهيو نہ ٿيو. اجنبيءَ ڪان پڇيائين، ”توکي سولائيءَ سان تہ سوگهو ڪري نہ سگهيو هوندو.“

اجنبيءَ ڪيس جواب نہ ڏنو. سندس هٿ ڪولي، موڪري ريگمال جهڙي هٿ ۾ جهلي، پنهنجي ڪنڌ ۽ ڪياڙيءَ تي رکيائين. جمال ڪان ڇرڪ نڪري ويو. جمال جون آڱريون انچ ڪن اجنبيءَ جي ڪنڌ ۾ لهي ويون.

اجنبيءَ چيو، ”مان هن شخص جو خون ڪندس.“

جمال جي دل خوشيءَ سان ٽمٽار ٿي وئي. هڪدم وراڻيائين، ”مان بہ ڪيس قتل ڪري سندس لاش گهوڙي جي سنبن ۾ ڇچري ڇڏيندس.“

ٻنهي هڪ ٻئي کي اول ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. ڏسي نہ سگهيا تہ هڪ ٻئي جي وجود کي هٿ لائي محسوس ڪيائون. سندن هٿ پاڻ ۾ جڪڙجي ويا. جذبي ۽ خيال جي هڪ جهڙائيءَ کين پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو.

جمال اجنبيءَ ڪان پڇيو، ”تنهنجو نالو ڇاهي؟“

اجنبي هڪيو. جواب ۾ ترسيو. نيٺ وراڻيائين، ”مان عالمو کوسو آهيان. ۽ تون؟“

”مان ڪمال جکراڻي آهيان.“ جمال هڪدم وراڻيو.

”ڪُڪ ڪيئن تو پاتئين؟“

”سور آهي.“

”ڏسان؟“ اجنبيءَ جمال جي ڪک تي هٿ رکي، هلڪو زور ڏيندي چيو، ”ڪک پگهل ناهي.“

”پر سور ڏاڍو آهي.“

اجنبيءَ پنهنجي اجرڪ جمال جي چيلهہ ۽ ڪُک تي ويڙهندي چيو، ”توکي ذري گهٽ ماري وجهي ها ظالم.“

جمال وراڻيو، ”مان سولائيءَ سان مرڻ جو نہ آهيان دوست.“

اجنبيءَ کي جمال جو جواب پسند آيو. سندس ڪک مهٽيندي پڇيائين، ”گهڻا پار اٿئي؟“

”اِچا پرڻيو نہ آهيان.“

”پرڻيو نہ آهين!“

”نہ.“

”ڇو؟“

”جنهن سان پرڻجڻ چاهيم ڏي سا ٿي نہ رهي تہ پرڻجڻ ڇا جو.“ جمال جو آواز ڳورو ٿيندو ويو.

”ڪيئن.“

جمال ڳيت ڏيئي خشڪ نڙي آلي ڪئي. هڪ اونهو ساهہ کڻي خاموش ٿي ويو. جيڪي ڇوٽو هوس، ڇئي نہ سگهيو.

”ڇو، ڇا ٿيو؟“ اجنبيءَ وراڻي پڇيو.

تڏهن جمال وراڻيو، ”جنهن سان پرڻجان ها، تنهن کي ساري ڪوهہ ۾ آچلائي ڇڏيائون.“

اجنبيءَ جي وات مان هلڪو آواز نڪتو، ”ڇو؟!“

”هوءَ موڻتي ساهہ ڏيندي هئي.“ جمال جي آواز مان درد ڏمي نڪتو.

”مائٽن کان سدو سنئون سڱ ڇڪائين ها.“

”ڪهڙيون ڳالهيون ٿو ڪرين دوست،“ جمال ڀريل آواز ۾ ڳالهايو، ”ٻنهي خاندانن ۾ صدين کان نفاق هلندو اچي. اسين سنڌي صدين جا وير وٺندا آهيون. هڪ ٻئي کان پلوءُ ڪندا رهندا آهيون.“

”پلوءُ!“

”ها، پلوءُ.“

۽ پوءِ، پهر ڪن ٻئي پيٽ سان مٿو لڳائي، اکيون بند ڪري، ڪجهه سوچيندا رهيا. ڪو مشڪل مسئلو حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا. ماحول جي خاموشيءَ ڪي ڪنهن ڪنهن وقت. بندر تان لنگهندڙ مال لاريون چيريندي اڳتي وڌي ٿي ويون. پا، رکي رکي ڪجهه سڪل پن هوا ۾ منتشر ٿي، کڙڪا ڪري، خاموش ٿي پئي ويا.

اجنبيءَ اکيون کولي آسمان ڏانهن ڏٺو. ڪڪر منتشر ٿي رهيا هئا. هن هٿ وڌائي سٿر سان ٻڌل روالور کولي ورتو. اونده ۾ روالور تي آڱريون ڦيرائي، پوءِ جمال ڏانهن وڌايائين. ڌاريڪيءَ ۾ روالور جي نالي جمال جي سيني سان وڃي لڳي.

جمال پنهنجي مٿ روالور جي ناليءَ ۾ وجهندي حيرت مان پڇيو، ”هي ڇاهي!“

”روالور.“

”سو تہ مان بہ پيو محسوس ڪيان. پر تو ڪٿان آندو؟“

”منهنجي سٿر سان ٻڌل هو،“ اجنبيءَ وراڻيو، ”جنهن دشمن مونسان دوکو ڪيو آهي، تنهن جي سيني ۾ هن روالور جون اڌ ڊزن گوليون لاهي ڇڏيندس.“

جمال جي بدن مان سيسڙاٽ نڪري ويو. سندس مٿ روالور ۾ قابو ٿي وئي. سندس ذهن ۾ شڪ جا ڪرڻا روشن ٿي اجهامندا ويا.

هو ويچارن ۾ ويڙهيل هو جو اجنبيءَ چيس، ”تون منهنجي

پٺيءَ تي پير رکي، پٽ ٽپي پچي وڃ.“

”۽ تون؟“

”مون وٽ روالور آهي. مان جيستائين پنهنجي دشمن کي ماري ماٺ نه ڪندس هتان نه ويندس.“

”مان به جيستائين سندس لاش گهوڙي جي سنبن ۾ نه لتاڙيندس هتان نه ويندس،“ جمال ڏند ڪرٽيندي ڳالهايو.

ڪجهه دير تائين ٻنهي ڇڻ نه ڳالهايو.

جمال چيو، ”صبح جو اسان ٻئي گڏجي ڪيس قتل ڪري ڇڏينداسين.“

”ها، هو اسان ٻنهي جو دشمن آهي،“ اجنبيءَ ورائيو، ”تون روالور سنڀال؛ منهنجي شايد اک لڳي وڃي.“

جمال اجنبيءَ کان روالور وٺي پنهنجي هٿ ۾ جهليو. ٻئي ڄڻا پير پٿاريو، پٽ کي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيا. ويٺي ويٺي صبح ٿي وين. پکي ٻوڙا هٽي آکيرن مان آڏامي ويا.

۽ پوءِ جڏهن سج جا پهريان ڪرڻا ڪچين تي پيا، جمال اجنبيءَ کي ٻانهن کان وٺي ڏونڌاڙيندي چيو، ”صبح ٿي ويو؛ ان کان اڳ جو هو اندر اچي اسان ٻنهي کي ماري وجهي، اسان ئي ٻاهر نڪري ڪيس قتل ڪري ڇڏيون.“

ٻئي ڄڻا اٿي ويٺا. روشنيءَ ۾ پهريون دفعو هڪ ٻئي کي ڏسڻ کان پوءِ ٻنهي جي منهن تي مرڪ تري آئي. هڪ ٻئي ڏانهن ڏسندا رهيا.

”اونده اسان کي انڌو ڪري ڇڏيو هو،“ جمال چيو.

اجنبي ڪجهه چوڻ تي هو جو ٻاهر سڪل پنن پُرڻ جو آواز ٿيو، ٻئي ڄڻا پٽ سان لڳي، ساهه روڪي ويهي رهيا. جڏهن گهڻي وقت تائين ڪوٺيءَ جي در وٽان صندل سرڻ جو آواز نه آيو، تڏهن ٻئي ڄڻا پير ۾ ڪٺندا صندل وٽ اچي ويٺا.

اجنبيءَ چيو، ”مان صندل کي وٽ ڪندس، تون دشمن تي گوليون هلائيندو سڌو وڃي سنڌوءَ ۾ گهٽ هڻجانءِ.“

"۽ تون؟"

"مان باغن مان نڪري شاهہ مقصود جي جبل وٽان ٿيندو اڳتي پيچي ويندس."

"۽ پوءِ." جمال جي سوال تي اجنبيءَ ڏانهس ڏٺو.

"زندگي رهي تہ ڪٿي نہ ڪٿي ضرور ملنداسين."

جمال صندل ڏانهن منهن ڪري، رَوالور سڌو ڪري بيهي رهيو. اجنبيءَ صندل سورڻ لاءِ پنهنجا هٿ صندل ۾ وڌا ۽ منهن ورائي جمال ڏانهن ڏٺو. پنهي جي دل ۾ پويون دفعو هڪ ٻي کي پاڪر پائڻ جي تمنا جاڳي اٿي.

اجنبيءَ صندل ڪُسي وٺ ڪئي. باغن ۾ اڃا پهريان ڪرڻا ڪريا هئا. هڪ راڪاس جيڏو پاڇو ڪونيءَ جي در پاهران سڪل پڻن تي پيو هو. جمال پاڇو ڏسندي چيو، "انسان آهي يا آفت."

"اسان ٻئي دنيا جي هر آفت کان ڏاڍا آهيون،" اجنبي ورائيو.

اجنبيءَ وٺ ويڪري ڪري ڇڏي. ٻنهي جون نگاهون پاڇي تي ڪتل هيون.

جمال آهستي چيو، "هيءُ پڪ خالقو آهي."

"تون خالقوءَ کي ڪيئن سڃاڻين؟" اجنبيءَ جمال ڏانهن ڏسندي پڇيو.

"تر ۾ خالقوءَ کان سگهارو جوان ڪوبہ ڪونهي."

"نہ نہ. هيءُ پاڇو خالقوءَ جو ناهي،" اجنبيءَ ورائيو، "هيءُ جمال آهي."

"هي جمال جو پاڇو ناهي."

"ڪيئن ٿو چوين؟"

جمال اجنبيءَ ڏانهن ڏٺو. صندل کي پٺي ڏيئي ڏانهس منهن ڪري بيٺو. روالور جو رخ اجنبيءَ ڏانهن هو. ٻئي هڪ ٻئي ڏانهن ڏسي رهيا هئا.

جمال چيو، "مان جمال آهيان."

اجنبيءَ حيرت ۽ اچرج مان جمال ڏانهن چتائي ڏٺو. پوءِ

اچل ڏيئي، صندل کي لت وهائي ڪيڏيائين. صندل ڦهڪو ڪري سنئون تي پيو. اجنبي اک ڇنڀ ۾ صندل تي چڙهي ويٺو. چئني طرف نظرون ڦيرايائين. ڪيس ڪوبہ شخص ڏسڻ ۾ نہ آيو.

جمال بہ ٻل ڏيئي صندل تي چڙهي ويٺو. هن بہ اکيون ڦيرائي هر طرف ڏٺو، پر ڪوبہ ڏسڻ ۾ نہ آيس.

ٻنهي هڪ ٻي ڏانهن ڏسي پاڇي ڏانهن ڏٺو. ٻنهي کان هلڪو ٽهڪ نڪري ويو. ڪوٺيءَ جي در وٽ ٻڙ جو وڏو وڻ بيٺو هو، ۽ آن جو پاڇو ڪوٺيءَ آڏو سڪل پنن تي پئجي رهيو هو.

تڏهن، هٿ ۾ روالور نچائيندي جمال چيو، ”نيٺ پڇي ويو بزدل خالقو.“

”نہ،“ اجنبيءَ جمال ڏانهن ڏسندي چيو، ”مان آهيان خالقو.“

جمال کان ڇرڪ نڪري ويو. آڱريون روالور تي ڄمي ويس. اکين چنيڻ ڇڏي ڏنس. خالقوءَ کي وارن کان پيرن تائين ڏسڻ کان پوءِ سندس نگاهون روالور تي کپي ويون. ڪجهہ دير روالور ڏانهن ڏسي خالقوءَ ڏانهن ڇتائي ڏٺائين. من ئي من ۾ فيصلا ڪندو ۽ فيصلا رد ڪندو رهيو.

خالقو ٻئي هٿ ڇيلهہ تي رکي ڏانهس ڏسي رهيو هو. اوچتو جمال ٻانهن ورائي، ڦيرو کائي، سموري قوت سان روالور سنڌوءَ ڏانهن اُڇلايو.

روالور پير ۽ املداس جي پنن سان وچڙندو، ٽارين مان پار ٿيندو ۽ ڪجهہ املداس ڪيرائيندو سنڌوءَ جي هنج ۾ غرق ٿي ويو.

خالقوءَ ۽ جمال سڪي ساڻ ٻيلي جي ٻاهرين پٽ ڏانهن ڏٺو، جتي نہ سندن گهوڙا هئا ۽ نہ رائيفلون.

# سياح، گائيڊ ۽ ٽرانزسٽر

غيرملڪي سياح جي اکين ۾ اچرج تري آيو. هن منهن ورائي هر طرف ڏسڻ کان پوءِ مون کان پڇيو، ”گائيڊ.“

”يس سر.“

”توهان جي مُلڪ جو هيءُ ڪهڙو حصو آهي؟“

”هيءُ اسان جي ملڪ جو سرسبز، آباد ۽ تيزيءَ سان ترقي ڪندڙ علائقو آهي.“ ڪيس ٻڌايم، ”هتان جا ماڻهو مهمان نواز ۽ سٻاجها آهن.“

سياح جي منهن تي اچرج جا آثار ظاهر ٿيا. هن چيو، ”تاريخ جي ڪنهن به دور ۾ مهمان نواز ۽ سٻاجهيون قومون هڪ ٻن صدين کان وڌيڪ پنهنجي وجود کي برقرار رکي نه سگهنديون آهن.“

”ڇو؟“ مون کانئس پڇيو.

”ڇو جو سٻاجهين ۽ مهمان نواز قومن وٽ اهڙا شاهينگ مهمان به اچي نازل ٿيندا آهن جيڪي سندن ونين ۽ ٻنين جا مالڪ ٿي ويهندا آهن.“ سياح وراڻيو، ”ڪمال آهي. هتان جا ماڻهو گذريل ست صدين کان هن ڌرتيءَ تي موجود آهن!“

”هتان جا ماڻهو سخت امن پسند به آهن. ڇورون پالڻ سندن عادت آهي.“ ادب سان وراڻيم، ”هن علائقي ۾ ٻڪري شينهن جي ساهيڙي ۽ شينهن ڏوهيءَ جي گڏهه جو دوست هوندو آهي.“

هڪ هنڌ سڙيل ڳريل مريضن جو ميڙ ڏسي سياح پيهي رهيو. اسپتال جي لوهي در وٽ هڪ ڏندو مشٽنڊو چوڪيدار ڪاٺ جي اسٽول تي ويٺو هو ۽ نسوار جي دٻليءَ تي لڳل ٽڪ ۾ پنهنجو عڪس ڏسي، مُڇن کي مروٽي رهيو هو. جنهن مريض سندس تريءَ تي چار آنا رکيا ٿي، تنهن کي لوهي در جي وٽ مان اسپتال ۾ اندر وڃڻ تي ڏنائين.

ماڻهن جو اتحاد، تنظيم ۽ يقين محڪم ڏسي سياح ڏاڍو خوش ٿيو. کيس ٻڌايم، ”هن علائقي جي ماڻهن کي الله سائين صبر جي توفيق عطا ڪئي آهي.“

پڇيائين، ”هي سڀ هتي ڪاهڻ ڇو ٿيا آهن؟“

ورائيم، ”هي ۽ اسان جي علائقي جي مشهور سئنيما سيول سئنيما آهي، جتي سالن کان فلم ’ڊاڪٽر ۽ نرس‘ هلي رهي آهي ۽ جنهن جو هر شو هائوس فل ويندو آهي.“

سياح ڏاڍو متاثر ٿيو. وڏي وڇي هڪ هڪ ماڻهوءَ جي مُنهن ۾ ڏٺائين. موتي آيو. چهري تي اچرج جا آثار هئس.

”هتان جي ماڻهن کي اکيون آهن، پر ڏسي نٿا سگهن. زبان اٿن، پر ڳالهائي نٿا سگهن. دماغ اٿن، پر سوچي نٿا سگهن.“ سياح پڇيو، ”توهان جي ملڪ جو هيءُ ڪهڙو علائقو آهي؟ هن علائقي جو نالو ڇا آهي؟“

ورائيم، ”هن علائقي جو نالو مان پنهنجي زبان تي آڻي نٿو سگهان.“

”ڇو؟“

”ڇو جو مان مجبور آهيان.“

سياح پڇيو، ”تون ڪير آهين؟“

”مان گائيڊ آهيان، ۽ غيرملڪي سياحن کي پنهنجي مُلڪ جو سير ڪرائيندو آهيان.“

”ما تہ مون کي خبر آهي تہ تون گائيڊ آهين.“ سياح پڇيو، ”پر تنهنجو نالو ڇا آهي؟“

ورائيم، ”منهنجو نالو ٽرانزسٽر آهي، ۽ مان ڪنهار جي بيٽري سيل تي هلندو آهيان.“

پوءِ مون سياح کي ملڪ جي رهيل حصي جو بہ سير ڪرايو. ●

# راهون جدا جدا

پريڊي اسٽريٽ ۽ ايلفيءَ جي چوُ واٽي تي ڪنٽل سنگل ايلفيءَ طرف ڳاڙهو ٿي ويو.

ايلفيءَ تي ٻوڙندڙ ٽريفڪ بيهجي ويئي.

شام هئي.

شام جو ڪراچيءَ جي اڌ ٽريفڪ صدر ۾ هوندي آهي. جنهن رخ ڏانهن سنگل ڳاڙهو ٿيندو، ان طرف موٽرن، ٽيڪسين، آٽو رڪشائن ۽ اسڪوٽرن جو نه ڪٽندڙ سلسلو چپ ماري بيهي رهندو آهي. بيهڪ ۾ بيچيني هوندي آهي. سنگل سائو ٿيڻ شرط سمورو سلسلو چرندو، ڪجهه ڪجهه اڳتي وڌندو ۽ پيهر سنگل ڳاڙهو ٿيندي ئي بيهي رهندو آهي.

ايلفيءَ تي ٽريفڪ جو سلسلو ترسي پيو هو.

پانت پانت جي موٽرن ۾ اڇي مرسيڊيز ڪار به هئي، جنهن جي پوئين سيٽ تي هڪ چوويهن - پنجويهن سالن جي سانوري سهڻي عورت ويٺي هئي. ڪنڌ سيٽ جي ٽيڪ سان لڳائي چڏيو هئائين. اکين ئي، وقت ڪاٽڻ لاءِ دڪانن جا سائن بورڊ پڙهڻ لڳي، جيڪي اڳ ئي سندس ڏٺل وائٺل ۽ چاتل سڃاتل هئا. کيس خبر هئي ته ڪهڙي دڪاندار وٽ چالاڪ سيلزمين آهن. ڪهڙي دڪان جا اگهه مناسب ۽ ڪهڙي جا ڳاٽي پڪا آهن. ڪهڙي دڪان تي پاڪستاني ڪپڙي کي ولائتي ٺپو هڻي گراهڪن کي ٺڳيو ويندو آهي. ڪهڙي دڪان تي سمگل ڪيل ڪاسميٽڪ، ڪراڪري ۽ سينگار جو سامان ملندو آهي. کيس صدر جي هڪ هڪ دڪان جي باري ۾ ايتريقدر مڪمل ڄاڻ هئي، جيتري ڪنهن قابل سرجن کي جسم جي عضوي عضوي ۽ رڳ رڳ جي خبر هوندي آهي.

سنڌي اک پري کان پڌري. منجهس رڪ کي چڪ ڪرڻ جي ڪشش هوندي آهي. هوءَ ماڊڪين کي ڦيرائيندي رهي ۽

دڪانن جا سائن بورڊ ۽ شوڪيس به ڏسندي رهي.

رُبي جئيلرز.

نه. مون وٽ ڪافي زيور آهن. ڪافي چا، ضرورت کان به وڌيڪ آهن. اجهو گذريل مهيني ٿي ته رُبي جئيلرز کان پکراج جو سيٽ ورتو اٿم. هڪ ٻن - هنڌ پائي ويئي آهيان— هلندو. اڃا تــ پورو فيشن ۾ ٿي نه آيو آهي! ارادو هوم ته نيلم جو سيٽ وٺان ها، پر هنن منع ڪري ڇڏي. چيائون ته نيلم تنهنجي لاءِ ستو پٿر ناهي، توکي نه ڦرندو، اجايو پاڻ کي بيمار نه ڪري وجهين، پکراج جو سيٽ وٺ. ڪيترو نــ منهنجو خيال ڪندا آهن! ٻڌندي هيس تـ دولتمند سنڌي عيش جا ڪوڏيا، بازاري عورتن جا قدردان ۽ شراب جا شوقين هوندا آهن. غلط. ها، غلط ٻڌو هوم. هو اهڙا نــ آهن. مون کي دل جي گهرايــن مان چاهيندا آهن. بيحد مصروف رهندا آهن. حڪومت جا ٺيڪا کڻندا آهن. ديـر سان گهر ايندا، ٿڪل هوندا، پر اهڙو پيار ڏيندا، پــ ٻول ڳالهائيندا جو دل وڃي سندن قدمن ۾ ڪرندي آهي.

ايلفيءَ طرف سنگل سائو ٿيو. ان وقت شاهراه عراق کان هڪ آڏو رڪشا ڦيرو ڪائي آئي ۽ مرسيڊيز ڪار جي سامهون اچي رستو ورتائين. ڪار ڇُري نه سگهي. سنگل ڳاڙهو ٿي ويو ۽ موڙ هٽ کن به وڌي نه سگهي. هوءَ سوناري رُبي جئيلرز جي شوڪيس ڏانهن نهاريندي رهي.

ربي جئيلرز جي شوڪيس ۾ تاج رکيو آهي.

وٺان؟

نه. مان ڇو راڻين سان ريس ڪيان؟ پر هو ته مون کي راڻي سڏيندا آهن. چوندا آهن: ناز تون منهنجي گهر جي راڻي آهين. پل چونَ. راڻي چون يا مهاراڻي، مان تاج مٿي تي رکي پنهنجن وارن جي سيٽنگ خراب نه ڪنديس. ڪيڏي محنت ۽ مشڪل سان آيا وار ٺهندا آهن! هڪ دفعي منهنجي وارن کي آيي نموني قابـو ٿيل ڏسي هنن، جي ٻن جاهل ماڻهن حيرت مان ڇيو هو، اڙي ڪنوار،

وارن ۾ لوڻو لڪائي رکيو ٿئي چا! هونهه. بيعقل، بيوقوف، جاهل
گڏونائيون.

سنگل سائو ٿيو.

ڦيٿا ڦرڻ لڳا. ٽريفڪ جو سلسلو ڪجهه اڳتي وڌيو، سنگل
ڳاڙهو ٿيڻ شرط بيهي رهيو.

'چيپ جان' اسٽور پاهران فٽپاٿ تي هڪ ڏهن ٻارهن سالن
جو ڪارو، ميرو ۽ گدلو ڇوڪرو ٿانون تي پاپڙ پچائي رهيو هو.
پاپڙ پچائيندو، سگڙيءَ جي پرسان ٽوڪريءَ ۾ رکندو پئي ويو.

ڪيپيٽل سينيما واري گهٽيءَ مان ٻه - چار نوجوان جن کي
ڪراچيءَ يونيورسٽيءَ جا بليزر پيا هئا ۽ رانديگر پئي ڏٺا، ڪيڪڙاٽيون
ڪندا، ٽرڙائي جي حد ٽپندا، پاپڙن واري ڇوڪري وٽ اچي بيٺا.
منجهائـن جيڪو وڏيڪ هلڪڙائي ڏيکاري رهيو هـو، تنهن هٿ
وڌائي هڪ پـاپڙ کڻي ورتـو ۽ چار ٽڪر ڪري دوستن ۾ وراهي
ڇڏيائين. پئي نوجوان ڪيسي مان پنجويهه پئسن جو سڪو ڪڍي
پاپڙن واري ڇوڪري جي ٽڪڻ تي رکيو ۽ چار پاپڙ کڻي، کلندو،
پنهنجي چالاڪيءَ تي خوش ٿيندو اڳتي هليو ويو. ساٿي ڪڍ لڳس.
پاپڙن وارو ڇوڪرو پاپڙ پچائيندو رهيو.

هوءَ ڪيس موٽر جي دريءَ مان ڏسي رهي هئي.

ڪهڙو نـه ڪنو آهي هي ڇورو. ميرو، ڏامر جهڙو ڪارو.
ماڻهو ڪيئن ٿـا هن سـڪل سڙيل ڪان پاپڙ وٺي کائين! مان تـه
جيڪر چڪيانس به نه. بيماري ٿو وڪڻي. قوم جي صحت جو ستياناس
ٿـو ڪري. هن چوري جي پاپڙن جي خبر وزيـر صحت کي ملڻ
گهرجي. اسان پاڪستان ان لاءِ ته نـه گهريو هو جو هڪ پاپڙن
وارو پاڪستانين کي بيمار ڪندو رهي. پر پاپڙن پچڻ جي خوشبو
ڪيتري نـه وڻندڙ آهي! ٿانون تي ٺوٺ ٿيندڙ پـاپڙن جي سوادي
خوشبو! هو مون کي شڪارپور کان پاپڙ گهرائي ڏيندا آهن، چوندا
آهن، اسان جي شڪارپور ٽن شين کان دنيا ۾ مشهور آهي: سـرهين
جو آچار، ٺـاڪرداس جي قلفي ۽ ڪورين جا پـاپڙ. چوندا آهن،

ٺڪارپوري ڪنڊ جا ٺهيل هوندا آهن، مٺائي جهڙا مٺا هوندا آهن. سچ چوندا آهن. پاڻ مون لاءِ مصري آهن.

ٽريفڪ ٻيهر چُرڻ لڳي. ڪجهه تيزيءَ سان وڌڻ لڳي. ڪيپيٽل سينيما جو ميٽني شو ختم ٿيو هو. هجوم فينٽومس فلم ڏسي نڪتو هو، تنهنڪري هرڪو پُراسرار نظر اچڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. فٽ پاٿ تي پيهه وڌي ويئي ته ماڻهو سڙڪ تي ڪاهي پيا. گهٽيل موٽرون اڏو ڦيرا ڏيندا، رستو لنگهي بوري بازار ڏانهن ويندا رهيا.

ڊرائيور بريڪ تي زور ڏنو. هوءَ سيٽ جي هنج مان اُڇل کائي، اڳتي وڌي، ٻيهر سيٽ جي ڪونٽري ڪشن ۾ قابو تي ويئي. ٻنهي اينڊڙ موٽرن، ٽيڪسين ۽ آٽو رڪشائن جي راهه روڪجي ويئي.

هن ويٺي ويٺي محسوس ڪيو، ڇڻ ڪو ڪيس لاڳيتو گهوري رهيو هو. هن ڪنڌ ورائي دريءَ کان ٻاهر ڏٺو. پاسي ۾ هڪ اڇي رنگ جي جيپ بيٺي هئي، جنهن مان ڪجهه نيچ سنڌي قسم جا مرد ڪيس ڪائي ڇڏڻ وارين نگاهن سان چتي رهيا هئا. سندن شهپر ذري گهٽ ڪنن جي پاڙين، يا وچونءَ جي پڇ وانگر وٽ کائي پنبڻين سان ٽڪيل لڳا.

هُن سندن نگاهون پنهنجي بدن ۾ چڀنديون محسوس ڪيون. منهن ٻئي طرف ڪري ڇڏيائين پر تڏهن به چڀڪي جو احساس ڪيس محسوس ٿيندو رهيو. هن سامهون سگنل ڏانهن نهاريو.

سگنل ساوو ٿيو. ڦيٿا ڦرڻ لڳا. اڇي جيپ سندس گاڏيءَ کان اڳ نڪري ويئي. هن ٿڌو ساهه کڻي جيپ جي نمبر پليٽ ڏانهن ڏٺو. جيپ تي سنڌ جي نمبر پليٽ لڳل هئي. نمبر پليٽ جي پاسي کان هڪ ٻي تختي به لڳل هئي، جنهن تي ايم. اين. اي لکيل هو.

هونهه، اهڙا به چڻ ڪا لياقت يا قابليت آهي! ووٽ وٺن عوام کان، ۽ چونڊجڻ کان پوءِ رعب به رکن عوام تي. ۽ هي

سنڌي نمائينده! ون يونٽ جا پرجهليا، ايوبي آمريت جا گماشتا! سڄي سڄي رات ڪن عيش. صبح جو اجلاس ۾ ڪائن جهوتا! سنڌ جو نصيب ئي ستل آهي.

ان جيپ مان ڪيئن نه مڇر مون کي گهوري رهيا هئا! ڄڻ سڄي عمر ۾ عورت ئي نه ڏٺي هئائون. بيشرم. پنهنجين عورتن کي قتو ڪري فصلن جو پئسو کڻي ڪراچيءَ اچن ۽ هر عورت کي تاڙيندا رهن. رکو مڇ تي زور. ٺلهي آڪڙ. منهنجون غيرسنڌي ساهڙيون نه مرڪو ٺٺوليون ڪنديون آهن؛ چون، سنڌي مرد عورتن کي ائين گهوريندا آهن جيئن بکايل ڏاند وڏيـن وڏيـن اکين سان ڏاري ڏانهن ڏسندو آهي. پڇنديون آهن، وڏيرا مڇ تي طوطو ته نه ويهاريندا آهن.

ٽريفڪ جڏهن تيزيءَ سان هلڻ لڳي، تڏهن به ڪيس جيپ وارن جي نظرن جو خيال ايندو رهيو. هن پاڻ کي پريشان ٿيندي محسوس ڪيو.

مڇن وارا نيڪ ماڻهو نه هوندا آهن. هنن جو به هڪ سنگتي مڇو آهي. منهنجي شاديءَ کان اڳ جو سنگتي اٿن. سيني کان گهاٽسو ۽ ويجهو سنگتي اٿس. هر وقت مدد علي، مدد علي ڪندا رهندا آهن. هو به مدد عليءَ سان اڏن تي ويندا ۽ هوٽلن تان ڪيبري ڊانسر ڇوڪريون کڻي راتيون گذاريندا هوندا! نه. نه. مون کي وهم ڪرڻ نه گهرجي. هو اهڙا ڇڙواڳ نه آهن. پر رات جو اڪثر ٻاهر ڇو رهندا آهن؟ اهو ته ڪم سانگهي ٻاهر رهندا آهن. وڏا ٺيڪيدار آهن، ڪم گهڻو هوندو اٿن ته ٻاهر رهي پوندا آهن. ٺيڪي جو ڪم جلدي پورو ڪري، انجنيئرن ۽ اوورسيئرن کي حصو ڏيڻي موڙي ڇڏائڻي هوندي اٿن، اهو ڪم سولو ته ڪونهي! رات ٻاهر نه رهڻي ئي پوندي اٿن.

پريڊي اسٽريٽ ڏانهن ڪار ڦرندي ڪيس هلڪو لوڏو آيو ۽ سوچ جا سلسلا ٽٽي پيس. دل ۾ وهم جي ڇيٽ ۽ شڪ جو پگهل شيشو ڇپندو رهيس.

ڊرائيور احترام سان پڇيو، ”بيبي، گاڏي بيهاريان؟“
”هون! نہ. ايلفيءَ تي موٽي هلُ!“ هن جواب ڏنو ۽ جواب ڏيڻ کان پوءِ پنهنجي جواب تي سوچڻ لڳي.

وڪٽوريا روڊ تي صدر پوسٽ آفيس ڀساهران کيس ساڳي جيپ نظر آئي. ڪارين مڇن جا ڪارا عڪس سندس تصور کي ڪارو ڪرڻ لڳا. موٽر جڏهن پيراڊائيز سينيما وٽ پهتي تڏهن هن منهن ورائي پوئين شيشي مان جيپ ڏانهن ڏٺو.

بازاري عورتن جي تاڙ ۾ آهن. وس پڄين تہ جيڪر ملڪ جون سهڻيون عورتون ڪاڻي ڪپائي، ٻاهرين ملڪن جون عورتون درآمد (Import) ڪن. پر سڀئي تہ اهڙا نہ هوندا. مدد علي بہ اهڙو ٻيڙو نہ هوندو. جيڪڏهن بداخلاق هجي ها تہ هو هوند ساڻس دوستي نہ رکن ها. مان بہ ڪهڙي نہ بيوقوف آهيان. وهمي آهيان. شڪ تہ عورت جي وجود جو لازمي حصو هوندو آهي. پر منهنجو شڪ تہ بلڪل بي بنياد آهي. ڀلا ائين ڪيئن ٿي ٿو سگهي جو هڪ مرد، جيڪو پنهنجي گهرواريءَ سان خوش هجي، اهڙي خوشيءَ جو هر هر اظهار ڪندو هجي، سو ڪنهن ڏاري عورت وٽ ڪيئن آسودگي محسوس ڪري سگهندو! تہ پوءِ، تہ پوءِ هي جو هر رات عصمتن جا سودا ۽ جسمن جا واپار هلندا آهن؟ ڇا سڀئي مرد پنهنجي پنهنجي گهرواريءَ مان بيزار هوندا! نہ نہ، مون کي اهڙيون اڳهاڙيون ڳالهيون سوچڻ نہ گهرجن. مرد آخر بہ مرد آهي. جيئن وڻندس تيئن ڪندو. پر، مون کي اهڙيون ڳالهيون سوچڻ نہ گهرجن. ڇو نہ سوچڻ گهرجن؟ مان پڙهيل آهيان. ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ايم. اي ڪئي اٿم. سنڌ جي آڱرين تي ڳڻڻ جيترين پڙهيل عورتن مان هڪ آهيان. مان هر معاملي تي سوچيندس. اِن جو مون کي حق آهي. مان ٻهراڙيءَ جي قديم، دقيانوسي ۽ جاهل عورت نہ آهيان، جو هر آفت کي الاهي امر سمجهي شڪر ڪندي رهان. هي مون کي ڇا ٿيندو ٿو وڃي؟ مان ايتريقدر پريشان ڇو ٿي رهي آهيان؟

”بيبي گاڏي روڪيان؟“ ڊرائيور جي آواز تي ڪانئس ڇرڪ

نڪري ويو.

”ها. ها گاڏي روڪ.“ هن جواب سان پنهنجي پريشاني لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي.

ڪار فٽ پاٿ سان لڳي بيٺي. ڊرائيور پنهنجي سيٽ تان اٿي آيو. موٽر جو پوئيون در کولي، ادب سان بيهي رهيو. هوءَ خاموش ويٺي رهي.

مون کي وڏيڪ سوچڻ نه گهرجي. اجايو بلڊ پريشر وڌي ويندو. مون وٽ ڇا نه آهي! دنيا جي هر خوشي مون وٽ موجود آهي. پوءِ ڇو پاڻ کي پريشان ڪري رهي آهيان؟ ڇو سوچي رهي آهيان؟ مان پاڻ ته نه سوچي رهي آهيان، بلڪ سوچ جا سلسلا خود به خود، پنهنجو پاڻ، بيماريءَ وانگر پيدا ٿي رهيا آهن ۽ وڻ ويڙهيءَ وانگر مون سان وچڙي رهيا آهن. مون کي خيال متاثڻ گهرجي.

ڇڻ ڪنهن ڪار جي سيٽ سان چنبڙائي ڇڏيو هوس. هوءَ ست ڏينهن اڳتي کسڪي آئي ۽ پوءِ ساڙهي سنڀاليندي موٽر مان ٻاهر نڪري فٽ پاٿ تي قدم رکيائين.

ڊرائيور آهستي در بند ڪري ڇڏيو.

فٽ پاٿ تان لنگهندڙن جون نگاهون ڦري گهري مٿس ٿي پيون.

هوءَ ماحول کان بي نياز هئي. جيئن ساڙهي سنڀاليندي موٽر مان ٻاهر نڪتي، تيئن سامهون ’ڪتاب محل‘ جا ٻه ڏاڪا چڙهي دڪان ۾ هلي وئي.

جنهن وقت هوءَ دڪان ۾ داخل ٿي تنهن وقت هڪ خوش پوش نوجوان دڪان مان ٻاهر نڪري رهيو هو. هن منهن ورائي ذري گهٽ اچرج سان اجنبيءَ ڏانهن ڏٺو. اجنبي دڪان مان ٻاهر نڪري، ڦري، مٿس هڪ نگاهه وجهي، اڳتي هليو ويو.

ڪيترو نه هُنن سان ملي رهيو هو! قداور، پورو پنو بدن، اڇو ڪڻڪ مائل رنگ، ڪلين شيو، سنهڙو ڊگهو نڪ، وار جائيتا ۽ اکيون وڏيون! بيخياليءَ ۾ اوپري کي پنهنجو سمجهي سڏي

ويهان ها ۽ پوءِ پڇتايان ها. مون کي پنهنجن ڇڙوا ڳ خيالن تي ضابطو رکڻ گهرجي. ڪٿي ڪا اڻبنگائي نه ڪري ويهان.

خيالن کي جائيتو ڪرڻ لاءِ هوءَ ريڪ مان ڪتاب ڪڍندي، ورق اٿلائيندي، ڪائونٽر تي آڇلائيندي ويئي. هوءَ هميشه ائين ئي ڪندي هئي ۽ آخر ۾ پنجاهه يا سؤ جا ڪتاب ڪٺي ويندي هئي. هميشه جڏهن به ڪتاب ريڪ مان ڪڍي ڪائونٽر تي آڇلائيندي ويندي هئي، تڏهن ڪتاب جي مواد تي دڪاندار سان بحث ضرور ڪندي هئي.

پر اڄ ماڻ خاموش آهيان. مون کي ڳالهائڻ گهرجي. ڇا ڳالهائڻ گهرجي؟ ڪجهه نه ڪجهه ضرور ڳالهائڻ گهرجي. پر ڪهڙي موضوع تي ڳالهايان؟ ڪنهن به موضوع تي. ڪنهن به مسئلي تي.

”توهان وٽ Sixth Sense تي ڪو ڪتاب آهي؟“ هن ڪتابن جا ورق ورائيندي دڪاندار کان پڇيو.

”توهين ته هميشه ناول ۽ افسانن جا مجموعا پسند ڪندا آهيو!“

”پلا توهان ٻڌائي سگهندا ته Sixth Sense ۽ Intuition ۾ ڪهڙو فرق آهي. ٻئي لاشعور جي ساڳي پيداوار جا به مختلف تالا ته نه آهن؟“

”جي!“ دڪاندار جا چپ ڏار ٿي ويا. حيرت اکين مان ليئا پائڻ لڳس.

”Telepathy جي باري ۾ توهان جو ڇا خيال آهي؟“ هن ٻيهر پڇيو. نگاهون مٿي ڪري دڪاندار ڏانهن ڏٺائين، جيڪو وائڙن وانگر ڏانهس ڏسي رهيو هو.

هن هڪدم پنهنجي غلطي محسوس ڪئي ۽ ڳالهه اڌ ۾ ختم ڪري ڇڏيائين. پشيمان ٿيڻ لڳي. پشيماني دور ڪرڻ لاءِ ڪجهه ٻيا ڪتاب ريڪ مان ڪڍي ڪائونٽر تي رکيائين. پوءِ پرس مان سؤ رپين جو نوٽ ڪڍي، ڪائونٽر تي آڇلائي دڪان

مان ٻاهر نڪري ويٺي.

دڪان جي در ٻاهران ڊرائيور بيٺو هو. اهو دستور هو. هو دڪان مان ڪتاب پسند ڪري ٻاهر ايندي هئي ۽ ڊرائيور ڪتاب کڻي موٽر ۾ آڻي رکندو هو.

دڪان مان ٻاهر ايندي ڊرائيور کي چيائين، ”گاڏي سلڪ پئليس وٽ آڻي بيهار.“

۽ پوءِ پاڻ سلڪ پئليس ڏانهن وڃي ويٺي.

مون کي دڪاندار سان اهڙي نموني ڳالهائڻ نہ گهربو هو. ڇا سوچيندو هوندو منهنجي باري ۾. مان ضرور پريشان آهيان. پر پريشان ٿيڻ لاءِ ڪو خاص سبب بہ تہ ڪونهي. تہ پوءِ ڪنهن ڪنهن وقت انسان اوچتوئي اوچتو پريشان ڇو ٿيندو آهي! پريشان ٿيڻ لاءِ فقط سبب جو هئڻ لازمي ناهي. پر مان، مان، ها منهنجي ذهن ۾ ۽ منهنجن خيالن تي مدد عليءَ جي پياڪ شخصيت جو بد روح ڇانئجي ويو آهي. مدد علي ٻچڙو آهي تہ پنهنجي لاءِ هوندو. هو اهڙا نہ آهن جو مدد علي مڇوءَ جي ڏسيل رستي تي اکيون ٻوري وڃي وڃن. اُف ڇا منجهان ڇا سوچي رهي آهيان! گهر موٽي وڃان؟ نہ. گهر ۾ اڪيلائي وراڻي ويندي. ڇٺي ويا آهن دير سان موٽندا، ڪنهن انجنيئر کي ٺيڪو ڏيارڻ جي خوشيءَ ۾ ڪانٽينينٽل ۾ ڊنر ڏني اٿائون. الاءِ ڪڏهن موٽن. اهي مٺا انجنيئر ٺيڪو تہ ڏيندا آهن، پر ٺيڪي جي آمدنيءَ جو پنجهتر سيڪڙو پاڻ ۾ ناني ويڙهي ڪري ڇڏيندا آهن. ٺيڪيدارن کان ڊنرون کائيندا آهن، ڪيبري ڏسندا آهن، شراب ۽ ڪال گرل لاءِ فرمائشون ڪندا آهن ۽ مٿان هر هر احسان بہ جتائيندا آهن. اڄ رات بہ هڪ انجنيئر سان هونداءِ جنهن کين سڙڪن ٺهرائڻ جو ٺيڪو وٺي ڏنو آهي. مددعلي بہ ساڻ ويو اٿن. مدد علي! مدد علي! مان مٿي مدد علي مڇوءَ جو خيال دل مان ڪڍي ڇو نٿي سگهان! مان شايد ٿڪل آهيان. ها، بيحد ٿڪل آهيان. سلڪ پئليس مان ڪجهہ ساڙيون وٺي گرائونڊ ۾ وڃي ڪافي پيئنديس. ٿڪل آهيان، شايد تڏهن اجايا سجايا خيال

پريشان ڪري رهيا آهن. هيءَ سموري بيچيني تنهن سبب آهي. تنهن انسان جي عقل جو دشمن هوندو آهي.

سامهون ايندڙ ماڻهن ۾ هن هڪ شڪل کي چڱي سڃاتو. ساڳئي نوجوان کي سامهون ايندي ڏٺائين، جنهن ڪتابن جي دڪان مان نڪرندي منهن ورائي ڏانهس ڏٺو هو ۽ جنهن جي شڪل سندس مڙس سان بلندڙ جُلندڙ هئي. هو اڳ اڪيلو هو. هن دفعي هڪ چست ڪپڙن ۾ قاتل ۽ ميڪ اپ سان ٿقيل ڇوڪري ساڻس گڏ هئي.

هيءَ ڇوڪري سندس زال ناهي. ڀيڻ بہ ناهيس. پر مون کي ڪهڙي خبر. مان نجومڻ نہ آهيان. پوءِ ڇا هي، عورت تہ آهيان. هڪ عورت ٻئي عورت کي هر رنگ روپ ۾ سڃاڻي وٺندي آهي. هيءَ ڇوڪري هن نوجوان جي زال ناهي. بوري بازار جي ڪنهن ڪنڊ تي، يا ڪنهن هوٽل جي فيملي روم ۾ انتظار ڪندڙ ڇوڪري آهي. اک جي اشاري سان ڪٺي ايندڙ ڇوڪري آهي. مان جڏهن يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندي هيس تڏهن اسان جي گفتگو جو موضوع اهڙين انتظار ڪيندڙ ڇوڪرين تي اڇي پروزو ٿيندو هو. هيءَ ڇوڪري بہ ڪال گرل آهي— سڏ لاءِ منتظر ڇوڪري— هو بہ ائين ڪندا هوندا. پر هو تہ لاچارا آهن. عورتن سان لهہ وچڙ ۾ ڏي نہ ايندا آهن. پر ڪهڙي خبر! مددعلي مُڇو ڪنهن هوٽل جي ڪيبري ڊانسر، ڪا ڪال گرل، ڪا انتظار ڪيندڙ ڇوڪري ڪٿان هٿ ڪري آڻيندو هوندو. هو بہ ساڻن گڏ هوندا. آف! اوه! اجايو پاڻ کي پريشان ڪري رهي آهيان. ڇري آهيان جو مٺن شڪ ڪري رهي آهيان. ۽ مدد علي! ڪوهہ ۾ پٺي مٺو مُڇو. هو مدد عليءَ جي نيڪرن تي ڪنهن بہ ڏاري ۽ اجنبي عورت کي ويجهو اچڻ نہ ڏيندا. مان سندن اخلاق جي قائل آهيان. مان اڪيون پوري سندن شرافت جو قسم کڻي سگهان ٿي.

هوءَ سِنڪ پٺليس ۾لنگهي ويئي. ڪائونٽر جي پٺيان ويٺل سيٺ صاحب، جنهن جي منهن تي ڇهہ انچ ڪن ڏاڙهي هئي ۽ مڇون

غائب هيون ۽ جنهن جو وات ۽ چپ پان جي پڪ ۾ ڳاڙها هئا، اٿي بيٺو. ڪاروباري مُرڪ چپن تي تري آيس. واڇون ڪنن جي پاپڙين سان وڃي لڳيس. دڪان جا ٻہ ٽي سيلزمين، جن وٽ گراهڪ نہ هئا، سي بہ اُٿي وڌي آيا. هوءَ ان دڪان جي اهم خريدار هئي.

هڪ سيلزمين پلاسٽڪ سان واٽيل ڪرسي ڏانهس وڌائيندي کيس ويهڻ جي آڇ ڪئي. هن پرس ڪائونٽر تي اڇلايو ۽ ڪرسي تي ويهي رهي.

سيٺ صاحب پاڻ وٽس وڌي آيو. نيٺ لکنوي انداز ۾ اول ڪانئس طبيعت، سندس مڙس جي طبيعت ۽ موسم جو حال پڇيائين. پوءِ ملڪ جي سياست، سوشلزم ۽ مهانگائي جو رڙو رنائين. آخر ۾ سيلزمين کي خاص قسم جون ساڙهيون آڻڻ لاءِ حڪم ڪيائين.

سيلزمين ڪائونٽر تي ساڙهين جو انبار ڪري ڇڏيو.

”هيءَ هلڪي گلابـي ساڙهي، خاص روايتي بنارسي ڪم تـي ٺهيل آهي، لاجواب ۽ بيمثال آهي.“ مولانـا سيٺ ڳالهائيندو رهيو، ”عام رواجي عورتون تہ هيءَ ساڙهي ڏسي بيهوش ٿي وينديون.“

پوءِ هو اميرن، وزيرن، صنعتڪارن وغيره جي عورتن، جن اها ساڙهي ورتي هئي، تن جا اهڙي نموني حوالا ڏيئي ويـو جيئن هوٽل جو بيرو ڪورما، ڪوفتا، مٽن برياني، چڪن برياني، مغز پايا وغيره ڳڻي ويندو آهي.

”هي رنگ مون کي پسند ناهي،“ هن نيٺ ڳالهايو.

سيٺ حيرت مان وراڻيو، ”توهين تـہ خاص ڪري هلڪا رنگ پسند ڪنديون آهيو. پلا هيءَ بسڪ ڪلر جي ساڙهي ڏسو.“

”نہ، اهو رنگ بہ ٺيڪ ناهي.“

”تہ پوءِ ڪهڙو رنگ توهين پسند ڪنديون؟“ مولانا سيٺ پڇيو، ”توهين حڪم ڪريو. مون وٽ دنيا جي هر رنگ ۾ اعليٰ قسم جون ساڙهيون آهن.“

هوءَ منجهي پيئي.

چيائين، ”ڪجهہ اهڙو رنگ هجي جيڪو ٽڪو نہ هجي، ڳاڙهو

يا ڪرمچي يا، يا ڪاري رنگ سان ملندڙ جُلندڙ هجي."
سيٺ عجب مان ڏانهس ڏٺو. اهڙي قسم جو رنگ هن پنجاهہ سالن جي دڪانداريءَ ۾ بہ نہ ڏٺو هو.
مون کي چا تي ويو آهي! ڪرمچي، ڪارو، ڳاڙهو، تڪو ناسي! انهن رنگن جو ميل؟ آف. هي مون کي چا تي ويو آهي. چا سوچيندو هوندو مولانا. ائين ٿي ٿو لڳي ڄڻ ڪو لڪل غم جو پاڇو منهنجي پسند تي پئجي رهيو آهي. رنگن سان شخصيت جي نفسيات جو ڏس ملندو آهي. منهنجي لاشعور جي ڪنهن ڪنڊ ۾ شايد شڪ ۽ انتقام جا جذبا پاڻ ۾ گڏجي رهيا آهن. مان فلسفو ڇو سوچي رهي آهيان! ڪا خاص ڳالهہ ڪونهي. ڪجهہ خاص ٿيو بہ نہ ٿيو آهي. شاديءَ جي هڪ سال جي عرصي ۾ ڪجهہ بہ غيرمعمولي نہ ٿيو آهي. بس ڪڏهن ڪڏهن رات جو دير سان يا ڪڏهن ڪڏهن نہ ايندا آهن. پر اهو بہ تڏهن، جڏهن ڪم جو زور هوندو اٿن. پر مدد علي ڇو ساڻن پاڇي وانگر گڏ لڳو رهندو آهي. عمر ۾ بہ ڪانئن وڏو آهي. پڙهيل بہ ناهي. فقط زميندار آهي تہ ڇا ٿيو؟ اها ڪا خوبي تہ ناهي، رڳو قسمت جو چڪر آهي. پر سنڌي زميندارن جي باري ۾ پڌل ڪهاڻيون ڪوڙيون نہ آهن. شل نہ رن روڳڙي ڏسن! ۽ مدد علي؟ ڪهڙي خبر، هو بہ لڪ ڇپ ۾ مدد عليءَ جي ڏسيل رستن تي هلندا هجن. ديسي ڇوڪرين مان دل پرچي ويندي هوندن تہ غيرملڪي ڇوڪرين ڪي هٿ ڪندا هوندا. شايد ڇوڪرين کي تحفا بہ وٺي ڏيندا هوندا. ولايت ۾ ساڙهيءَ جو مان آهي.
"عابد صاحب جن تہ نہ آيا هئا؟" هن مولانا کان پڇيو.
"نہ." مولانا عجب مان وراڻيو، "هو ڪڏهن ڪڏهن توهان سان گڏ ايندا آهن. اڄ تائين اڪيلا نہ آيا آهن؟"
"ويجهڙائيءَ ۾ ڪا ساڙهي تہ نہ وٺي ويا آهن؟" هن پڇڻ کان پڇي ورتو، پر خود ئي پنهنجي سوال تي پريشان ٿيڻ لڳي.
"معاف ڪجو." مولانا سيٺ چيو، "توهان جي طبيعت تہ ٺيڪ آهي نہ؟"

”ها ها، ٺيڪ آهيان،“ هن پريشاني لڪائڻ چاهيَ پر اندر ۾ اٿيل گهمسان ڪيس ورائيندو ويو.

”ڪوڪا ڪولا گهرايان؟“ مولانا سيٺ پڇيو.

”نه.“

”ڪافي؟“

”نه، مهرباني.“ هن پرس مان چيڪ بڪ ڪڍندي چيو، ”ڪيش ميمو ڏيو.“

”پر توهان ته اجا ڪا ساڙهي ئي پسند نه ڪئي آهي.“ مولانا حيرت مان ورائيو، ”ڪيش ميمو ڇا جو ڏيان؟“

هن ڪائونٽر مان چيڪ بڪ ڪائونٽر تي وهائي ڪڍيو. پوء تڙ تڪڙ ۾ جيڪي به چار ساڙهيون هٿ لڳس، ٻه مان چڪي ٻاهر ڪڍيائين.

مولانا کيس ڏسندو به ويو ۽ ڪيش ميمو تي رقم به لکندو ويو. ان وچ ۾ هن چيڪ تي مولانا جو نالو ۽ پنهنجي صحيح ڪري ڇڏي. سيٺ ڪيش ميمو ڪتاب مان ڦاڙي آڏو آڻي رکيس. هن رقم ڏسي چيڪ ۾ داخل ڪئي ۽ چيڪ ڪڍي، ڪائونٽر تي اڇلي، دڪان مان ٻاهر نڪري وئي.

ڊرائيور عادت ۽ حڪم مطابق دڪان ۾ هليو ويو.

هن سامهون بيٺل ڪار جو در کوليو، اندر ويهندي، زور سان در ڦهڪائي ڇڏيو.

ڊرائيور دڪان مان ساڙهيون کڻي ٻاهر آيو ۽ پوئين جي اڳئين سيٽ تي رکي، پاڻ پنهنجي سيٽ تي وڃي ويٺو ۽ گاڏي اسٽارٽ ڪري هلڻ لاء حڪم جو انتظار ڪرڻ لڳو.

ڪجهه دير تائين جڏهن کيس هلڻ جو حڪم نه مليو، تڏهن آئيني مان پوئتي نهاريندي پڇيائين، ”بيبي، هلان.“

هوء سيٽ جي ٽيڪ سان مٿو لڳائي ويٺي هئي. اکيون هڪ جاء تي بلور وانگر بيجان ٿي ويون هئس.

ڊرائيور ٻيهر پڇيو، ”ڪيڏانهن هلان بيبي؟“

هن ڇرڪ ڀري، واڌڙي ٿي، هيڏانهن هوڏانهن نهاريو.

”گهر هلان، بيبي؟“

”ها ها، گهر هل.“ هن جواب ڏنو ۽ وري سيٽ جي ٽيڪ سان مٿو لڳائي ڇڏيائين.

ڪار ايلفيءَ جي پيهه مان ٻاهر نڪري ويئي.

شڪ جو شيطان ڪهڙي ڪنڊ مان مَنَ جي مسجد ۾ گهڙي آيو آهي! ڪين جو خبر پوي مان مٿن شڪ ٿي ڪريان، نه ڪيڏو نه ڏک ٿئين جيڪر! نه نه. مون کي وهم دل مان ڪيڏي ڇڏڻ گهرجي. وهم دل مان ڪيڏي ڇڏيان؟ ها، وهم دل مان ڪيڏي ڇڏيان. پر مدد عليءَ کي ڪيئن ڪانئن ڏار ڪريان؟ مدد علي سنڌي آهي. نج سنڌي زميندار آهي. سنڌين جي برتري ڏارين عورتن تي پيسو خرچ ڪرڻ ۽ ڪين حاصل ڪرڻ ۾ هوندي آهي. بازاري عورتن تان لکين رپيا گهوري ڇڏڻ سنڌ جي تهذيب جو عظيم الشان ثبوت آهي. پر مان نه ڀهراڙيءَ جي اٽڙهيل اڻوجهه عورت نه آهيان جو مڙس جي ڪڌن ڪرتوتن جي خبر پڌي خوش ٿيان، ۽ ساهڙين کي سندس سرتين جو تعداد ٻڌائي سندس مڙسيءَ جا ڳڻ ڳايان. مان خود دار پڙهيل لکيل عورت آهيان. عورت لاءِ ان کان وڌيڪ ٻيو ڪو عذاب ڪونهي جو سندس مڙس ڪنهن ڌاري عورت ڏانهن اک کڻي ڏسي. مان ڪين ٻي عورت جي ٻانهن ۾ ڏسڻ کان اڳ خودڪشي ڪنديس. مون کي آپگهات ڪرڻو پوندو جيڪڏهن ڪين ٻي عورت وٽ ڏٺم. مان ڪيئن برداشت ڪري سگهنديس نه منهنجي هوندي سوندي، منهنجو مڙس ڌارين عورت وٽ آسودگي تلاش ڪندو رهي! مونکي مرڻو پوندو.

هارن جي آواز تي سندس آڌمن جي آچل ڊري تي ويئي.

ڪار ملير ناڪي وٽان سنڌي مسلم هائوسنگ سوسائٽيءَ جي پهرين رستي ڏانهن ڊوڙڻ لڳي. رستي جي آخري وراڪي وٽ سندن بنگلو هو. سامهون ڪيس پنهنجو بنگلو نظر آيو.

بنگلي ٻاهران مدد عليءَ جي جيپ بيٺي آهي. آف، مان مدد عليءَ جي وجود کان ڪيتري نه نفرت ڪريان ٿي. وس پڄيم

ته جيڪر ڪراچي اچڻ تي بندش وجهائي ڇڏيانس. پنهنجون زمينون نٿو سنڀالي! بس، فصل لٿو، مڙس موڙي ڪٿي پڳو. ڪراچيءَ ۾ پاڻ بازاري عورتن جي ڪڍ ۽ سندس عورتون هارين نارين جي حوالي. اسان کي ڇڻ خبر ٿي ناهي ته عياش زميندارن جي غيرموجودگيءَ ۾ سندن ڪوٽن ۾ ڪهڙا ڪهڙا ڪلور ٿيندا آهن. مٺو مڇو، بيشرم.

هن ڊرائيورکي موٽر پاسي واري بنگلي وٽ بيهارڻ لاءِ چيو. ڊرائيور ڊاڪٽر شيخ جي بنگلي وٽ موٽر بيهاري ڇڏي. هوءَ موٽر مان لهي آئي. ڊرائيورکي پنهنجي پوئتان اچڻ لاءِ اشارو ڪيائين. ڊرائيور سندس ڪڍ هلڻ لڳو.

پنهنجي بنگلي جو لوهي در لنگهي هوءَ گلن جي پارن وٽان ٿيندي چبوتري تي پهتي. ماليءَ ڦوهارو رکي کيس سلام ڪيو. هن جواب نه ڏنس. چبوترو اکري تيريس تي پهتي. تيرس وٽان کيس اوطاق جو در ۽ ٻه دريون بند نظر آيون. هن جو رت ٽهڪڻ لڳو. مغز جون رڳون ڌڌڪڻ لڳس. پانيائين ته پاڻ روڪي نه سگهندي.

اڄ هن پڪ ڪا رن روڳڙي آندي آهي. اڄ مان سندن شرافت جو راز کولينديس. کين ٻچڙو ڪنديس. اهڙي تعدي ڪندي مان، جو پڙهيل ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ جو سچو مزو ملي ويندون.

وراندي ۾ سندن پراڻو نوڪر گلو بيٺو هو جيڪو سندس مڙس جو سڀ ڪان وفادار نوڪر سمجهيو ويندو هو. گلوءَ کيس تيريس تان وراندي ڏانهن ايندي ڏٺو. هو ٽٽان پٽان ٿيڻ لڳو. اوطاق ڏانهن پڄڻ تي هو جو هن ديپل ديپل رڙ ڪري کيس بيهاريو.

”بيبي توهين ايترو جلد موٽي آيون آهيو؟“ هن ششدر ٿيندي ڳالهايو.

”پنهنجي گهر ۾ اچڻ وڃڻ لاءِ به وقت مقرر ڪرڻو پوندو ڇا؟“ هن رکائيءَ سان جواب ڏنو، ”صاحب ڪٿي آهي؟“

”اوطاق ۾ ڪجهه ضروري نقشا تيار ڪري رهيا آهن.“ هن جواب ڏنو، ”مان کين ٻڌايان ٿو ته توهين موٽي آيون آهيو.“

”پڊائڻ جي ڪابہ ضرورت ڪونهي.“

”پر بيبي...“

”خاموش.“

”منهنجو عرض تہ ٻڌو،“ هن وڏي واڪ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي.

”وات بند ڪر گلو.“ هن ڪيس ڇڙٻ ڏني، ”مان ايس. پي دلاور حسين جي ڌيءَ آهيان. ڪل لاهرائي ڇڏيندي مانءَ.“

هن ڊرائيور کي چيو، ”تون هن ڏوتي کي ڪنڌ کان جهلي ٻاهر وٺي وڃ.“

ڊرائيور حيرت مان حڪم جي پيروي ڪئي. گلوءَ ٻاهرين در وٽان بہ منهن ورائي ڪيس ڪجهہ ٻڌائڻ جي ڪيس ڏنو، اڻ ڏٺو ڪري ڇڏيو.

هوءَ ورانڊي جي پرسان سمهڻ وارن ٻن ڪمرن مان ٿيندي، ڊرائينگ روم ۾ پهتي. ڊرائينگ روم جو هڪ در اوطاق سان لاڳو هو. در اوطاق طرفان بند هو.

هوءَ پٺن تي هلندي در وٽ آئي. هڪ اک بند ڪري هڪ اک سان در جي طاق ۾ ڪا چير، ڪا سير، ڪا وٿ تلاش ڪرڻ لڳي. پنهي طاقن جي ٻيڪڙ وٽ سندس نگاهہ هڪ وار جيتري وٿ تي ڄمي ويئي.

وٿ مان اوطاق جو جيترو حصو نظر آيس، تنهن ۾ ڪيس ڪوبہ شخص ڏسڻ ۾ نہ آيو. هن چڱي طرح چتائي ڏٺو. ناڪام رهي. سامهون پٽ وٽ نقشن نگاهن ۽ لکپڙهہ ڪرڻ لاءِ وڏي ميز رکي هئي.

ميز تي نقشو وڇايل نہ هو. ميز وٽ ڪوبہ نہ هو.

ميز تي پاڻيءَ جي اڌ ڀريل جڳ، ٻہ گلاس، ڪجهہ چينيءَ جون پليٽون ۽ مروڙيل سروڙيل سٽيون اخبارون ٽڙيون پکڙيون پيون هيون. خالي پليٽن ۾ چوسيل ۽ چٻاڙيل هڏا پيا هئا.

ميز هيٺان هن پنهنجي مڙس جو ٻوٽ ڏٺو. ٻوٽ جي پرسان

سليپر جو هڪ پـادر اونڌو پيو هو. ميز جي پـرسان.ڪرسيءَ تي بلو ٽيٽران جي پتلون پيئي هئي.

منهنجو مغز پنواتيون ڪاٽي رهيو آهي. ڊرائينگ روم جي هرڪا شئي ڦيريون پائي رهي آهي. ڏل پڙڪندڙ بـاهه جو ڪوزو ۽ روح ريگستان جـي رڃ ۾ آهي. ڪرنگهي مان سور جون سٿون اڀري رهيون آهن. اندر اوطاق ۾ ضرور ڪا عورت آهي! پر ڪٿي آهي؟ هتان ته نظر نٿي اچي. هتان ڪيئن نظر ايندي. پلنگ اوطاق جي پرئين ڪنڊ ۾ پيو آهي. هين ورت مان نظر نـه ايندو. ڏٺيئه نه چري، پڳو نه تنهنجو پرم. ڏٺو نه سچو تنهنجو وهم. مرد حـوسي جانور آهي. ڪتو آهي. ڪميڻو آهي. مرد هڪ عورت سان ڪيئن نبيهه ڪندو! مرد فريبي آهي، دوکيباز ۽ مڪار آهي. مون کي مردن لاءِ نفرت آهي، بيپناهه ڌڪار آهي. عابد چوندو هو: نـاز خدا تـو جاڻي تـون منهنجي زندگيءَ ۾ داخل ٿيل پهريـن ۽ آخري عورت آهين. ٺاڙ، تـو منهنجي ڇڙوڇڙ حياتيءَ کي جاڻيتو ڪيو آهي، پيا مرد شاديءَ کان پـوءِ پنهنجين زالن سان پيار نـه ڪندا آهن، فقط نڪاح جي ظاهري لڄ رکندا آهن— مان ناز، توسان محبت ڪندو آهيان، تو کي چاهيندو آهيان، تو کي پيار ڪندو آهيان— بس، خاموش، ماضيءَ جا پڙاڏا ڪوڙ جي ڌوڙ نه اڏائين. منهنجن ڪنن تي ٺاڪيون چڙهنديون ٿيون وڃن. من ۾ مونجهه ۽ اندر ۾ آنـڌ مانڌ محسوس ڪري رهي آهيان. هر طرف پوسٽ آهي. اوطاق ۾ ضرور ڪا رن آهي، بازاري عورت آهي، ڪال گرل آهي. اڄ مان عابد کي سڀ سوڌو جهليندس—— رن جي پاسي مان آٿاري ڪڍو ڪنديس. ڇا ٿو سمجهي مون کي! مان پڙهيل ڳڙهيل ۽ حساس آهيان. هن عذاب تـي مان طلاق کي تـرجيح ڏينديس. منهنجي دل ڇو دفن ٿي رهي آهي؟ مون کي همت ڪرڻ گهرجي، اڱهاڙين حقيقتن کي ميڄڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي. در کڙڪايان؟ نـه نـه. ڪهڙو فائدو. رن کي اوطاق جي اڱڻ در مان ڪيئي ڇڏيندو. ڇا ڪريان؟ ڇا ڪريان! ڇا ڪريان.

هوءَ ڪتابن جي ڪٻٽ جو تالو لاهي آئي. اوطاق ۽ ڊرائينگ روم جي وچ واري در جو ڪڙو آهستي آهستي بند ڪري ڪنبندڙ هٿن سان تالو لڳائي ڇڏيائين. پوءِ تڪڙيون تڪڙيون پرانگهون ڪٽيندي ڊرائينگ روم مان نڪري، سمهڻ وارن ڪمرن مان ٿيندي، ورانڊي ۾ اچي بيٺي.

ورانڊي جي سامهون اوطاق جو ٻاهريون در هو. در ۽ دريون بند هيون. هوءَ ورانڊي ۾ اچ وڃ ڪرڻ لڳي. هٿن جون ترريون مهٽڻ لڳي. چپ چٻاڙڻ لڳي. منيون پيڪوڙڻ لڳي. سندس ڳچيءَ جون رڳون اُڀري آيون. اکيون ڏرن ۾ پئجي ويس.

مان ٻہ ڏسنديس تہ عابد ڪيئن ٿو پنهنجي دل گهريئي دوست ۽ رَنَ ڪي وٺي اوطاق مان ٻاهر نڪري. سمجهيو هوندائين، شاپنگ تي ويئي آهيان، دير سان موٽنديس، عيش ڪري وٺون. هونهہ! رن سوڌو جڏهن اوطاق مان نڪرندو، تڏهن مون سان اک ملائي سگهندو؟ ڏاڍي اشرافت ڏيکاريندو آهي! ڪوڙو. فريبي. مدد علي مڇوءَ جو مُريد.

هوءَ ورانڊي ۾ ورڪون ڪٽيندي رهي — ڪڏهن تڪڙيون، ڪڏهن ڍريون. ڪنڌ ڪِرنگهي جي سنوت ۾ شيڪجي ويو هوس. هلندي هلندي بيهي رهي. نظرون ورانڊي ۾ رکيل ڪونڊين تي ڄمائي ڇڏيائين. پوءِ هٿ وڌائي سورج مکيءَ جو گل ڇني آڱرين ۾ مهٽي ڇڏيائين.

ان وقت اوطاق جو در کليو. مدد علي مڇون وٽيندو ٻاهر آيو. هو وڃي پنهنجي جيپ ۾ ويٺو ۽ ڪيڏانهن هليو ويو. مدد عليءَ جي سليپر جو چيڪاٽ ڪجهہ دير تائين ماحول ۾ گونجندو رهيو.

وس پڇيم تہ جيڪر هن بيحياءَ کي سنگسار ڪرائي ڇڏيان. ڇا ٿو سمجهي مون کي؟ سمجهي ٿو تہ منهنجي مڙس کي بدراهہ ڪندو رهندو ۽ مان خاموش رهنديس! هرگز نہ. منهنجي اندر ۾ علم آهي، علم نہ فقط روشني آهي پر بغاوت جي باهہ پڻ آهي. مان گهر جون ڪنگريون ڪيرائي ڇڏينديس، ٽيمون پوري ڇڏينديس. ڇت

ڇيهون ڇيهون ڪري ڇڏينديس. مان هن گهر کي اٿينس جو آثار ڪري ڇڏينديس.

گهڙي ڪن ڪان پوءِ هن پنهنجي مڙس کي اوطاق مان ٻاهر ايندي ڏٺو.

هو اڪيلو هو. گڏ ڪابہ عورت نہ هئس. ڪيس بلو ٽيٽران جي پتلون ۽ اڇي قميص پهريل هئي. قميص جا سيئي بٽڻ کليل هئا. ٽاءِ ڪلهي تي رکي هئس.

هوءَ حيرت ۽ اچرج وچان اکيون ڦاڙي ڏانهس ڏسڻ لڳي. هو ڪيس اجنبي ڏسڻ ۾ آيو. هميشه وانگر ڪڙو تڙو ۽ ڦڙت بہ نہ هو. ٿڪل ٿڪل تي نظر آيو. سنڌس وار جيڪي بِرل ڪريم جي اشتهار واري وانگر چمڪندا ۽ جائيتا هوندا هئا، وکريل هئا. چهرو ڪومايل گلن وانگر ڦِلڙو ٿي ويو هوس.

هن مڙس جي ڪومايل چهري تان نظرون هٽائي، آڱرين ۾ مهٽيل سورج مکيءَ ڏانهن ڏٺو. مهٽيل گل تان نگاهون کڻي اوطاق جي کليل در ڏانهن ڏٺائين. اوطاق جي کليل در مان کيس ڪنڊ ۾ رکيل پلنگ نظر آيو.

پلنگ خالي هو.

پلنگ تي وڇايل چادر مروڙيل سروڙيل هئي.

هوءَ پنهنجي جاءِ تي آزاديءَ جي مجسمي Statue of Liberty وانگر پنڊ پهڻ ٿي ويئي. ●

# عظمت جو ثبوت

هڪڙو ٽلهو شخص، هڪڙي سنهڙي شخص ڪي پنهنجي عظمت ۽ برتريءَ جا دليل ڏيئي رهيو هو. ٽلهي جو نالو ڊبو هو ۽ سنهڙي جو سيپڪ.

ڊبو جڏهن سنهڙي سيپڪ کي پنهنجي عظمت ۽ برتريءَ جا دليل ڏيندي ٿڪجي پيو، تڏهن رڙ ڪري کانئس پڇيائين، ”ڇا تون اڃا به منهنجي عظمت کان انڪار ٿو ڪرين؟“

”ها.“

”تون باغي آهين،“ ٽلهي ڊبوءَ سنهڙي سيپڪ کي ڪنڌ کان جهلي هوا ۾ لٽڪائي ڇڏيو. پڇيائينس، ”ڇا تون اڃا به منهنجي عظمت کان انڪار ٿو ڪرين؟“

”ها.“

”تون باغي آهين،“ ٽلهي شخص، سنهڙي شخص کي ڌرتيءَ تي دسي مٿس پنهنجو ڇپ جهڙو پير رکي ڇڏيو. پڇيائينس، ”ڇا تون اڃا به منهنجي عظمت کان انڪار ٿو ڪرين؟“

”ها.“

”تون باغي آهين،“ ڊبوءَ پنهنجو مترڪي جهڙو گوڏو سنهڙي جي سيني تي رکي، ٻنهي هٿن سان ڪيس گهٽو ڏنو. سنهڙي جون اکيون ڳاڙهيون ٿي ويون. ڏوڏا نڪرڻ لڳس. ڇپ وات مان ٻاهر ڇڪجي آيس.

جڏهن سنهڙو سيپڪ ذري گهٽ مرڻ تي هو، تڏهن ٽلهي کانئس پڇيو، ”ڇا تون اڃا به منهنجي عظمت کان انڪار ٿو ڪرين؟“

سنهڙي سيپڪ مرڻينگ آواز ۾ ورائيو، ”نه.“

ڊبوءَ گهٽي جي گرفت ڍري ڪندي سيپڪ کان پڇيو،

”مان عظيم آهيان؟“

”ها، تون عظيم آهين.“

”مان برتر بہ آهيان؟“

”ها. تون برتر بہ آهين.“

”مان تنهنجو خيرخواهہ بہ آهيان؟“ تلهي پنهنجا هٿ سنهڙي جي ڪنڌ مان ڪڍندي پڇيو، ”۽ تنهنجو هڏ ڏوکي بہ آهيان؟“

”ها، تون منهنجو خيرخواهہ آهين، ۽ هڏ ڏوکي بہ آهين.“

سنهڙو آهستي آهستي اٿي بيٺو.

”شاباس. تون وفادار شهري آهين.“ ڊبوءَ پنهنجي پساني جهڙي هٿ سان سيپڪ کي پٺيءَ تي قدر شناسيءَ وچان ٺڪي ڏني. ٺڪيءَ سبب سنهڙو سيپڪ پنهنجو پوپٽ جيترو بار سنڀالي نہ سگهيو ۽ منهن پر وڃي ڌرتيءَ سان لڳو.

تلهي کيس ڪن کان وٺي اٿاريندي چيو، ”يار تون پيار جي ٺڪيءَ سان بہ وڃيو پٽ پوين. ائين نہ ڪندو ڪر. اجايو دنيا سمجهندي تہ مان توتي ظلم ڪريو رهيو آهيان. جيتوڻيڪ مان تنهنجو هڏ ڏوکي ۽ همدرد آهيان.“

سنهڙو پنهنجا ڪپڙا ڇنڊي، پير پختا ڪري بيٺو، ۽ پوءِ ٻنهي هٿن جون آڱريون وات ۾ وجهي واڇون ڇڪي ڪنن جي پاپڙين تائين چيري ڇڏيائين.

تلهي کانئس پڇيو، ”اهو ڇا پيو ڪرين؟“

هن ورائيو، ”دنيا کي ڏيکاري رهيو آهيان تہ مان بيحد خوش آهيان ۽ خوشيءَ وچان منهنجون واڇون وڃي پاپڙين سان لڳيون آهن.“

”شاباس.“ تلهي کيس ٺڪي ڏني ۽ چيو، ”هميشہ پنهنجين واڇن کي ڇڪي ڪنن جي پاپڙين تائين پهچائيندو ڪر. دنيا سمجهندي تون ڪلي رهيو آهين ۽ مون منجهان خوش آهين.“

سنهڙي سيپڪ حڪم جي پيروي ڪئي ●

# لهندڙ سج، وڌندڙ پاڇا

هو منتظر نگاهون حڪيم جي تجربيڪار نگاهن سان وچڙي پيون. حڪيم غور سان رئيس کي تپاسي ڏٺو. جيڪي ڪجهه پراڻيون هٿائين تنهنکي آزمايائين. رئيس جي نبض تان آڱريون هٽائيندي حڪيم مايوسيءَ مان ڪنڌ لوڏيو. رئيس جي منهن جو پنو لهي ويو. ٻڏل آواز ۾ پڇيائين، ”حڪيم ڪا جيئري به اميد ناهي؟“

”نه.“

”ير ائين نه ڪر.“

”ٿورو گهڻو چاڙهو هجيئي ها ته وسان ڪين گهٽايان ها.“

رئيس بيچينيءَ مان هٿن جون ترڙيون مهٽيندي وراڻيو، ”مان سڄي دولت، پنهنجو پاڻ لٽائڻ لاءِ تيار آهيان.“

”جوڀن ۽ جواني خزان جا سڪل پن آهن. ڏينهون ڏينهن وڃن سڪندا، پرندا، پڃندا.“

”پلا ٻاهر وڃي علاج ڪرائي ڏسان؟ پيرس، لنڊن، في الحال تون ....“

”سڀ اجايو آهي رئيس،“ حڪيم هڪدم جواب ڏنو، ”باهه ۾ پسمر تيل وڌ پيهر ڪڏهن به پور نه جهليو آهي.“

”مان وڌ ناهيان، ماڻهو آهيان. وڏو ماڻهو آهيان.“

”خوب مزا ماڻيا اٿئي. عيش ڪيو اٿئي. جوانيءَ کي چوڙيو اٿئي. تنهنجو ڪوهه ڪٿي ويو رئيس.“ حڪيم ڪجهه گهڙين لاءِ ويچار ۾ تبي هٽي خاموش ٿي ويو. پوءِ اچتو چرڪ پري چيائين، ”۽ سچ پڇين ته.....“ حڪيم جملو پورو ڪري نه سگهيو مانڌ ۾ ٻڏي ويو.

حڪيم ڪجهه گهڙيون رئيس جي اکين ۾ چتائي ڏٺو. ڪچيائين ڪجهه به نه.

”چئه حڪيم، چئه.“

حڪيم ڪوري آواز ۾ چيو، ”تون جلد مري ويندين، رئيس.“
رئيس کي ڇڻ نانگ سنگهي ويو. وچون ۽ جي ڏنگ جهڙيون مچون ڦوسيءَ جي پيچ وانگر لٽڪي پيس.
”مان مري ويندس،“ رئيس ڇپن ۾ پڙڪيو.
”ها.“
”ايترو جلد!“
”سال ۾ ٽي سو پنجهٺ ڏينهن هوندا آهن. تون پنهنجي زندگي جي پنجاهہ سالن جي هڪ هڪ گهڙي ماڻيندو رهيو آهين.“
حڪيم جو جواب ٻڌي رئيس اونهي ماٺ ۾ غرق ٿي ويو. نگاهون پنهنجي ڪارن تلهن بيدولن هٿن تي کپي ويس. آڱريون ۾ ننهن سگريٽ جي دونهي ۾ دونهاتجي هيڊا ٿي ويا هئس. ڪجهہ دير هٿن جي ترين ۾ تقدير جون ليڪون ڏسندو رهيو ۽ پوءِ آهستي آهستي ڪنڌ مٿي ڪري نظرون حڪيم جي گنڀير چهري تي چمائي ڇڏيائين. حڪيم اکيون پوري ڪنهن گهري سوچ ۾ گم ٿي ويو هو.
رئيس ڇڻ ڪوهہ مان ڳالهايو، ”مان مرڻ نٿو چاهيان.“
حڪيم اکيون کولي رئيس ڏانهن ڏٺو.
رئيس پنهنجو جملو ورجايو، ”مان مرڻ نٿو چاهيان.“
”هر ڪنهن کي مرڻو آهي.“
”پر مان اڃان پنجاهہ سالن جو مس ٿيو آهيان.“
حڪيم جي چپن تي پراسرار مرڪ تري آئي. وراڻيائين، ”تو پنجاهہ سالن ۾ سو سالن جيڏو عيش ڪيو آهي.“
”پر، پر مان تہ اڃان جوان آهيان. اخبارن وارا منهنجي نالي سان گڏ لفظ ’نوجوان‘ لکندا آهن.“
”تون انب جو ڪاڏل ٽڙ آهين. ٻاهران پڙيل اندران خالي.“
”تون مونکي ڏڪائين ٿو،“ رئيس کي ٿوري ڪاوڙ لڳي.
”مان ڏڪايانءِ نٿو، ايمان جي ڳالهہ ٿو ٻڌايانءِ،“ حڪيم هڪدم چيو.
”پر تو وٽ تہ شيهن جا ڪشتا، فولاد جا ڪشتا آهن.“

”دوائن ۽ ڪشتن جي بہ هڪ حد هوندي آهي، تنهن کان پوءِ سندن اثر بي اثر ٿي پوندو آهي،“ حڪيم جواب ڏيئي اکيون بند ڪري ڇڏيون.

رئيس ڪجھہ دير خاموش ويٺو رهيو. ڪجھہ سوچيندو رهيو. ڪڏهن حڪيم جي ڇهري کي ڇتائي پئي ڏٺائين تہ ڪڏهن الماڙين ۾ رکيل دوائن، معجونن ۽ ڪشتن جي برنين کي ٿي گهورياٿين. اکين ۾ رکي رکي جوت پئي جاڳيس ۽ پئي لمحي اڇهامي پئي ويس. اوچتو پنهنجي بدن کي ڏونڏاڙياٿين. کنگهي نڙي صفا ڪياٿين. کنگهڪار تي حڪيم اکيون کولي ڏانهس ڏٺو.

پئي چتا ڪا گهڙي هڪ ٻئي جي اکين ۾ ڏسندا رهيا. رئيس ڪوٽ جي کيسي ۾ هٿ وجهندي چيو، ”مان تنهنجو مطلب سمجھي ويو آهيان، حڪيم. موت جو پئو ڏيئي مونکان ڏوڪڙ ٿو ڇڏائڻ چاهين. اچي وٺ. ڪڍ. پنج هزار، ڏھ هزار. ڏسين ڇا ٿو؟ ڪڍ.“ رئيس ميز تي نوٽن جو ڍير ڪري ڇڏيو.

حڪيم ٻئي ٻانهون ميز تي رکي نوٽن جي ڍير کي ڏسڻ لڳو. پوءِ هڪ لمحي لاءِ سندس چپن تي مرڪ ڦهلجي، ڪن ۾ پگهرجي ويئي. نوٽن جي هڪ ٿهي هٿ ۾ کڻي، آٿلائي پٿلائي ڏسڻ کان پوءِ ورائي ميز تي رکي ڇڏياٿين.

رئيس کان رهيو نہ ٿيو. حڪيم جو هٿ جهليندي چياٿين، ”مونکي مايوس نہ ڪر حڪيم. منهنجي رات اجائي نہ ڪر.“

حڪيم پت وانگر خاموش رهيو.

حڪيم پنهنجو هٿ ڇڏائي، نوٽن جون ٿهيون رئيس ڏانهن ڌڪيندي چيو، ”مان تنهنجو دوست آهيان رئيس. مان تنهنجي ڀلائي چاهيان ٿو. منهنجي نيت تي شڪ ڪري تو منهنجي بيعزتي ڪئي آهي.“

”نہ حڪيم نہ. ائين ناهي،“ رئيس پنهنجا ٻئي هٿ حڪيم جي ساڄي هٿ تي رکندي چيو، ”تون تہ پنهنجو يار آهين، حڪيم. دير ڪاوڙ نہ ڪر، ٻيو سونکي گوري ڏي.“

حڪيم کيس جواب نہ ڏنو.

”ناراض آهين ڇا، حڪيم.“

”تون سمجهين ٿو تہ رئيس. مان نہ فقط حڪيم آهيان، پر تنهنجو سنگتي بہ آهيان، گهڻگهرو آهيان.“ حڪيم ورائيو، ”تنهنجي دل ڪمزور ٿي ويئي آهي. طاقت جي هڪ گوري، شراب جي هڪ بوتل ۽ هڪ جوان عورت، چند گهڙين ۾ تنهنجي اجل جو سبب ٿي پون تہ شڪ ناهي.“

رئيس ڪرسيءَ تان اٿي پيٽ ڏانهن منهن ڪري ويهي رهيو. حڪيم نيز ڏان نوٽن جون ٿهيون ڪڍي رئيس جي کيسن ۾ اٿي وڌيون. رئيس مايوس نگاهن سان حڪيم ڏانهن ڏنو. خشڪ چپن تي زبان ڦيريندي چيائين، ”تہ مان جلد مري ويندس.“

”ها رئيس، تون جلد مري ويندين.“

رئيس جي دل ٻڏي ويئي. روح ڪنهن پاتار ۾ لهي ويس. جسم ڳورو ۽ نستو محسوس ڪيائين. حڪيم جي دواخاني مان نڪري ٻاهر اچي بيٺو. سامهون سندس چلڪندڙ موٽر بيٺي هئي. هن پاڻ ۾ وک وڌائڻ جي سگهہ نہ ساري. چڙ تہ ٽنگن مان ست نڪري ويو هوس. اندر ۾ ٻوسٽ محسوس ڪيائين. ساهہ منجهندو محسوس ٿيس. هن قميص جا بہ بٽڻ کولي ڇڏيا، پر ائين ڪرڻ سان بہ کيس آرام نہ آيو. مرڻ جي ڳالهہ ٻڌڻ کان اڳ جو پاڻ کي چست ۽ چالاڪ پئي محسوس ڪيائين، سا گهڙي خواب لڳس. پيريل منهن جا مٺا پڪل ڪارڪ وانگر گهنججي ويس. اڳ جو ايندڙ ويندڙ عورت کي چوٽيءَ کان پيرن تائين جاچي ڏسندو هو، سا نظر بدلجي ويس. آدمي سندس اکين مان ليئا پائڻ لڳي.

دواخاني جي ٻاهران رئيس کي بيٺل ڏسي ڊرائيور موٽر ڦيرائي سندس آڏو آڻي بيهاري ۽ ادب سان ٻويون در کولي بيٺو. رئيس پنهنجو نستو جسم موٽر جي ٻوئين سيٽ تي ڇڏي ڏنو. ڊرائيور اچرج مان پنهنجي مالڪ جو ڪرڙيءَ جي پيٽ جهڙو زرد منهن، لٽيل ڪلها ۽ اُپا ساهہ ڏسي پاسي ۾ بيٺل راڪاس جهڙي

شخص ڏانهن نهاريو. هو اڳتي وڌي آيو ۽ موٽر جي دريءَ تي پانهون رکندي پڇيائين، ”رئيس خير ته آهي.“

”ها، مڙيئي خير آهي.“ رئيس جواب ڏيئي ڊرائيور سان مخاطب ٿيو، ”هل شيدي، اوطاق تي هل.“

راڪاس جيڏو شخص، جنهن کي پٽاپٽي گوڏ ۽ بوسڪيءَ جو پهراڻ پاتل هو، تنهن پنهنجو منهن موٽر جي دريءَ مان اندر ڪندي چيو، ”سائين بلڪل نٿين آهي.“

”مان گهر ويندس، پهلوان.“

”کهڙيون ڳالهيون ٿا ڪريو سائين!“ پهلوان چرڪ ڀريندي چيو، ”رب جو قسم آ، اسان توهان وڏيرن لاءِ داٽا ڳولي ڪٺي ايندا آهيون. ڇا ياد ڪندين پهلوان کي وڏيرا سائين.“

”منهنجو وقت نه وڃائي.“

رئيس ڊرائيور کي موٽر هلائڻ لاءِ چيو. پهلوان جون وايون بتال ٿي ويون. موٽر جي دريءَ مان ڪنڌ ڪڍندي چيائين، ”پرواه ناهي وڏيرا سائين. اڄ پهلوان کي نقصان سهڻو، پر ٻي دفعي حساب چڪتو ڪري وٺبو.“

”ترس شيدي“، رئيس ڊرائيور کي ڪلهي تي هٿ رکندي چيو.

موٽر هڪ سٽ سان بيهي رهي. رئيس ڪوٽ جي کيسي مان نوٽن جي ٿهي ڪڍي، موٽر جي دريءَ مان پهلوان ڏانهن وڌائيندي چيو، ”اچي وٺ، پهلوان.“

پهلوان ڊوڙي آيو ۽ ٻنهي هٿن ۾ نوٽن جي ٿهي وٺندي چيائين، ”رب جو قسم آ، اڄ حاتم هجي ها ته جيڪر روئي پوي ها، وڏيرا سائين.“

رئيس چيو، ”هل شيدي، هل.“

شيدي موٽر اڳتي ڪاهي ويو. اسٽيشن روڊ پورو ڪري، گهنٽا گهر وٽان براج روڊ ڏانهن ڦرندي رئيس جي نگاهه معصوم شاه جي مناري تي پيئي. وراڪي وٽ منارو سندس نگاهن کان اوجهل ٿي ويو. براج روڊ تي ماڻهن، ٽانگن ۽ سائيڪلن جي پيهه هئي.

شيديءَ موٽر جي رفتار ڍري ڪري ڇڏي. ٿاڻي وٽ جمعدار رئيس کي ڪڙڪيدار سلام ڪيو. جواب ۾ رئيس فقط پنهنجو ڪنڌ لوڏيو. اڳڀرو وانگر موٽر بيهاري ڪانئس حال احوال نہ ورتائين. جمعدار حيرت مان موٽر کي ڏسندو رهيو. ڪجهہ اڳتي هلي موٽرشڪارپور روڊ ڏانهن ڦري ويئي. جڏهن متي مهر جي واڙي واري گهٽي آئي تہ رئيس ڳاٽ ڪڍي اوڏانهن ڏٺو. (عام رواجي ماڻهو ۽ لوفر لفنگا بيراج روڊ کان چڪلي ۾ ويندا آهن. وڏا ماڻهو، ڪامورا ۽ پڙهيل ڳڙهيل متي مهر جي واڙي واري گهٽيءَ مان لڪي لڪي، پاڇن ۾ وڏندا، چڪلي ۾ داخل ٿيندا آهن). رئيس وڏن ماڻهن سان گڏ چڪلي ۾ ويندو هو، پر جڏهن کان چونڊن ۾ بيهڻ جو ارادو ڪيو هئائين، تڏهن کان چڪلي ۾ وڃڻ گهٽائي ڇڏيو هئائين. چڪلي ۾ ڪيس بشيران پسند هئي. بشيران جڏهن بہ رئيس کي راضي ڪندي هئي، تڏهن رئيس نوٽن جو ڍير سندس قدمن ۾ اڇلائي، ڪيسا ڇنڊي، ويندي ويندي، در وٽان منهن ورائي چوندو هو، ”اسان سان ڪير ڪلهو هڻي سگهندو بشيران. حڪم ڪر تہ سڄي سنڌ تنهنجن قدمن تان قربان ڪري ڇڏيان.“

بشيران فقط هڪ دلفريب مرڪ آڻي اٿي ڪڙي ٿيندي هئي.

موٽر جڏهن متي مهر جي واڙي واري گهٽيءَ وٽان لنگهي، تڏهن رئيس کي بشيران ياد آئي. بي‌اختيار هڪ سرد آهہ سندس ڇپن کي ڦڙڪائيندي هلي ويئي. سنڌن ۾ تڙڪاٽ محسوس ٿيس. ڏک، ارمان، بيڪسي ۽ مجبوري سندس سموري وجود مان ليئا پائڻ لڳي. تصور ۾ قبر جي اونده ڏسي ورتائين. سڄي واٽ حڪيم جو جملو سندس ڪنن ۾ ڇپندو رهيو. سڪرات جو خوف ۽ قبر جي عذاب جون ٻڌل ڏند ڪٿائون کيس نيپوڙيندون رهيون.

رئيس جي خيالن جو سلسلو اوطاق وٽ ٽٽي پيو. موٽر بيهاري شيدي ادب سان در کوليو. رئيس آهستي وک کڻندو اوطاق ۾ داخل ٿيو. نوڪر چاڪر ادب سان اٿي بيٺا. رئيس سڌو وڃي کٽ تي ويٺو. ڪنهن ڏانهن اک کڻي نہ ڏٺائين. سيني

اچرج مان هڪ ٻئي ڏانهن نهاريو. سيني جي اکين ۾ ساڳيو سوال هو. سڀ کان وڌيڪ حيرت آبپاشيءَ جي اوورسيئر حاڪم کي ٿي. هونءَ رئيس کيس ڏسندي ئي پانهون کولي پاڪر پائيندو هو. حاڪم پنهنجي جاءِ تان اٿي رئيس جي پير ۾ کٽ تي اچي ويٺو. رئيس جو لٿل منهن ۽ پريشان نگاهون ڏسندي پڇيائين، "ڇو رئيس، خير ته آهي؟"

"ها، مڙيئي خير آهي."

"وساميل ٿو ڏسجين."

"ائين ئي."

"چپ ڇو آهين."

ڳالهه ٽارڻ لاءِ رئيس ورائيو، "متي ۾ سور آهي."

"واه سائين واه. ايتري تي ڪٿي دل لاٿي اٿئي."

"مان پريشان آهيان، حاڪم."

"اهڙي خوشخبريءَ تو ٻڌايانءِ رئيس جو منهن ۾ سموري پريشاني ختم ٿي ويندءِ."

"منهنجي پريشاني لهڻ جي ناهي."

"خوشخبري به ڪا معمولي ڪونهي"، حاڪم چيو، "ٻڌنديئي جهمر هڻندين."

رئيس هڪ تکي نظر حاڪم تي وڌي. حاڪم هيڏانهن هوڏانهن ڏسي رئيس طرف جهڪي آيو. پوءِ رازداريءَ ۾ چيائين، "اڄ بند کي ٽڪو ڏياري آيو آهيان. صبح تائين سڄو ڳوٺ ٻڏي ويندو. بند ٽٽڻ ۾ لک ڪن نه ڪمائي ونداسين. ڪيئن!"

اوورسيئر ٽهڪ ڏيڻ لڳو. رئيس گهور ڪري ڏانهس نهاريو. نفرت وچان ذري گهٽ رڙ ڪندي چيائين، "سنگدل، ڪمينا. دولت جي حوس ۾ غريبن کي بي گهر ڪري ڇڏيئه."

"ڪا نئين ڳالهه تي ڪونهي." حاڪم آرام سان ورائيو، "پاڻ ته هميشه کان ائين ڪندا آهيون."

"بيرحم. نڪري وڃ منهنجي اوطاق مان. مان تنهنجي

شڪل ڏسڻ نٿو چاهيان.“

حاڪم رئيس ڪي چتائي ڏنو. سمجهيائين رئيس ضرورت کان وڌيڪ پيتل هو تنهن ڪري اهڙيون واهيات ڳالهيون پئي ڪيائين. هن وڌيڪ ڳالهائڻ مناسب نہ سمجهيو ۽ دل ۾ دولت لاءِ گدگد ٿيندو اوطاق مان نڪري ويو.

حاڪم جي وڃڻ کان پوءِ رئيس کٽ تان اٿيو ۽ پٺي هٿ ڪوٽ جي کيسن ۾ وجهي آهستي آهستي قدم کڻڻ لڳو. اونهي ويچار ۾ ڪنڌ جهڪي ويو هوس. پيشانيءَ تي فڪر جون ليڪون اڀري آيون هيس. قدم کڻندو اوطاق جي پرئين ڪنڊ ۾ ڪاٺ جي ڪبٽ وٽ وڃي بيٺو. ڪا گهڙي ڪبٽ کي ٽڪ ٻڌي ڏسندو رهيو. ڏسنديئي ڏسندي، هڪ ست ساڻ ڪبٽ جو طاق کولي ڇڏيائين. ڪبٽ ۾ ولائتي شراب جون بوتلون ۽ سگريٽن جا پاڪيٽ پيا هئا. رئيس جو بدن ڪنبڻ لڳو. اوچتو جذبن جي جنون ۾ بوتلون کڻندو دريءَ کان ٻاهر اڇلائيندو ويو. نوڪر چاڪر، راهڪ ڪڙمي اڳرج مان ڏانهس نهارڻ لڳا. رئيس بنا ترسڻ جي بوتلون اڇلائيندو ويو. ڪجھ دير ۾ ساهہ چڙهي آيس. سهڪڻ لڳو.

”منهنجي اوطاق ۾ حرام شي!“ سهڪندي چوڻ لڳو، ”اڙي تماشو تہ ڏسو! بيوقوف، گڏهہ، جاهل. ڪيڏو حرام شي منهنجي گهر مان. منهنجي قيامت ڪاري ٿا ڪريو.“

نوڪر ڊپ ۽ حيرت ۾ ڪبٽ وٽ وڃي بيٺا. رئيس جو ساهہ پرجي آيو هو. چيائين، ”سوئر جا ڦرؤ! اڙي اڇلايو هي بوتلون ٻاهر... گهٽيءَ ۾.“

نوڪرن منٽن ۾ شراب جون بوتلون ۽ سگريٽن جا پاڪيٽ ٻاهر اڇلائي ڪبٽ خالي ڪري ڇڏيو.

رئيس جو بدن پگهر جي پٽ تي ويو. پاڻ سنڀالي نہ سگهيو ۽ ڦهڪو ڪري، موڙهي تي ويهي رهيو.

هڪ ڪارو قدآور جوان، جنهن کي مٿي تي ڪاري ململ جي پڳ ۽ ڪلهي تي اجرڪ هو، رئيس جي سامهون اچي بيٺو.

”چو، ڪير نه آهي ريس؟“
رئيس ڏانهس ڌيان نه ڏنو.
هن پيهر ڳالهايو، ”آب حيات تي ڪاوڙ آهي چا، ريس.“
رئيس منهن مٿي ڪري مٿس هڪ ڪَرڙي نگاهه وڌي.
نفرت وچان سندس پرون پاڻ ۾ ڪِتجي ويون.
”ٽري وڃ منهنجين نظرن کان.“
”تنهنجا غلام آهيون سائين.“ ڪاري جوان ادب سان چيو،
”غلام جي ڪتا هجي، ته ماف ڪر پوتار.“
”دفعي ٿي. رهزن، خوني.“
”تنهنجي اجهي ۾ آهيون سائين.“
”قاتل، خوني“. رئيس حقارت سان اکر اڪليندو رهيو،
”ذاڙيل، بيدرد، توهان انسانن جو آرام لٽيندا رهيا آهيو.“
”تڏهن به تنهنجا آهيون سائين. تنهنجي تڏي تي پيا آهيون.
ڪڏا ٿو چاڻي جي تون اجهو نه ڏئين ته جيڪر پوليس اسان جو
جيئڻ حرام ڪري ڇڏي.“
”نه، نه. مان توهان کي سجائڻ به نٿو چاهيان.“
”تنهنجي هڪ اشاري تي سکر شڪارپور جون سهڻيون
ڇوڪريون کڻي آيا آهيون. تنهنجي چوڻ تي بيٺل فصل ساڙيندا
آهيون. تنهنجي حڪم تي الائي ڪيترن جا سر لاهيندا رهيا آهيون.“
ڪارو جوان چوندو رهيو، ”اسان تنهنجا آهيون، پوتار، تنهنجا
آهيون.“
”خاموش.“ رئيس ٻئي هٿ ڪنن تي رکي ڇڏيا، ”خاموش.
هڪدم هتان هليا وڃو.“
ڪارو جوان رئيس کان به چار قدم پري ٿي بيٺو. حيرت ۽
اچرج سان اِکر ته ٿي آڪليس. هون رئيس ايندي ويندي سندس
پٺي ٺپيندو رهندو هو. پوءِ تڏهن به همت ڪندي چيائين، ”ايندڙ
چونڊن ۾ تنهنجو ڪم به ڪنداسين سائين؟“
”باهه ڏيو چونڊن کي.“ رئيس رڙ ڪندي چيو، ”مان

انهن جهنجهٽن ۾ نہ پوندس. دفعي ٿيو، ٽري وڃو. وڃي ڪڏ ۾ پئو. هتان هليا وڃو. رهزن. خوني. ڌاڙيل."

ڪاري قداور پنهنجن ساٿين ڏانهن ڏٺو. هـو اٿـي ڪڙا ٿيا. ڪاري جوان جون اکيون ٽانڊا ٿي ويون. رئيس جي منهن ۾ منهن وجهندي چيائين، "تر ۾ ڀاڱيدارن جي ڪوٺ ڪونهي ميان. اسان کي ڪٿي نہ ڪٿي اجهو ملي ويندو، پر تنهنجو کير ڪونهي."

رئيس ٽپ ڏيئي موڙي تان اٿيو.

ڪارو جوان ڪلهي تي اجرڪ وجهي ساٿين سميت اوطاق مان هليو ويو.

رئيس موٽي اچي موڙي تي ويٺو. منهن مان پگهر ٽمي رهيو هوس. انـدر ۾ آنڊ مانڊ هئس. ڪڏهن ڪاڪ ڏهيس، تہ ڪڏهن ڊهيس پئي. ڪجهہ دير رکي منشيءَ کي وڏي واڪ سڏ ڪيائين.

منشي سٽ ڏئي جا ور ڪنجندو رئيس جي اڳيان اچي بيٺو.

"ويهہ رهہ ۽ لک،" رئيس چيو.

"پر شائين."

"ڇاهي؟"

"شائين ڪاڳر قلم نہ ڪرين اچان."

"جلد ڪڻي اچ. دير نہ ڪر،" رئيس ٽڙو ساهہ کڻندي چيو، "مون وٽ وقت ڪونهي."

"بش، اجهو ٿو اچان."

منشي ڪاغذ قلم کڻي آيو ۽ عينڪ جا شيشا اگهي لکڻ لاءِ تيار ٿي ويٺو.

"شائين، شا لکان؟"

"وصيعت!"

"وشيت!"

"ها." رئيس ورائيو، "۽ خيال سان لکندو وڃ."

"هاجر شائين."

"مـان پنهنجي آمدنـي ۽ دولت چڱـي ڪمن ۾ لڳائـڻ

چاهيان ٿو.“

”شائين لکان؟“

”ها منشي.“ رئيس خشڪ نڙيءَ سان چيو، ”هيئين مسجد جي مرمت لاءِ ڏهہ هزار رپيا.“

منشيءَ جي پيروون کي چڪ آئي. عينڪ نڪ تان گهرڪي. ناسن وٽ اچي ڦهڪيس.

”پنجويهہ هزار رپيا شڪارپور روڊ تي مسافرخانو ٺهرائڻ لاءِ.“

منشيءَ گيت ڏيئي رئيس ڏانهن ڏٺو.

”پنجويهہ هزار رپيا يتيمن جي تعليم ۽ اسڪالرن لاءِ.“

”شائين.......“ منشي ڪجهہ چوڻ جي ڪوشش ڪئي.

”تون مات ڪري لک، منشي.“ رئيس سندس ڳالهہ ڪپيندي چيو، ”ويهہ هزار رپيا بيواهہ عورتن جي اجهي لاءِ.“

”شائين بشيران بيگم کي بہ تہ جيورڻ جو انزام ڪيو اٿوَ.“

”مــون وٽ حــرام ڪاريءَ لاءِ دولت ڪونهي.“ رئيس ڪاوڙ ڪندي چيو، ”ڪڏ ۾ وجي پوي بشيران بيگم.“

”ها شائين، پيو.“

رئيس سوچ ۾ پئجي ويو. ڪجهہ دير اڪيون پوري ڪنهن مسئلي تي ويچار ڪندو رهيو. اکيون بند ڪري هٿس جو چيائين ”مان پڪو مسلمان آهيان.“

”شائين لکان؟“

”ها.“ رئيس اکيون کوليندي چيو، ”۽ منهنجين اکين آڏو واٽين جي نشاني هرگز رهي نہ سگهندي.“

”شائين ڪهڙي نساني؟“

”بندر سان جيڪي چار بنچون پيون آهن، سنگمرمر جون، سي لالا ڏرمداس جٺسنگهاڻيءَ جون ٺهرايل آهن. انهن کي پٽي درياهہ ۾ اڇلايو ۽ انهيءَ جاءِ تي هڪ سهڻو ڦوهارو تيار ڪرايو. رقم ليڪ ڏهہ هزار.“

”۽ شائين اڄ رات جمو اوطاق ۾ رڪش شرود جي محفل

ٽيٺي آهي، تنهنجو شا ٿيندو؟"

"رقص سرود بند. اوطاق ۾ واعظ ٿيندو."

منشيءَ حيرت مان رئيس ڏانهن ڏٺو ۽ قلم هلائيندو رهيو. رئيس ڪـي ويٺي ويٺي نئون خيال آيو. موڙي تـان آئندي چيائين، "وچ، منهنجي لاءِ هوائي جهاز ۾ سيٽ بڪ ڪرائي اچ."

"شائين پيرش لاءِ."

"جدہ لاءِ. مان حج تي ويندس."

منشيءَ ڪان ڇرڪ نڪري ويو. ڇپن ۾ ٽي دفعا سبحان الله چئي ويو.

"اڙي پڻ پڻ چاجي لڳائي اٿئي، ٻاتا. وڃ وڃـي ٽڪيٽ بڪ ڪراءِ."

منشيءَ هٻڪندي هٻڪندي چيو، "پـر شائين، بيلٽ تـہ نڪري ويا آهن. لشٽن تي نالا بہ لڳي ويا آهن."

رئيس ڪٽ تـي ويهـي رهيو، چيائين، "هاڻـي ڪو طريقو ڪونهي؟"

"هڪرو آهي."

"ڪهڙو؟"

"جيڪڏهن ڪو سخش حج تي نہ وڃي تہ شندش ٽڪيٽ توهان کي ملي شگهندي. شا بہ ڪوشس شان."

"اٿئي ڪو اهڙو شخص نظر ۾."

"ها شائين." منشيءَ رازداريءَ واري لهجي ۾ چيو، "پنهنجو ڏنو ڪرمي."

"ڏنو! اڙي واهہ جي ڳالهہ ڪئي اٿئي! سڏ ڪر ڏني کي."

منشيءَ ڏني کي سڏ ڪيو. ڏنو هٿ ٻـڌي ادب سان رئيس جي سامهون اچي بيٺو.

رئيس چيو، "ڏنا، هن دفعي ڏون حج تي نہ ويندين. تنهنجي بدران مان ويندس."

ڏني کي ڇڻ مغز ۾ ٻرڇي لڳي. پيرن هيٺان ڌرتي نڪري ويس. آڙي ڪندي چيائين، "سائين، پائي پائي ميڙي هن ڏينهن جي

سڏ ڪئي هئم.“
”ايندڙ سال ڪٿي وڃجانءِ.“
”ايندڙ سال حياتي رهي نہ رهي، ۽ پوءِ بيلٽ ۾ ڪٿي نالو نہ بہ نڪري.“
”خير، هن سال حج تي تون نہ ويندين، تنهنجي بدران مان ويندس.“
”اهڙو ڦهڙ تہ نہ ڪر سائين.“
”بڪ بڪ نہ ڪر.“
”سائين مان ويندس.“ ڏنو روئي پيو، ”مان مسڪين آهيان، منهنجي هڪ تمنا تہ پوري ٿيڻ ڏيو.“
ڏنو رئيس جي قدمن ۾ ڪري پيو. رئيس پنهنجو پير پري ڪندي چيو، ”پري ٿيءُ، نہ تہ لاهيان نہ ڪياڙيءَ واري لپاٽ.“
”لپاٽ هڻ، پر حج تي وڃڻ ڏي.“
”اڙي تون هٿ تان نہ لهندين.“ رئيس ڪاوڙ ۾ ٻاهه تي ويو، ”هڻ هن ڪاغذ تي آڱوٺو.“
”سائين مان نہ هڻندس.“
”نہ هڻندين؟“
”نہ سائين.“
”نہ هڻندين؟“ رئيس رڙ ڪندي چيو، ”اڙي وٺي اچو ڏني جي جوءِ کي تہ سڻڻ ۾ ٻلي وجهانس.“
ڏني ڪان دانهن نڪري ويئي. زندگيءَ جي وسارڻ سچي نفرت اکين ۾ تري آيس. جڏهن جو شهر سندس سيني ۾ سڙي خاڪ ٿي ويو. آڱوٺي کي مس لڳائي ڪاغذ تي هنيائين ۽ ڪنڌ جهڪائي اوطاق مان نڪري ويو. ان وقت ڏني جي اکين ۾ لڙڪ نہ هئا.
رئيس جي سيني ۾ ڪاوڙ جا شعلا ڀڙڪڻ لڳا. ڏني سندس حڪم نہ تاريو هو، پر تڏهن بہ ڏني جي روئي تي رئيس جي رڳ رڳ ۾ رت تهڪڻ لڳو. ڪيئن! ڪيئن هڪ معمولي، ٽڪي جي ڪڙميءَ مونسان ڏر ڏر پئي ڪئي؟ رئيس ڪٽ تان اٿيو ۽ اوطاق جو غاليچو لتاڙيندو رهيو. اوچتو سندس نگاهہ پٽ تي

ٿنگيل ڪيلينڊر تي وڃي پيئي. هلندو اچي پٽ وٽ ڪيلينڊر جي سامهون بيٺو. ڪيلينڊر تي تاج محل جي تصوير هئي.

سندس نگاهون ڪيلينڊر تي کپي ويون. ڪا گهڙي اک ڇنڀ بنا تاج محل جي تصوير ڏسندو رهيو. آهستي آهستي سندس چپ ڦڙڪيا. چيائين، ”منشي.“

”جي شائين.“

”مسجد جي مرمت نہ ٿيندي.“

”هان!“

”مسافرخانو نہ ٺهندو.“

”هان!“ منشيءَ کان ذري گهٽ قلم ڇڏائجي ويو.

”يتيم ۽ بيواہ وچي کوہ ۾ پون.“

منشيءَ پنهنجي عينڪ نڪ تي کپائيندي رئيس ڏانهن ڏٺو.

رئيس چوندو رهيو، ”لالا ڌرمداس جون بئنڇون پل بندر وٽ پيل هجن.“

”ها شائين.“

پوءِ ڪجهہ دير اوطاق ۾ خاموشي طاري رهي. رئيس تاج محل جي تصوير کي جاچيندي چيو، ”حج ڪري مان ڪربلا مولا جي زيارت تي ويندس.“

”انساءَ الله.“

”تيستائين تون ڪنهن سٺي ڪاريگر کان هڪ زبردست مقبري جو نقشو تيار ڪرائي ونجاءِ.“

”مقبرو!“

”ها.“ رئيس ورائيو، ” مان چاهيان ٿو تہ مرڻ کان پوءِ مونکي ياد ڪيو وڃي. منهنجون ورسيون ملهايون وڃن. مان ڪو معمولي ماڻهو تہ نہ آهيان، جو مرڻ کان پوءِ گمنام رهان.“

رئيس هٿ وڌائي پٽ تان ڪيلينڊر لاهي ورتو ۽ آڻي منشيءَ جي گوڏن تي رکيو. ڪيلينڊر جو تاج محل وارو ورق اٿلي ويو ۽ منشيءَ جي نگاهن آڏو سانجهيءَ جو منظر هو— لهندڙ سج ۽ ڪجين جا وڌندڙ پاڇا. ●

# چريٽ ۽ قلفي

سڄي گهر ۾ مان سڀني کان ننڍو آهيان، هر ڪو سڏيم چريٽ. ائين به ڪونهي ته مان صفا ڪو ٻوڪ بصر يا چيڙ چريو آهيان. مان پنهنجي ساءَ ته سڀ ڪم نهايت خبرداريءَ سان ڪندو آهيان، پر منهنجي بدقسمتي چئبي جو ڪٿي نه ڪٿي، ڪا نه ڪا غلطي ڪري ويهندو آهيان ۽ ان جو نتيجو ڀوڳڻو پوندو اٿم. هڪڙي ڏينهن ائين ٿي ٿيو هو. اسڪول ۾ ماستر صاحب ٻڌايو ته ماءُ جي پيرن هيٺان بهشت هوندو آهي. منهنجي سنگتي قندڻ پنهنجي بينچ تان اٿندي چيو، "پر، سائين مونکي ته ماءُ ئي ڪونهي. مان ننڍڙو هوس جو هوءَ مري ويئي هئي. منهنجو بهشت ڪٿي هوندو؟"

"پڻهين جي پيرن ۾،" سائينءَ کي ڏاڍا خار لڳا. "چورو ڪمبخت! ماڻس مري ويئي اٿس ته ان ۾ به چڙ منهنجو ڏوهه آهي."

قلندر پنهنجو سنهڙو هڏائون هٿ مٿي ڪيو، "سائين."

"چئه، سائينءَ جا ٻچا."

"سائين، توهان چيو نه، ته بهشت ماءُ جي پيرن هيٺان هوندو آهي."

"اڙي، هائو، چيم، هڪ لک دفعا چيم ته ماءُ جي پيرن هيٺان بهشت هوندو آهي."

"پر سائين، منهنجي ماءُ جي پيرن هيٺان ته بابا جو چمپل هوندو آهي."

ان ڏينهن اسانجي ماستر منهنجي دوست قلندر کي دل تي مار ڏني. ماري ماري اڌ مئو ڪري ڇڏيائينس. جڏهن خوب مار ڏيئي رهيس، تڏهن قلندر کان پڇيائين، "ڪيئن. ماڻهين جي پيرن هيٺان بابا جو چمپل آهي يا بهشت؟"

قلندر پاڻهن سان گوبو اگهندي چيو، "سائين، منهنجي ماءُ

جي پيرن هيٺان....دو....دو....دوزخ آهي.“

ان جواب تي قلندر کي اهڙي مار ملي، جهڙي ڪُنڌو ڪٽيءَ پنهنجي گڏهہ کي ڏني هئي، جنهن سندس ڳوڏ جو اڌ حصو ڇڀاڙي ڇڀاڙي اگهري ڇڏيو هو. ماستر صاحب قلندر کي ڪٽي ڪٽي ٿڪجي پيو. شاهي پٽي وري اڇي ورائينس. هڏ ڳڏ ڇٽي ڇور ڪري ڇڏيائينس. مولا بخش جي وسڪارن سان اسان جي يار کي بيحال ڪري ڇڏيائين. قلندر نيٺ ساڻو ٿي ڪري پيو. ماستر صاحب پنهنجي لٺ (جنهن کي ٻہ مٿا هئا) ميز تي رکي، ٻانهون ڪنجي، قلندر کي وارن کان وٺي ڌونڌاڙيندي پڇيو، ”چئہ ڙي، ڇمپل جا پٽ، ماڻهين جي پيرن هيٺان بهشت آهي يا ٻانا جو ڇمپل؟“

سڄي ڪلاس جا شاگرد پنهنجا پنهنجا ساهہ روڪي، دل ئي دل ۾ ڪنبي رهيا هئا. ماستر صاحب جو سوال ٻڌي سڀني شاگردن جون نگاهون قلندر ڏانهن اٿيون. هن وراڻيو، ”سائين، برابر، منهنجي ماءُ جي پيرن هيٺان بهشت آهي.“

ماستر صاحب پنهنجي فتح تي ڏاڍو گُدگُد ٿيو. مولا بخش خاني ۾ رکي ڇڏيائين. قلندر جي پٺي ٿپيندي چيائين، ”بچا، استاد جي مار سنوار، ۽ ڳالهہ پٿر تي ليڪو هوندي آهي.“

”ها، سائين منهنجي ماءُ جي پيرن هيٺان بهشت آهي.“

قلندر موٽي اچي منهنجي ڀر ۾ ويٺو ۽ پوءِ ڪيتري دير تائين نڪ ۾ آڱريون ڦيرائي ڪينگا ڪڍي بينچ کي ٽنبيندو رهيو. ماستر صاحب کان اک بچائي ڦندڻ ڪيس سٽ ۾ ڇنڊيڙي وجهندي چيو، ”سيرو تو پڇين چا؟“

”ها.“ هن پگهڙي جيڏو گينگو ڪڍندي وراڻيو، ”منهنجي ماءُ جي پيرن هيٺان بهشت آهي.“

ماءُ جو پير پري ڪونهي. بهشت ۾ منهنجي دلچسپي وڌي ويئي. رهيو نہ ٿيو. اٿي بيٺس. سائينءَ اهڙي رڙ ڪئي، جهڙي ٽارزن مارا ماريءَ سان ڀرپور انگريزي فلمن ۾ ڪندو آهي، ”تو کي وري ڇاهي، بدبخت ڇورا؟“

هٿ مٿي کندي وراڻيم، ”سائين پهلا بهشت ۾ قلفي ملندي.“

سائينءَ جواب نه ڏنو. ميز جو خانو کولي مولا بخش پاهر ڪڍيائين. مون به الله جو نالو ورتو ۽ پٺي هٿ سائينءَ جي سامهون جهلي بيٺس. سائين وڏي آيو ۽ اچي ڏنڊي سان ورايائين. ماستر صاحب جي مار کائيندي فيصلو ڪيم ته ڪجهه به ٿي پوي، پر مان بهشت ۾ نه ويندس. سائين جڏهن ٿڪجي پيو ۽ سهڪڻ لڳو، تڏهن چيائين، ”صوبيدار جو پاءُ ٿي پيو آهين، نه ته ماري ماري بڻ وجائي ڇڏيانءِ ها.“

مان هٿ مهٽيندو، پانهن سان گوڏو اگهندو، بينچ تي وڃي ويٺس. سائين پڻ پڻ کندو بورڊ ڏانهن وڏي ويو، ”پڙهڻ کان ته چوري کي پرو ٿو چڙهي. پٽ هليو آ بهشت ۾ قلفي کائڻ.“

مونکي پڻ احساس ٿيو ته ها پيلي، مان پڙهڻ ۾ جڏو آهيان، ڪچو ڏڏ آهيان. ادا شفارش نه ڪري ها ته هن سال ڇهون درجو ڪڏهن به پاس ڪري نه سگهان ها. سوچيم ته پڙهڻ سان دل لڳائيندس، ڪتابن ۾ دلچسپي وٺندس. سائينءَ پورڊ وٽ پهچندي چيو، ”اڙي لکو چورا .... (جلدي ڪيد ڪاپي، موڳا) واسڪو ديگاما.... پهرپون شخص هو.... (اڙي او موچيءَ جا پٽ، پاهر ڇا ٿو ڏسين؟) جنهن ساموندي (لخ لعنت ٿي چورا حجم، پاهر پٺهين بيٺو آ؟) ساموندي سفر ڪري.... (او قلفيءَ جا، پاهر قلفيءَ واري کي ٿو ڏسين ڇا؟).... ۽....“

”نه سائين.“

”اڙي وري ڪوڙ.“

”نه سائين.“

”پاهر ڇا ٿو ڏسين؟“

”ڪجهه نه.“

”پلا ڪلاس ۾ ڌيان اٿئي؟“

”ها سائين.“

”پڌاءِ تہ مان ڇا لکائي رهيو آهيان؟ پر خبردار جو ڪاپي ڏني اٿئي.“

”توهان گاما پهلوان جي تعريف لکائي رهيا آهيو.“

سائينءَ اتان ئي مونکي چاڪ اڇلائي هنيو ۽ پوءِ جنهن وقت پنهنجي ہ مٿي لٺ ڪٺي مون ڏانهن وڌيو، تنهن وقت پٺيوالي رسيس جو گهنڊ وڄايو. موقعي جو فائدي وٺندي، مان تير وانگر دريءَ مان ٽپو ڏيئي ڀڄي ويس. پٺيان سائينءَ جي رڙ پڌم، ”اڙي جهليوس، پڪڙيوس. ڊوڙو، ڇربٽ کي ٽنگا ٽولي ڪري ڪٺي اچو تہ کل لاهيانس.“

پر مونکان تکو فقط ڪتا ڊوڙي سگهندا آهن. ڇورا ڪيئن ٿي پڪڙي سگهيا! رڳو رڙيون ڪندا رهيا، ”پڪڙيو ڇربٽ کي، پڪڙيو ڇربٽ کي.“

اهڙيئي نموني هڪ غلطي اڳ بہ ڪئي هيم، جنهنجي نتيجي ۾ منهنجي مٿان ڇربٽ نالو پئجي ويو.

ڳالهہ هن ريت هئي، جو هڪڙي ڏينهن هڪ مائٽ اسان جي گهر آيو. پاڻ وڏو ماڻهو آهي، انڪري وڏن ماڻهن وانگر ٿلهو آهي. قداور ۽ ڏسڻ ۾ ڇسو آهي. مٿو سُنڌين وانگر ويٺل اٿس. اکين جا تارا پورا ۽ ڇڏن جيان ٻاهر نڪل اٿس. هو جنهن وقت ڊرائينگ روم ۾ آيو هو، مان تنهن وقت در جي پردي پويان لڪي لڪي قلفي چوسي رهيو هوس. قلفي کائڻ منهنجي عادت آهي. منهنجي اها عادت مائٽن کي پسند ناهي، پر پاڙيسرين کي آهي. مان پاڙيسرين جا ڪِم ڪار ڪندو رهندو آهيان ۽ هو مونکي لڪي لڪي پنهنجي گهر ۾ قلفي کائڻ ڏيندا آهن. پاڙي وارن وٽ نہ وڃان تہ درن جي پردن پويان لڪي لڪي قلفي چوسيندو آهيان. ان ڏينهن بہ مان قلفي چوسي رهيو هوس، جو اسان جو مائٽ ڪمري ۾ داخل ٿيو. ڪو معمولي ماڻهو ڪونهي. لاهور ۾ وڏو آفيسر آهي. منهنجي ماڙسڪاڻ پوي. مون کي ان جو افسوس ناهي تہ پاڻ هڪ ڪڇپائيءَ سان ٻي شادي ڪيائين ۽ پهرين کي طلاق ڏيئي ڇڏيائين. افسوس

ان ڳالهہ جو اثر تہ سندس وڏو پٽ ڪريم، جيڪو پهرين زال مان اٿس، سو منهنجو هم ڪلاسي آهي ۽ مان ڪيس روز هڪ قلفي کارائيندو آهيان. ويچارو ڇا ڪري! پٽس پيسو ڏوڪڙ بہ متوڪليس ڪونہ. ڏينهن جو پڙهندو آهي ۽ شام جو ڇولا وڪڻندو آهي. ماڻس رَوَن تي آر سان پرت ڪندي آهي. پر جڏهن کان نوڙين جهڙا نيلان جا روا آيا آهن، تڏهن کان ويچاريءَ جو روزگار تنگ آهي. غريب کي طلاق مليل آهي. بزرگهنس پنهنجن ڪچي ساهرن کي قرآن تي لکي ڏنو هو تہ نڪاح کان اڳ پهرين زال کي طلاق ڏيندو. ماڻٽ پڪو مسلمان آهي. قرآن تي لکيل ڳالهہ پوري ڪري ڏيکاريائين. منهنجي دوست ڪريم جي ماءُ کي اسلام جي پيروي ڪندي ئهہ پهہ طلاق ڏيئي ڇڏيائين. هڪ ڏينهن ڪريم کي قلفي کارائيندي، چيو هوم، "پيءُ بہ عجيب ڪنجوس، مکي چوس مارواڙي آهي! توکي قلفي کائڻ لاءِ بہ آنا بہ نہ موڪليندو آهي؟"

"نہ."

"مکي چوس مارواڙي."

"اون هون. ڪچي ڪانياواڙي."

"پيءُ ايڏا پيسا گڏ ڪري ڇا ڪندو؟"

"لاهور ۾ تاج محل ٺهرائيندو."

"قلفي جو ڪارخانو نہ کوليندو."

"نہ."

ماڻٽ منهنجي دل تان لهي ويو.

پر ان ڏينهن کيس ڏسنديئي مونکي الاءِ ڇو بيحد کل آئي. ٺهڪ نڙيءَ ۾ ڪَل ڪرڻ لڳا. کل روڪڻ لاءِ قلفي وات ۾ وجهي مات ڪري ويهي رهيس. امان سندس آڌر ڀاءُ ڪرڻ آئي. چيائينس، "ڪراچيءَ آئي هفتو ٿيو اٿو ۽ اڄ ملڻ آيا آهيو."

"تون بہ تہ ڪرنہ آئينءَ، پاڇائي."

"مان آئي هيس ادا، پر توهان هر دفعي گهمڻ ڦرڻ ويا هئا."

"سوچيو هيم تہ توهان وٽ ضرور ايندس."

”اسان غريبن کي تہ صفا وسري ڇڏيو اٿو.“

”ائين ناهي ياچائي. ٻئي موٽران ڪري پيون، سو اچان وري چا تي؟“

”ڪٿي ٽانگي تي اچو ها.

مائٽ شڪارپوري آهي. ڇهنگهن ڪي چوي چنگهان، ڪٽن کي ڪتان ۽ موٽرن کي موٽران. ان ڏينهن چاڻ ٻئي هئم تہ هيٺين ۽ مٿين سنڌ ۾ ”ٽون ٽان“ جو فرق آهي. مائٽ کي ڳالهائڻ ۾ هٻڪ ڪونهي، پر لفظ نڙيءَ ۾ اٽڪيس پيئي. ”واه، ياچائي، واهہ مان جهڙو ڊائنامڪ ماڻهو- ٻہ هزار رپيا- پہ - پہ - پگهار ڪٽندڙ، پلا ٽان- ٽان- ٽانگي تي چڙهي اچان ها. يا ڏان- ڏان- ڏاند گاڏيءَ تي اچان ها.“

ڳالهائڻ ۾ واچ گودو تي هنيس ۽ رکي رکي واڇن وٽان گگ پي نڪتس. پردي کي وٽ ڪري، ويجهڙائيءَ کان ڏٺو مانس تہ اسٽار سرڪس جي جاني مشڪري جهڙو نظر آيو. امان سان ڳالهائيندو، اسان ياڻرن جي باري ۾ پڇندو، جنهن پردي پويان مان لڪل هوس، تنهنجي اڳيان پردي ڏانهن ٻئي ڪري ويهي رهيو. پڇيائين، ”تنهنجي ننڍي پٽ جو چا هي حال؟ اٽس ڪو چاڙهو- ٻاڙهو يا رڳو قلفي کائيندو آهي.“

”اچا ٻار آهي ادا. الله چڱي ڪندس.“

”تو عادتان ئي خراب ڪري ڇڏيون اٽس.“

مونکي سخت ڪاوڙ آئي، هونهہ، جاني مشڪرو، ٻاڻ کي سمجهي چا ٿو! وات مان قلفي ڪڍي، هٿ وڏائي سندس ڪوٽ جي کيسي ۾ وجهي ڇڏيم. ايتري ۾ منهنجا ٽيئي ياڻر احمد، شفيق ۽ انور ۽ پيڻ عذرا مهمان جي آجيان لاءِ اچي پهتا. مائٽ کي ڪونچ تي ويهاريائون. هن هٿ جي ترئ سان ڪنڌ تان پگهر اگهندي چيو، ”اڄوڪي گرميءَ ماڻهن جون کلان بلان ئي ساڙي ڇڏيون آهن.“

رومال ڪڍڻ لاءِ مائٽ کيسي ۾ هٿ وڌو ۽ پنوءَ اوچتو،

چرڪ پري هڪدم اٿي بيٺو. عذرا، امان ۽ منهنجا ٽيئي ڀائر ٻـ ساڳِس گڏ آئي بيٺا. مائٽ ڏڪندي ڏڪندي ٻيهر ڪيبن ۾ هٿ وڌو ۽ اڌ ڳريل قلفي ٻاهر ڪڍيائين. قلفي ڏسي منهن تـي مرڪ موٽي آيس. ٿهڪ ڏيندي چيائين، ”هيءَ ڪم پڪ تنهنجي ننڍي پٽ جو آهي، لُچو.“

”ڏاڍو حرڪتي آهي، ادا.“

”تنهنجو ننڍو پٽ صفا چرڀٽ اٿئي، ڀاڄائي.“

تنهن ڏينهن کان مونتي چرڀٽ نالو پئجي ويو آهي.

بدقسمتيءَ سان سيني ۾ ننڍو آهيان. انڪري منهنجي ڀيڻ عذرا ۽ ٽيئي ڀائر مونکي چرڀٽ سڏيندا آهـن. دنيا ۾ ماڻهو چاهي ڪجهه به ٿي پوي، پر ننڍو ڀاءُ نه ٿئي. ننڍي ڀاءُ ٿيڻ کان بهتر آهي ته ماڻهو جوڻ متائي گڏهه تـي پوي. ان ڳالهه جو احساس مونکي ان ڏينهن ٿيو هو، جڏهن منهنجي وڏي ڀاءُ احمد مونکي پنجين رپئي جو نوٽ ڏيئي ڪپڙن آڻڻ لاءِ واشنگ واري ڏانهن روانو ڪيو هو. مان يڪ ساهي ڊوڙندو ويس ۽ ڪپڙا وٺـي يڪ ساهيءَ واپس پئي آيس جو رستي ۾ قلفيءَ وارو ملي ويو.

”چو سائين، اڄ قلفي نه کائيندين ڇا؟؟“

”نه، يار، تڪڙو آهيان.“

”پر اڄ قلفي به هاءِ ڪلاس اٿئي.“

”الا ؟“

”مولا ٿو ڄاڻي. ربڙي ملائيءَ سان ڀريل آهي.“

ڪجهه سوچيم. قلفيءَ واري ڪي ڏٺم. سندس ڪاٺ جـي پيٽيءَ ڏانهن نهاريم جنهـن ۾ قلفيون ٽنبيون پيون هيون. سـونکي بيٺل ڏسي، قلفيءَ واري جهٽ پٽ قلفي ڪڍي مون ڏانهن وڌائي. اڇي اڇي قلفيءَ ۾ ساوا ساوا پستا ڏسي منهنجو وات پاڻي ٿيڻ لڳو. ٻارهن پيسا سندس گاڏي ۾ اڇلايم، کانئس قلفي وٺـي وات ۾ وڌم. آهه، واهه! سوچيم، ڊوڙندو وڃان. پـر قلفي تمام لذيذ هئي ۽ قلفي ختم ڪرڻ کان اڳ گهر پهچڻ معنيٰ مولا بخش سان ملاقات ڪرڻ.

خيال آيم تہ جي اج ادا دير سان ٿاڻي پهتو تہ چور ڀڄي ڪونہ ويندا. اج جي قلفي واهہ! خوش رهہ، قلفيءَ وارا! تنهنجو گاڏو شل چالان کان بچندو رهي. هڪ دفعي، ويچاري جو گاڏو چالان ٿيو هو تڏهن ڏهہ رپيا ڏيئي گاڏو ڇڏايو هئائين. ان منحوس ڏينهن مونکي قلفي نصيب نہ ٿي هئي ۽ مون پاڻ کي دنيا جو سڀ کان وڌيڪ بدنصيب ٻار محسوس ڪيو هو. ان ڏينهن کان وٺي قلفيءَ وارو حد جي سپاهيءَ کي چار آنا روز ڏيندو آهي ۽ سندس ڇهن ڊيئرن ۽ چئن پٽن کي هڪ هڪ قلفي مفت کارائيندو آهي. پر قلفيءَ وارو بہ استاد آهي. مفت جي قلفين ۾ پستا باداميون نہ وجهندو آهي.

مان پڙهڻ ۾ جيترو جڏو آهيان، اوتروئي قلفي کائڻ ۾ پـڙ آهيان. هلڻ ۽ قلفي کائڻ جي اهڙي تہ رفتار رکيم جو جڏهن گهر جي در وٽ پهتس، تڏهن قلفيءَ جو ذرڙو ڪانڙيءَ کي لڳل هو. آخري چڪ هڻي، ڪانڙي اڇلائي گهر ۾ داخل ٿيس. ادا احمد منهنجي انتظار ۾ پريد ڪري رهيو هو. مونکي ڏسنديئي گجيو، "اڙي ايڏي دير؟ بلا تہ نہ کائي وئي هئي."

"نہ ادا. رستي تي پولڙيءَ جو تماشو پئي هليو ۽—"

"صفا چريٽ آهين. اسان جو پاءُ اصل نٿو لڳين."

ادا سٽ ڏيئي منهنجي ڪڇ مان ڪپڙن جو بنڊل ڪڍي اندرين ڪمري ڏانهن هليو ويو. مان رنڌڻي تائين مس پهتو هوندس جو ادا جي خوفناڪ رڙ ٻڌم، "اڙي چريٽ، تنهنجو ستياناس ٿئي."

اهڙي خوفناڪ رڙ اڳ فقط ٽارزن کان ٻڌي هئم. ادا جي يادگار رڙ گهر جي سيني ڀاتين ٻڌي.

امان پڇيو، "خير تہ آهي؟ ڇا ڪيائين؟"

"ڏوڙ پاتائين. اڙي هن چري چريٽ کي گهر مان ڪڍي ڇو نٿا ڇڏيو."

"آخر ڪيائين ڇا؟"

"اچو، ڏسو."

ادا ڪپڙن جي بنڊل تان پنهنجي يونيفارم جي قميص کڻي سيني

ڪي ڏيکاري. قميص تي قلفيءَ مان ڳڙيل کير جي ٽيپن جا داغ هئا، پيو ڪجھ بہ نہ هو. مون ڏانهن ڦهڙيءَ نظرن سان ڏسندي چيائين، ”منهنجو وس پڄي تہ جيڪر ڪل لاهي ڇڏيانءِ.“

ادا جڏهن کان صوبيدار ٿيو آهي، تڏهن کان بيحد خوفناڪ ٿي پيو آهي. ماڻهو تہ لڳيئي ڪونہ. جھڙو گينڊو. پاڙي ۾ ٽرٽلو، مائٽن ۾ ٽرٽلو، هيٺ ٽرٽلو، هٽ ٽرٽلو، اداً صوبيدار آهي، خبردار، ڪوبہ ڳڙٻڙ نہ ڪري! هڪ ڏينهن قلفيءَ واريءَ کان ٻڌو هئم تہ علاءُالدين کي ڪيئن نہ جادوءَ جو چراغ لڀي ويو هو ۽ پوءِ وٽس دولت جا انبار لڳي ويا هئا. صوبيداريءَ ۾ ادا کي بہ اهڙوئي چراغ هٿ لڳي ويو آهي. هر مهيني ڪجھ نہ ڪجھ ضرور آڻيندو آهي- ڪڏهن ريفريجريٽر، ڪڏهن ريڊيوگرام، ڪڏهن پيانو، ڪڏهن فرنيچر ۽ ڪڏهن چينيءَ جو سامان ۽ ڪپڙا. ادا ۾ هڪ پيو ڦيرو بہ آيو آهي. سندس رويو ۽ ڳالهائڻ جو لهجو هوبهو اسڪول جي ماسترن جھڙو سخت ٿي ويو آهي. قميص تي قلفيءَ جا بہ چار داغ ڇا لڳس، مڙس ڪپڙن مان نڪري ويو. گهوريندي چيائين، ”منهنجو وس پڄي تہ جيڪر ڪچو چباڙي ڇڏيانءِ.“

مون پر ۾ بيٺل پيءُ کان پڇيو، ”ادا آدمخور بہ ٿي پيو آهي ڇا؟“

”بڪواس بند ڪر.“ اديءَ ڇڙٻ ڏني. ”بيوقوف، يوڪ، چريٽ.“

اسان جي هڪ ڌي پيءُ آهي- عذرا. ٽن ڀائرن کان ننڍي ۽ مونکان وڏي آهي. اسان جي لاڏلي آهي. امان سندس نالي ۾ پيسا گڏ ڪندي آهي. بابا پوليس ۾ انسپيڪٽر هو ۽ فرض پوراڻيءَ ۾ چورن هٿان مارجي ويو هو. امان سرڪاري انعام جي سڄي رقم عذرا جي نالي رکي ڇڏي. ادا احمد بہ جيڪي ڪجھ آڻيندو آهي، تنهن مان بہ قيمتي مال عذرا لاءِ رکنديءَ ويندي آهي. مون امان کان هڪ ڏينهن پڇيو هو تہ عذرا جي شاديءَ لاءِ ايڏا پيسا ۽ سامان سڙو ڇو ڪٺو ڪيو اٿيءَ؟ تڏهن امان ورائيو هو، ”تون چريٽ

آهين، توکي خبر ناهي. ڇوڪري جڏهن شاديءَ لائق ٿيندي آهي، تڏهن اهڙو وقت ايندو آهي، جنهن ۾ ڇوڪريءَ جا گڻ اوگڻ دولت جي ڪسوٽيءَ تي پرکيا ويندا آهن.“

گڻ اوگڻ! امان ٺيڪ چيو هو. عذرا ڏانهن ڏٺم، جنهن جو نڪ ڦتل انگور جهڙو، اکيون مٽيري جهڙيون، ڪن ٽڪاٽي جا ڏيئا ۽ ڏند مٽرڪي جهڙا آهن. سڄو ڏينهن ڊريسنگ ٽيبل سامهون سرخي پائوڊر ختم ڪندي رهندي آهي. هڪڙي ڏينهن پنهنجي ڪنهن ساهيڙيءَ سان راز جون ڳالهيون پئي ڪيائين. مان در جي پردي پويان لڪي قلفي چوسي رهيو هوس. عذرا چيو، ”سڌير هينڊسم آهي.“

”ڪهڙو سڌير؟“ مان پردي مان نڪري پنهي جي سامهون اچي بيٺس.

”وڃ، تنهنجو ڪم ناهي،“ عذرا چيو.

”نہ نہ، ٻڌاءِ تہ ڪهڙو سڌير؟“

سندس ساهيڙيءَ ورائيو، ”پاڪستاني هيرو سڌير.“

”هون. سڌير تہ خچر آهي، خچر.“ ورائيم، ”سڌير کان وڌيڪ هينڊسم قلفيءَ وارو آهي يا ٽارزن.“

پنهي خوب ٺهڪ ڏيئي مونکي ڌڪو ڪيو. عذرا جي ساهيڙيءَ، عذرا کي چيو، ”تنهنجو ڀاءُ انور بہ هينڊسم آهي.“

اها ڳالهہ ٻڌي دل ۾ ڪتڪائي محسوس ڪئي هئم. انور کي خوشخبري ٻڌائڻ لاءِ سندس ڪمري ۾ ويس، پر هو پنهنجي ڪمري ۾ موجود نہ هو. ضرور فلم ڏسڻ ويو هوندو! انورکي فلمن ڏسڻ جو بيحد شوق آهي. صبح جو ڪاليج ويندو آهي ۽ ڪاليج ۾ شاگردن جي مسئلن تي زوردار تقريرون ڪندو آهي. دوست کيس اسٽوڊنٽ ليڊر سڏيندا آهن. روز شام جو فلم ڏسندو آهي ۽ رات جو گهر ۾ ان فلم جا زور زور سان گانا ڳائيندو آهي. هن کي ٻي ڪنهن بہ ڪم سان دلچسپي ڪونهي. ڪڏهن ڪڏهن اخباري نمائيندن جي موجودگيءَ ۾ شاگردن جا مسئلا حل ڪرائڻ لاءِ بک هڙتال

جو اعلان ڪندو آهي. اهڙي اعلان کان پوءِ اخبارن ۾ سندس فوٽا شايع ٿيندا آهن. تنهن رات هو نئين قاڙهي گانا ڳائيندو آهي. هڪ دفعي سچ پچ بک هڙتال ڪيائين. ڪاليج جي ورانڊي ۾ تڏو وڇائي پلٿي ماري ويهي رهيو. ڏينهن جو اخباري نمائيندن کي بيان ڏيندو هو ۽ بک هڙتال جاري رکڻ جا اعلان ڪندو هو. روز منهنجا پاڻ، امان ۽ عذرا کيس ڏسڻ ۽ ملڻ ويندا هئا. سان شام جو ايٽي ڏڪر کيڏڻ کان پوءِ کيس ملڻ ويندو هوس. سندس صحت روزانو سڌرندي ويندي هئي. مون هڪ دفعي هڪ عدد روزو رکيو هو تہ ذري گهٽ مرندي مرندي بچيو هوس. انور بک هڙتال ۾ ڏندو ٿيندو ويو هو. اڪيلائي ڏسي نهايت رازداريءَ سان ڳالهائيندو هو، ”يار چريٽ، اڄ ڪلهہ قلفي ڪاٿي چڱي ڏني اٿئي چا؟“

”نہ، اڃهو هينئر تہ ڪاٿي آيو آهيان. ڏاڍي مزيدار هئي.“

”پڪ.“ مونکي ڪن ۾ چوندو هو، ”جڏهن سڀ هليا وڃن، تڏهن منهنجي لاءِ هڪ قلفي ۽ ڇئين آني جا پڪوڙا آڻجانءِ.“

”پر تو، تہ بک هڙتال ڪئي آهي.“

”تون نٿو سمجهين، تون چريٽ آهين. اها سڀ ليڊر ٿيڻ جي سياست آهي. ڏسجانءِ هڪ نہ هڪ ڏينهن مان ضرور وزير ٿيندس.“

مونکي يقين آهي تہ اسان جو ڀاءُ انور هڪ نہ هڪ ڏينهن ضرور وزير ٿيندو.

پر سڀني کان مختلف عادتن ۽ طبيعت جو منهنجو ڀاءُ شفيق آهي. احمد کان ننڍو ۽ اسان سڀني کان وڏو آهي. گهر ۾ سڀني تي، احمد کان سواءِ، هيڊ ماستر جهڙو رعب رکندو آهي. قد جو ڪمند ۽ جسم جو ڪانو آهي. منهن انب جي ڇوهيل ککڙيءَ جهڙو اٿس. مون کي اصلي نہ وڻي. هر آچر تي مونکي مار ڏيندو آهي. پنجين سال هٿي ماري بي. اي. ڪيائين. انجنير صاحب جي سفارش سان رينجر جي نوڪري ملي اٿس.

پهرين ڏينهن نوڪريءَ تان موٽيو هو تہ مونکي چڙ

ڏيندي چيو هئائين، ”چريٽ، خبردار جو قلفي ڪاڏي اٿئي. قلفي ڪائيندين تہ گولي هڻندومانءِ.“

شفيق جي حالت ڏسڻ وٽان هوندي آهي، جڏهن انجنير صاحب لاهور مان ٻارن جي پلٽڻ سميت ڪراچي گهمڻ ايندو آهي. انجنير صاحب جا ڪجھ ٻار ڊٻي جو کير پيئندا آهن، ڪجھ مون وانگر قلفي کائيندا آهن ۽ هڪ ڏيءَ ڪوڪاڪولا پيئندي اٿس. انجنير صاحب جي ڪوڪاڪولا ڏيءَ ڏسي اسان جو پاءُ شفيق دليپ ڪمار تي پوندو آهي. ڪيس ڪلائڻ لاءِ چرچا گهڻا ڪندو آهي. ٻارن جي رسالي مان لطيفا ياد ڪري ڪيس ٻڌائيندو آهي. جڏهن بہ انجنير صاحب جا ٻار اسان وٽ ايندا آهن، شفيق آفيس مان مٿي جي سور جو بهانو ڪري موڪل وٺي ايندو آهي ۽ گهر جي ياتين ڪبي مٿي ۾ سور وجهندو آهي.

هڪ دفعي انور ۽ شفيق جي وچ ۾ ڪوڪاڪولا تان توڙي چڪتاڻ بہ تي هئي، پر اسان ٻنهي کي پنهنجو فيصلو ٻڌايو هو تہ، ”اول احمد پوءِ توڻ. هن دفعي انجنير صاحب ايندو تہ مان ڪانئس احمد لاءِ سندس وڏي نينگر جو سڱ گهرنديس.“

ان رات شفيق دليپ ڪما وانگر وار مُنهن ۾ وجهي، چپ لٽڪائي زبردست ڏک جو اظهار ڪيو هو ۽ انور نهايت غمگين فلمي گانا ڳايا هئا ۽ ٻئي ڏينهن اخباري نمائيندن سامهون بک هڙتال جو اعلان ڪيو هئائين. ساڳي ڏينهن هڪ سپاهيءَ کان پڌم تہ احمد ٽائي تي خوشيءَ وچان هڪ چور کي ايڏي تہ مار ڏني، جو چور جا بہ ڏند پيچي ڇڏيائين.

انور غمگين گانا ڳائڻ نہ ڇڏيا هئا؛ شفيق جو لڙڪيل چپ پنهنجي جاءِ تي واپس نہ آيو هو؛ احمد خوشيءَ وچان چورن کي مارڻ نہ ڇڏيو هو جو اوچتو ئي اوچتو، بنا اطلاع ڏيڻ جي انجنير صاحب پنهنجي ڌڻ سميت اچي حاضر ٿيو. ڪوڪاڪولا ساڻن گڏ نہ هئي. انجنير صاحب اچڻ شرط اسان کي چيو، ”پاڇائي، جلد ڪر، تيار ٿيءُ. بازار هلڻو آهي.“

”چو، خير ته آهي نه؟“

”ها ها، منڙيئي خير آ، بس شام واري گاڏيءَ ۾ موٽي ويندا سين.“

”ايترو جلد؟“

”ها، پاچائي، ڳالهه ئي ڪجهه اهڙي آهي.“

”آخر مان به ته ٻڌان؟“

”ڪڪيءَ جي سڱ جي ڳالهه چيف انجنير جي پٽ سان پڪي ڪري آيو آهيان. ايندڙ آچر تي شادي آهي ۽ توهان سڀني کي اسان سان هلڻو پوندو.“

امان پاڻ کي ڪوچ تي ڇڏي ڏنو. اکيون پوري ليٽي پئي. انجنير صاحب ڏاڍيون رڙيون ڪيون، پر امان اک نه کولي. مان سڄو نظارو در جي پردي پويان لڪي ڏسي رهيو هوس. امان کي اهڙي حال ۾ ڏسي، قلفيءَ کي پوريون چڪ پائي، ڪانڊري اڇلائي، پردي سان وات اگهي ٻاهر آيس. مون کي ڏسنديئي انجنير صاحب چيو، ”چريٽ وارو ڪر، ڪنهن ڊاڪٽر کي وٺي اچ. ماڻهين کي گرمي لڳي آهي.“

مان ڊوڙندو، پر به ڏاڪا لهندو رستي تي وڃي پهتس. سامهون قلفيءَ وارو بيٺو هو. ڪانئس ٻه قلفيون ورتم ۽ ڊوڙندو گهر موٽي آيس. هڪ قلفي آڻي امان جي وات تي رکيم. هن اکيون کوليون، هيڏانهن هوڏانهن ڏٺائين ۽ پوءِ آهستي آهستي قلفي چوسڻ لڳي.

”اڙي، هي ڇا!“ انجنير صاحب چيو، ”تون ته صفا چريٽ آهين. توکي ته اجايو موڪليم.“

پڇيومانس، ”مائٽ قلفي ڪانه کائيندين؟“

هو آلر ڪري آيو. مون ٺينگ ڏنو ۽ قلفي چوسيندو ٻاهر هليو ويس. ●

# جلاوطن

ٽوهر جي ٽڙيل پکڙيل ڀاڃن ۾ هڪ ڏتڙيل حال شخص مٿي هيٺان پيتر ڏيئي سمهيو پيو هو. ڪپڙا ليڙون ۽ وار وکريل هئس. منهن تي صدين جي ستم ظريقيءَ جا گهنج هئس.

ٿوري دير ڪان پوءِ کيس پنهنجي سيني تي ڪجهه چڀندو محسوس ٿيو.

هن اک کولي نهاريو.

خاڪي ڪپڙن سان هڪ ڪاموري قسم جو ڏنڊو مشٽنڊو مرد کيس بيد جي لڪڻ سان جاڳائي رهيو هو.

خاڪي ڪپڙن واري مرد چيو، ”اُٿو جي. ايڏي ننڊ نا ڪر.“

ڏتڙيل شخص پڇيو، ”سمهڻ تي به بندش پئجي ويئي آهي ڇا؟“

”اُٿو جي، اُٿو.“ خاڪي ڪپڙن واري وڏيل سٽيل مرد ڳالهايو، ”ٽوهر جي ڇان ۾ به ڪو سمدو آهي!“

هو اُٿي ويٺو. ليڙن سان انگ ڍڪيندي ورائيائين، ”هتان جا وڻ وڍجي ويا آهن. هيءَ سڌ آهي.“

”او چڌو جي.“ مرد رعبدار آواز ۾ چيو، ”اڇو، جيپ کي ڌڪو ڏيو.“

هو اُٿي بيٺو. ليڙون لٽا چنڊي خاڪي ڪپڙن واري شخص جي ڪيڏ هلندو، ڪچو ڇڏي ڏامر جي پڪي رستي تي اچي پهتو. سڙڪ تي جيپ بيٺي هئي.

جيپ ۾ رنگا رنگي ڪپڙن ۽ خوشبوءِ سان ڀڪندڙ عورتون ويٺيون هيون. خاڪي ڪپڙن واري مرد جيپ ۾ ويهندي ڏتڙيل شخص کي چيو، ”ها سائين، لڳايو جي ڌڪو.“

هن جيپ کي ڌڪو ڏنو. جيپ جي بند مشين اُٿ جي اوڳر جهڙا آواز ڪري، گهرڙاٽ ڪري هلڻ شروع ڪيو.

خاڪي ڪپڙن واري مرد بـريڪ تي پير رکـي، جيپ بيهاريندي چيو، ”اسين پٽ شاهه ونجي رهيا آهيون. تون شاهه لطيف جو ميلو ڏسندين؟“

”مان پٽ شاهه کان جلاوطن ٿيل آهيان.“ هن نرڙ تان پگهر اُگهندي ورائيو، ”مون کي پٽ شاهه تي پير پائڻ جي بہ اجازت نـاهي.“

خاڪـي ڪپڙن واري مرد کيس حيرت وچـان وارن کان پيرن تائين ڇاچي ڏٺو. پڇيائينس، ”تون ڪير آهين.“

”مان شاهه عبداللطيف ڀٽائي آهيان.“ هن جواب ڏنـو، ۽ پوءِ ٿوهر جي ٽڙيل پکڙيل ٻاڇن ڏانهن هليو ويو. ●

# شڪست

صبح جا يارهن ٿيا هئا.

بسنت هال ۾ تر رکڻ جي جاءِ نہ هئي. سمورو هال عورتن، مردن ۽ ٻارن سان سٿيو پيو هو. جن کي اندر جاءِ نہ ملي هئي، سي هال جي ٻاهران ورانڊي، ڏاڪڻ، اڳڻ ۽ اڱڻ جي پٽين تي ويٺا ۽ بيٺا هئا. ڪجھ ماڻهو وڻن جي ڏارين تي چڙهي ويا هئا.

گذريل هڪ ڪلاڪ کان جيڪو جتي هو، اتي پنڊ پهڻ ٿي ويو هو. ڪن جون اکيون اچرج ۾ ڇنڀڻ وساري ويٺيون هيون، ۽ ڪن جون ڄاڙيون حيرت کان لٽڪي پيون هيون. ڪي وات ڦاڙي، ۽ ڪي ڪاڏين هيٺان هٿ ڏيئي پروفيسر ڪريم جو اندر مان اڀرندڙ آواز، ۽ آواز ۾ سندس بين الاقوامي اپياس ٻڌي رهيا هئا. سندس آواز اونهو، لفظ چٽا، ۽ لهجو گنڀير هو. هو جملن جوڙڻ جو جادوگر هو.

پروفيسر ڪريم وچولي قد جو هو. سندس عمر چاليھ کن سال هئي. مٿي جا وار لونڊڙين وٽان اڇا ٿي ويا هئس. سندس نڪ سنهو هو. نڪ جي مٿان نرڙ تي لاڳيتو سوچڻ سبب گُنڊ پئجي ويو هوس. سندس اکيون وڏيون، ذهين، ۽ مقناطيسي ڪشش رکندڙ هيون. سندس منهن تي ميڪسم گورڪيءَ وانگر گهاٽيون ۽ واڇن وٽان وريل مُڇون هيون. رنگ سانورو هوس. بدن پورو پُنو ۽ هاٺي ويڪري هئس. لاڳيتو هڪ ڪلاڪ تائين ڳالهائڻ ڪري ٿڪل ٿي ڏٺو.

پروفيسر ڪريم هڪ هٿ مائيڪروفون ۾ وجهندي ڪجھ اڳتي سُري آيو. ٿورڙو جهُڪي، نيوڙي، ڳوڙهي آواز ۾ چيائين، ”دوستو، انساني وهنوار جا قدر وقت جي ڪوري ۾ ڪامندي، پچرندي ۽ سڙندي بدلجندا رهيا آهن. پر صدين گذرڻ ڪانپوءِ به، انسان ذات

جي هڪبئي ڏانهن نفرت ۽ حقارت، ڏاڍ ۽ ڌمڪاءَ جا بنيادي سبب ساڳيا رهيا آهن."

هُن آواز روڪي، جملو اڌورو ڇڏي، هڪ گهڙيءَ لاءِ ٻڌندڙن تي اڏامندڙ نگاهہ وجهي اکيون بند ڪري ڇڏيون.

آهستي آهستي اکيون کوليندي، هن چيو، "ٿئين منزل جا همسفر رفيقو، ساٿيو، ازل کان اڄ تائين نفرت جي واگهہ نک مان ٽمي، ڌرتيءَ جي دامن کي داغدار ڪندڙ انساني رت، انصاف جي عدالت ۾ مذهبي جنون، نسلي برتري، ۽ نظرياتي ڪشمڪش تي شاهديءَ ڏيڻ لاءِ آلو آهي، ۽ قيامت تائين آلو رهندو."

هڪ نگاهہ بسنت هال جي گرڊرن تي وجهندي چيائين، "ظلم هر دور ۾، هر حال ۾ ساڳيو رهيو آهي، فقط مظلوم بدلجندو رهيو آهي. زهر جو پيالو ساڳيو آهي، فقط سقراط بدلجي ويو آهي. صليب ساڳيو آهي، پر عيسيٰ بدلجي ويو آهي، ڪربلا جو ميدان ساڳيو آهي، پر حسين ابن علي بدلجي ويو آهي."

ٻئي ٻانهون بلند ڪندي، جذباتي لهجي ۾ چيائين، "انسانيت جا محافظو! اچو تہ اڄ هٿ هٿ ۾ ملائي عالمي امن ۽ پيار کي پنهنجي دائري ۾ پناهہ ڏيون. اچو تہ اڄ اسين مظلوم ۽ ڌتڙيل حال انسان عهد ڪريون، تہ اسين هن ڌرتيءَ لاءِ نئون آدرش ٺهينداسين — اسين مذهبي جنون، نسلي برتري جي احساس ۽ نظرياتي ڪشمڪش جي آدمخور اڏو هماليہ وانگر اتل تي بيهنداسين ۽ ڌتڙيل انسانيت جي حفاظت ڪنداسين."

پروفيسر ڪريم ڪرسيءَ تي ويهي رهيو.

سڄو هال تاڙين جي ڦهڪي سان ڦاٽڻ لڳو. جيڪي ڪرسين تي ويٺا هئا، سي اٿي بيٺا. جيڪي ماڻهو ورانڊي ۽ ڏاڪڻ وٽ بيٺا هئا، سي هال ۾ ڌوڪڻ لڳا. وٽن ۽ پيتين تان هرڪو هيٺ لهڻ لڳو. ائين پئي ڏٺو، ڄڻ ماڻهن جو سيلاب هو ۽ بند ٽٽي اندر هال ۾ ڪاهيندو پئي آيو.

پروفيسر ڪريم ٽيبل تان پاڻيءَ جو گلاس کڻي بہ ڍڪ مس

پريا هوندا جو عقيدتمندن جو بي پناهہ هجوم کيس وڪوڙي ويو. هن گلاس ٽيبل تي رکي ڇڏيو. ايڏي گوڙ گهمسان ۾ ڪوبہ لفظ، ڪوبہ جملو چٽو نہ هو. آوازن جو سمنڊ هو.

منتظمين جون وايون بتال ٿي ويون. هو هجوم کي پروفيسر ڪريم ڏانهن وڌڻ کان روڪڻ جي ناڪام ڪوشش ڪرڻ لڳا.

جلسي جو سيڪريٽري، پروفيسر ڪريم وٽ آيو. چيائين، "سائين، پوئين در کان نڪري هلو."

پروفيسر ڪريم اٿي بيٺو. اڃا اتيئي بيٺو هو، جو ڪجهہ شاگرد پيهہ کي چيريندا، واٽ ڪندا وٽس اچي نڪتا. ڪين هٿن ۾ آٽو گراف بُڪ هئا. هرهڪ پنهنجو پنهنجو آٽو گراف بُڪ اڳتي وڌائڻ لڳو. پروفيسر ڪانئن آٽوگراف بُڪ وٺي پنهنجي صحيحي سان گڏ ڪنهن عالم جو قول، ڪو بيت، يا ڪا نصيحت لکي بُڪ موٽائيندو ويو. ائين ڪندي، ڪي چاليهہ آٽو گراف بڪ صحيحي ڪري ويو. انتظاميہ جو سيڪريٽري فڪرمند ٿيڻ لڳو. سوين ماڻهو ڪاغذ، نوٽ، نوٽبڪ، آٽو گراف بڪ، ۽ جيڪا بہ لکڻ لائق ڪا شئي هٿ لڳن، کڻي، پروفيسر ڪريم کي وڪوڙي ويا.

سيڪريٽريءَ پروفيسر ڪريم کي ٻانهن ۾ هٿ وجهندي چيو، "سائين، نڪري هلو، نہ تہ چيپاٽجي ويندا سين."

پروفيسر ڪريم سيڪريٽريءَ ڏانهن ڏٺو، ۽ ڪلها لوڏي ڪنڌ سان ماڻهن ڏانهن آشارو ڪيائين.

سيڪريٽري نوجوان هو، ۽ هڪ مقامي ڪاليج ۾ ليڪچرار هو. جلسي جو انتظام 'ٿنڪرس فورم' طرفان هن ئي ڪرايو هو. کيس خواب ۽ خيال ۾ بہ نہ هو تہ پروفيسر ڪريم ڪو ايتريقدر مقبول هوندو جو سندس تقرير ٻڌڻ، ۽ کيس ڏسڻ جي شوق ۾ حيدرآباد جو سارو شهر اٿلي پوندو. هن سا ڳئي بسنت هال ۾ ملڪ جي مشهور مفڪرن کي خالي ڪرسيون ڏسي فڪرمند ٿيندي ڏٺو هو. هين هال ۾ وڏن وڏن عالمن جون تقريرون هلندي ٻڌندڙن کي اوٻاسيون ڏيندي، ۽ هال مان کسڪندي ڏٺو هو. پنهنجي ان تجربي جي آڌار

تي هن اڏو گابرو انتظام ڪيو هو. ٿنڪرس فورم جي ڪن ميمبرن
کيس خبردار به ڪيو هو، پر هن سندن ڳالهه رد ڪندي کين چيو
هو، ’ميان، پروفيسر ڪريم پل يورپ، مشرق بعيد ۽ وچ مشرق ۾
مشهور هجي، پر هتي خير ڪو سڃاڻيس. ۽ وڏي ڳالهه ته اڄ ڏهن
سالن کان پوءِ پنهنجي وطن وريو آهي. ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو اچن ته
شُڪر ڪجو.‘

پر آنَ ڏينهن صبح جو جڏهن پروفيسر ڪريم ڪي عالمي
امن تي ڳالهائڻ لاءِ حيدرآباد گهرايو ويو، تڏهن سندس تقرير ٻڌڻ
لاءِ سوين نه، پر هزارين شهري اڳواٽ بسنت هال ۾ پهچي ويا.
سيڪريٽريءَ جي اک به تڏهن کلي، جڏهن يونيورسٽيءَ ۽ ڪاليجن
جي پروفيسرن، ليڪچرارن، عالمن، اديبن ۽ صحافين کي هال ۾
داخل ٿيندي ڏٺو. خلق ۾ وڏو تعداد شاگردن جو هو. سيڪريٽريءَ
ڦڪائي لاهڻ لاءِ ٿنڪرس فورم جي ميمبرن کي چيو هو، ’يار،
مون کي خبر نه هئي ته اڄوڪو نسل امن لاءِ ايترو آتو آهي!‘

اڄوڪو نسل امن لاءِ ڪيترو قدر آتو آهي! اها خبر
سيڪريٽريءَ کي تڏهن پيئي جڏهن پروفيسر ڪريم پنهنجي تقرير
پوري ڪئي.

هڪڙي غيرملڪي اخباري نمائيندي پنهنجي ڊڪٽافون جو
مائيڪ پروفيسر ڪريم ڏانهن وڌائيندي سوال ڪيو، ”عالمي امن
نظرياتي ڇڪتاڻ ۾ ڇيهون ڇيهون ٿي ويو آهي. پر اوهان نظرياتي
ڪشمڪش سان گڏ مذهبي جنون ۽ نسلي امتياز جو به ذڪر ڪيو
آهي، جيڪي امن لاءِ هاڃيڪار آهن. مهرباني ڪري وضاحت ڪندا.“

پروفيسر ڪريم بدران، سيڪريٽريءَ اخباري نمائيندي کي
جواب ڏنو، ”پروفيسر ڪريم شام جو پريس ڪانفرنس سڏائي آهي.
هن وقت ڪائنس ڪجهه پڇڻ مناسب ناهي.“

”مان پروفيسر ڪريم کي يورپ کان وٺي رڪارڊ ڪري
رهيو آهيان.“ اخباري نمائيندي چيو، ”هن وقت دنيا ۾ فقط ٽي
مفڪر آهن جيڪي هزارن جي هجوم ۾ به حواس قائم رکي اخباري

نمائيندن جي سوالن جا جواب ڏيندا آهن، ۽ انهن مان هڪ پروفيسر ڪريم آهي.“

”جڏهن.“ پروفيسر ڪريم غير ملڪي نمائينديءَ کي چيو، ”تو مذهبي جنون ۽ نسلي امتياز جي باري ۾ پڇيو آهي نہ؟“

”ها سائين.“

پروفيسر ڪريم جي چوگرد بيٺل ماڻهو خاموش ٿي ويا.

هن چيو، ”جڏهن، ابراهام لنڪن ۽ مهاتما گانڌي جيئرا آهن.“

”جيئرا آهن!“ اخباري نمائندي جڏهن کان ڇرڪ نڪري ويو.

”ها، جيئرا آهن.“ پروفيسر ڪريم ورائيو، ”جڏهن کان ڪين شهيد ڪيو ويو آهي، تڏهن کان ٻئي ڄڻا انسانيت جي عدالت ۾ نسلي امتياز ۽ مذهبي وحشيپڻي تي شاهد ٿيا بيٺا آهن.“

”مارٽن لوٿر ڪنگ جي باري ۾ توهان جو ڇا خيال آهي؟“

”هو دنيا جي عظيم انسانن منجهان هڪ آهي.“

”ڇا هو آمريڪا جي شيدين کي اڇي آدمشماريءَ خلاف نہ پيو ڀڙڪائي؟“

”هرگز نہ،“ پروفيسر ڪريم جي نرڙ تي گهنڊ ظاهر ٿي پيو. چيائين ”مارٽر لوٿر ڪنگ جي چوڻ موجب آمريڪا ۾ ڪارن ماڻهن جي اڇن ماڻهن خلاف جدوجهد نہ آهي، بلڪ مظلوم جي ظالم خلاف، ذليل جي بي‌انصافيءَ خلاف، ۽ روشنيءَ جي اونده خلاف جدوجهد آهي. پر تون ڏسندين جڏهن، تہ مارٽن لوٿر ڪنگ کي حق جي راهہ ۾ پنهنجي سِرُ جو نذرانو ڏيڻو پوندو.“

هڪڙي اردو روزاني اخبار جي نمائندي وچ مان پڇيو، ”ان لحاظ کان توهين سمجهو ٿا تہ پاڪستان ڇُٽو پيو آهي.“

”نہ.“

”ڪيئن.“

”۱۹۴۷ کان ۱۹۵۸ تائين، پاڪستان جا پهريان يارهن سال افراتفريءَ ۾ گذري ويا. ۱۹۵۸ کان پوءِ هتان جي عوام تي، جيڪا فتوجي ۽ ڪاموري آمريت مڙهي ويئي آهي، تنهن سندن

حواس خطا ڪري ڇڏيا آهن. پاڪستان سنڌي، پنجابي، بنگالي، پٺاڻ ۽ مهاجر جي ڇڪتاڻ ۾ ولوڙجي ويندو.“

سيڪريٽريءَ چيو، ”سائين پيهہ سوڙهي ٿيندي پيئي وڃي، خدارا نڪري هلو.“

”جلد.“ پروفيسر ڪريم چيو، ”پاڻ وڏيڪ شام جو ڳالهائينداسين.“

”شام جو مان نہ اچي سگهندس.“ جلد چيو، ”اڄ شام جو مون کي ڪراچيءَ ۾ پريزيڊنٽ ايوب خانٌ جي پريس ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻو آهي. توهين مهرباني ڪري منهنجي سوال جي پوئين حصي تي پنهنجو راءِ ڏيو.“

”تنهنجي سوال جي پوئين حصي جي جواب ۾ دنيا جون اهي جنگيون آهن، جيڪي مذهب جي نالي ۾ وڙهيون ويون آهن. يا اهي ملڪ جيڪي مذهب جي نالي ۾ ٺاهيا ويا آهن، يا ورتا ويا آهن.“

”مثال طور؟“

”اسرائيل ۽ —“ پروفيسر ڪريم هڪدم جملو اڌ ۾ ڇڏي ڏنو.

نوجوان سيڪريٽريءَ تيڏي اک سان سي- آء- ڊي وارن ڏانهن ڏنو ۽ سنڌس ساهہ وڃي پيرن ۾ پيو.

پروفيسر ڪريم ڊائس تان هيٺ لٿو. هال جي پوئين در وٽ ٻيهر ماڻهو کيس ورائي ويا. ٿنڪرس فورم جي ميمبرن کيس پنهنجي گهيري ۾ آڻي، ماڻهن کان بچائي ٻاهر آندو.

ڪار تائين پهچڻ کان اڳ هڪ نوجوان سندس سامهون اچي بيٺو. عقيدت جي شدت کان کيس ڳالهائڻ لاءِ لفظ نٿي مليا. هن هٻڪندي چيو، ”سائين مان فرينچ لٽريچر جو شاگرد آهيان.“

پروفيسر خوش ٿي ساڻس هٿ ملايو.

نوجوان چيو، ”سائين، اخبارن ۾ پڙهيو هيم تہ البرڪامو جي ايڪسيڊنٽ کان وٺي مرڻ گهڙيءَ تائين توهين وٽس هئا.“

پروفيسر ڪريم جي منهن تي ڏک جو پاڇولو تري آيو، ۽

موٽي ويو.

”سائين.“ نوجوان چيو، ”مان البرڪامو جو مداح آهيان، يا ڪٿي ائين سمجهو تہ مان ڪامو جو عاشق آهيان.“

سيڪريٽريءَ نوجوان کي چيو، ”پروفيسر ڪريم صاحب کي آرام جي سخت ضرورت آهي. ڪين شام جو پريس رپورٽرن سان ملڻو آهي ۽ ان کان پوءِ پڪي قلعي ۾ عام جلسي کي خطاب ڪرڻو اٿن.“

”مون کي بس هڪڙي ڳالهہ پڇڻ ڏيو.“ نوجوان عرض ڪيو، ”سائين، البرڪامو مرڻ کان اڳ ڪجهہ چيو هو.“

”ها.“ پروفيسر ڪريم ماڻهن جي وچ ۾ هوندي بہ پنهنجن خيالن ۾ گم ٿي ويو. چيائين، ”البرڪامو مرڻ کان اڳ چيو هو، تہ اڄوڪي انسان کي ٻيڻي جنگ لڙڻي آهي — هڪ ظلم جي ظاهري قوتن سان، ۽ ٻي پنهنجي اندر ۾ لڪل وحشي جذبن سان.“

”بس سائين، مهرباني.“ نوجوان، پروفيسر ڪريم جو هٿ پنهنجي ٻنهي هٿن ۾ جهليو، ۽ سندس اکيون ڀرجي آيون.

سيڪريٽري ۽ ٿنڪرس فورم جي ميمبرن دائرو ٺاهي پروفيسر ڪريم کي پيهہ کان جدا ڪري ڇڏيو. هو آهستي آهستي موٽر ڏانهن وڌڻ لڳا. موٽر جي در وٽ ڪجهہ ماڻهن ڪيس آٽوگراف بڪ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، پر انتظاميہ جي ميمبرن کين روڪي ڇڏيو. هڪ ميمبر موٽر جو در کولي بيٺو. پروفيسر ڪريم موٽر ۾ وڃي ويٺو. ميمبر در بند ڪري ڇڏيو.

هڪ اٺن ـ ڏهن سالن جو ٻار گلدستو کڻي موٽر ڏانهن وڌندو پي آيو. ماڻهن کي ڌڪيندو، پيهہ مان واٽون ڪندو، ڌڪا ڏيندو ۽ ڌڪا کائيندو هو موٽر وٽ اچي پهتو. اُن وقت موٽر آهستي آهستي چُرڻ شروع ڪيو. ٻار ڊُڪ ڏني. پير وچڙيس. ٿاپو کائي سڙڪ تي ڪري پيو. گلدستو هٿن مان نڪري ويس. هن نماڻا نيڻ کڻي موٽر ڏانهن ڏٺو.

پروفيسر ڪريم منهن ورائي ٻارڙي ڏانهن ڏٺو، ۽ ڊرائيور

جي ڪلهي تي هٿ رکيو. ڊرائيور موٽر ٻيهاري ڇڏي.

هو موٽر مان لهي آيو. هن ٻار کي ٻانهن کان وٺي سڙڪ تان کڻي ورتو. ڪپڙا ڇنڊبينڊي، سندس نگاهہ ٻار جي رهڙيل ڏونڻ تي پيئي جنهن مان رت ٽمي رهيو هو. هن هڪدم رومال ڪڍي ٻار جي زخم تي رکيو.

اهو سڀ اک ڇنڀ ۾ ٿي ويو. ٽنڪرس فورم جو سيڪريٽري ۽ ميمبر واڌڙن وانگر پروفيسر ڪريم ڏانهن ڏسڻ لڳا. ايتري ۾ ڪجهہ پيا ماڻهو بہ ميڙ ڪري بيٺا.

پروفيسر ڪريم ٻار جي نرڙ تان وار پري ڪري سندس منهن ۾ نهاريو. ڪجهہ دير هو ٻار جي منهن ۾ ڏسندو رهيو. سندس گنڀير منهن مان ڪن پل لاءِ حيرت ليڪو پائي ورتو. ٻار سڙڪ تان گلدستو کڻي ڏانهس وڌايو. هن گلدستو وٺندي ٻار کي وارن تي ميٺي ڏني، ۽ موٽي وڃي موٽر ۾ ويٺو.

موٽر بسنت هال وٽان هلي جيستائين جنرل پوسٽ آفيس تائين پهتي، تيستائين هو ٻار ڏانهن ڏسندو رهيو.

سيڪريٽريءَ اهڙي نوع ۾ ڳالهايو، ڄڻ پروفيسر ڪريم جي معلومات ۾ واڌارو ڪرڻ پئي چاهيو. چيائين، "اهو ڇوڪرو پڪراج جو پٽ آهي. حرامي ٻار آهي."

پروفيسر ڪريم ڪيس جواب نہ ڏنو.

موٽر جي پوئين سيٽ تي پروفيسر ڪريم ۽ ٽنڪرس فورم جو سيڪريٽري ويٺا هئا، ۽ اڳينءَ تي ڊرائيور جي پرسان فورم جا ٻہ ميمبر ويٺا هئا.

سيڪريٽريءَ چيو، "پڪراج حيدرآباد جي مشهور **Prostitute** آهي."

هن رنڊيءَ بدران لفظ پراسٽيٽيوٽ استعمال ڪندي پنهنجي پٽرَ ۾ لفظ جي زهر کي ڪيپسول ۾ وجهي ڇڏيو.

موٽر جي اڳين سيٽ تي ويٺل هڪ ميمبر منهن ورائيندي چيو، "سائين، وڏا وڏا واپاري، زميندار ۽ سرڪاري آفيسر قدردان

اٿس . سندس هڪ اشاري تي سرڪاري نظام جي ڪايا پلٽجي سگهي ٿي."

پروفيسر ڪريم جي نڪ مٿان نرڙ تي. گنڍ جو نشان ظاهر ٿي پيو.

سيڪريٽريءَ ڳالهہ بدلائڻ لاءِ چيو، "ارنيسٽ هيمنگوي جي مرڻ تي توهان جيڪو تبصرو ڪيو هو، سو پاڪستان جي گهڻن ئي عالمن کي پسند نہ آيو."

"۽ توهان کي؟" پروفيسر ڪريم سيڪريٽريءَ ڏانهن ڏسڻ بنا پڇيو.

سيڪريٽريءَ جا حواس خطا ٿي ويا. سندس پٺيان ساٿين اڳين سيٽ تان منهن ورائي ڏانهس ڏٺو، ۽ سندس بيڪسي ڏسي منهن ڦيرائي ويهي رهيا.

"هيمنگوي دنيا کي گهڻو ڪجهہ ڏنو، ۽ دنيا کان گهڻو ڪجهہ ورتو." پروفيسر ڪريم چيو، "هن ڀرپور زندگي گذاري. جڏهن پاڻ کي ڪارائتو نہ پاتائين، تڏهن خودڪشي ڪيائين. سندس اهو عمل عظيم هو. مان پاڪستاني عالمن ۽ مُلن کي خوش ڪرڻ لاءِ پنهنجو رايو نہ مٽائيندس."

موٽر يونيورسٽيءَ وٽان ٿيندي مڙڪ ڏانهن ڦري ويئي. ٽنڪرس فورم جو سيڪريٽري سُسي ويو.

اڳين سيٽ تان هڪڙي ميمبر منهن ورائيندي آهستي چيو، "سائين، اجازت هجي تہ ڪجهہ پڇان؟"

پروفيسر ڪريم هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.

ميمبر چيو، "اوهان جي تقرير مان ائين پئي محسوس ٿيو، ڄڻ اوهين مذهب جي خلاف آهيو؟"

"مان ڪير ٿيندو آهيان مذهب جي خلاف ٿيڻ وارو." پروفيسر ڪريم چيو، "مذهب مان منهنجو مطلب فقط اسلام نہ آهي. مذهب جي لفظي اصطلاح ۾ اسلام، هندو ڌرم، عيسائي، جين ۽ ٻيا مذهب اچي وڃن ٿا. جهڙيون حالتون رونما ٿي رهيون آهن، تنهن مان ائين

محسوس ٿئي ٿو ته مذهب هن صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين، يا ايندڙ صديءَ جي شروعات ۾ پنهنجو موت پاڻ مري ويندو. مذهب جي جاءِ معاشي ۽ اقتصادي برابريءَ جون قوتون والارينديون."

هوٽل انڊس تائين ڪنهن نه ڳالهايو.

موٽر هوٽل انڊس جي حد ۾ داخل ٿي، ۽ در جي سامهون وڃي بيٺي.

پروفيسر ڪريم در کولي ٻاهر نڪري آيو. سيڪريٽري ۽ فورم جا ٻه ميمبر ٻي موٽر مان لهي آيا. پروفيسر ڪريم ڪنڌ جهڪائي هوٽل جي ورانڊي ڏانهن هليو ويو. هو ٽيئي سندس پٺيان هلڻ لڳا.

پروفيسر ڪريم لاءِ ٻه ڪمرا مخصوص ڪرايا ويا هئا. هڪ سندس ذاتي استعمال لاءِ، ۽ ٻيو ملاقاتين سان ملڻ لاءِ.

ٻيرو اڳواٽ ئي سندس ڪمري جو در کولي ادب سان بيٺو هو. هو چارئي ڪمري ۾ داخل ٿيا. سيڪريٽريءَ پروفيسر ڪريم کي هڪ ڪارڊ ڏيندي چيو، "هن تي شهر جا اهم ٽيليفون نمبر لکيل آهن. اسين به هر وقت حاضر آهيون."

پروفيسر ڪريم آرام ڪرسيءَ تي ويهندي چيو، "مان ڪجهه دير لاءِ بلڪل اڪيلو رهڻ چاهيان ٿو."

سيڪريٽريءَ چيو، "اسين هوٽل جي انتظاميه کي هدايت ڪري ڇڏيون ٿا ته اخباري نمائيندن جي ڪانفرنس کان اڳ توهان کي تڪليف نه ڏين."

"مهرباني." هن اکيون بند ڪري، مٿو ڪرسيءَ جي ٽيڪ سان لڳائي ڇڏيو.

هو ٽيئي ڪمري مان نڪري ويا. ٻيري آهستگيءَ سان در ٻيڪڙي ڇڏيو.

ٽنهي فورم جو سيڪريٽري ۽ ٻه ميمبر رات جي جلسي لاءِ بندوبست ڪرائڻ ۽ جلسي ۾ انتظام رکائڻ لاءِ ڊپٽي ڪمشنر جي آفيس ڏانهن هليا ويا. ويندي ويندي هوٽل جي رسيپشنسٽ کي تاڪيد ڪري ويا ته شام واري پريس ڪانفرنس کان اڳ ڪنهن

کي بہ پروفيسر ڪريم سان ملڻ نہ ڏي.

رسيپشنسٽ ٽيليفون تي پروفيسرُ ڪريم کان پڇيو، ”سر، لنچ تيار آهي.“

ان هڪ جملي کان وڌيڪ هُن ڪجهہ نہ ڳالهايو. رسيور ٽيليفون تي رکندي بيري کي پاڻ ڏانهن اچڻ جو اشارو ڪيائين. بيرو ڊوڙندو آيو.

بيري کي چيائين، ”پروفيسر ڪريم لنچ نہ ڪائيندا، فقط ڪافيءَ جو ڪوپ پيئندا.“

”يس سر،“ بيرو هليو ويو.

پروفيسر ڪريم ڪافيءَ جا ٻہ ڍُڪ پيري، ڪوپ ٽيبل تي رکي، آرام ڪرسيءَ جي ٽيڪ سان مٿو لڳائي، ڇڏيو. سندس منهن مان ٿڪ ظاهر ٿي رهيو هو. هن اکيون کوليون، هٿ وڌائي ٽيبل تان ڪافيءَ جو ڪوپ کڻي ورتو ۽ سپ سپ ڪري ڪافي پيئڻ لڳو. ڪافي پيئندي، ٽيبل تي رکيل اخبارن جون اهم خبرون نظرن مان ڪڍندو ويو. ملڪ جون ذري گهٽ سموريون اخبارون سامهون رکيل هيون. سڀني اخبارن جون اهم خبرون پريزيڊنٽ فيلڊ مارشل ايوب خان جي باري ۾ هيون— پريزيڊنٽ ايوب خان وڻ پوکيو— پريزيڊنٽ ايوب خان هڪ هوٽل جو افتتاح ڪيو— پريزيڊنٽ فيلڊ مارشل ايوب خان بنيادي جمهوريت جي ميمبرن سان ملاقات ڪئي— پريزيڊنٽ ايوب جيڪي ڪينيڊيءَ کي هڪ گهوڙو تحفي طور ڏنو— پريزيڊنٽ ايوب— پريزيڊنٽ ايوب— پريزيڊنٽ ايوب ۽ پريزيڊنٽ ايوب.

هن خالي ڪوپ ٽيبل تي رکي، ڪال بيل وڄائي.

بيرو ادب سان ڪمري ۾ داخل ٿيو ۽ ٽيبل تان خالي ڪوپ کڻڻ لڳو.

پروفيسر ڪريم جهيڻي آواز ۾ ڳالهايو، ”هي اخبارون کڻي وڃ.“

بيري ٽيبل تان اخبارون کڻي ورتيون ۽ ڪمري مان نڪري ويو.

بيري جي وچ ڪان پوءِ هو آرام ڪرسيءَ تان اُٿيو. ڪوٽ لاهي ڪليءَ تي ٽنگيائين. ڀاسي ۾ رکيل ڊريسنگ ٽيبل تان ڦڻي کڻي وارن کي جاچيتو ڪيائين. ڦڻي رکندي، آئيني جي عڪس ۾ سندس اکيون اٽڪي پيون. پنهنجين اکين ۾ اکيون وڌائين ته ڪجهه دير تائين پنبڻ ڀڃڻ تي ويو. سندس دل تي ان پارٽي جي ياد تري آئي، جيڪو بسنت هال وٽ موٽر جي ٻاهران گلدستي سميت سڙڪ تي ڪري پيو هو. پارٽي جي منهاندن ۾ ڪيس پنهنجا منهاندا نظر آيا هئا. آئيني جي اڳيو ڪيس پنهنجي ننڍپڻ جو خيال آيو. سوچيائين، جڏهن پاڻ اُن ڏهن سالن جو هوندو، تڏهن ضرور ان ٻار جهڙو هوندو.

آئيني وٽان هٽي ويو. پلنگ تي وڃي ليٽيو. ويهاڻي تي مٿو رکي اکيون بند ڪري ڇڏيائين. اکيون بند ڪيائين ته اکين آڏو بسنت هال جو نظارو تري آيس. ڪنن ۾ تاڙين جا آواز پڙاڏا ڪرڻ لڳس. تڏهن ازخود سندس آڱريون بند اکين جي پنبڻين سان وڃي لڳيون.

اکيون آليون هئس. بند اکين جي ڪُنڊن مان لڙڪ لڙي، ويهاڻي تي ڪِري آيس. ايتري عزت ۽ ايتري ناموس هوندي به سندس اندر ۾ آنند مانڊ هئي. هڪ غم هو، غم جو احساس هو، جيڪو ڪوري وانگر سندس وجود ۾ ڪامي رهيو هو. جبل جيڏو بار ضمير جي مٿان اچي ڪريو هوس، جنهن جي ضرب ۾ هو روح ٿائين گهائل ٿي ويو هو. پنهنجي وجود ۾ ڪامندڙ ڪوڙي کي ٿاڙڻ لاءِ هن ڌرتيءَ جي ڪُنڊ ڪڙڇ ۾ ڌڪا کاڌا هئا. ڇٽيل ڇڇريل ضمير تان ندامت جو بار لاهڻ لاءِ هزارين ڪتابن جي مطالعي جو بار کڻي ورتو هئائين. اندر واري انسان کي، جنهن کي پنهنجن هٿن سان سوريءَ تي لٽڪايو هئائين، تنهن کي سوريءَ تان لاهي ورتائين. ڪيس بچائي ورتائين، پر سندس خشڪ ۽ ڪومايل چپن کي مُرڪ موٽائي نہ سگهيو. وطن وريو ته پاڻ سان عالمي شهرت کڻي آيو. ناڻو کڻي آيو، ناموس کڻي آيو؛ پر جنهن قلبي سڪون جي ڳولا ۾ نڪتو

هو، سو نه آٿي سگهيو!

ٽڪ ٽڪ ٽڪ ٽڪ ٽن ٽن سنڌ سنڌ ساڍو - اک لڳي ويس.

اک کليس. واچ ۾ وقت ڏٺائين. شام جا پنج ٿيا هئا. ساڍي پنجين لڳي کيس اخباري نمائيندن سان ملاقات ڪرڻي هئي. پلنگ تان آٿي، ڪال بيل جي بٽڻ تي آڱر رکيائين. بيرو ڪمري ۾ داخل ٿيو. بيري کي چانهه آڻڻ جو چئي، غسلخاني ۾ هليو ويو.

غسلخاني مان نڪتو ته بيري اڳواٽ ئي چانهه جي ٽري ٽيبل تي آڻي رکي هئي. بيرو پري بيٺو هو. هٿ ۾ وزٽنگ ڪارڊ هئس.

”رک،“ هن ڏانهس ڏسڻ کان سواءِ چيو.

بيرو وزٽنگ ڪارڊ ميز تي رکي هليو ويو.

ڪرسيءَ تي اچي ويٺو. چانهه جو ڪوپ ٺاهيندي وزٽنگ ڪارڊ ڏٺائين. ملڪي ۽ غيرملڪي اخبارن ۽ رسالن جي نمائيندن جا ڪارڊ هئا.

واچ ۾ وقت ڏٺائين. سوا پنج ٿيا هئا. هن سپ سپ ڪري چانهه پي، خالي ڪوپ ٽيبل تي رکي ڇڏيو. ڪپڙا مٽائي ٻاهر نڪرڻ لاءِ تيار ٿي بيٺو.

بيرو اندر آيو. ادب سان چيائين، ”سائين، ڪراچ اوهان سان ملڻ آئي آهي.“

پروفيسر بيري ڏانهن نهاريو.

بيري ادب سان چيو، ”شهر جي مشهور طوائف آهي، مون ته ـــــ“

بيري پنهنجو جملو پورو نه ڪيو، پروفيسر ڪريم جي منهن تي گُنڊ ڏسي خاموش ٿي ويو.

پروفيسر واچ ۾ وقت ڏسندي چيو، ”چئينس، مون وٽ ملڻ لاءِ وقت ڪونهي.“

”مون ته اڳواٽ ئي چئي ڇڏيس.“ بيري ورائيو، ”پر چوي ٿي فقط پنجن منٽن لاءِ ملندي.“

هن واچ ڏسندي پڇيو، ”ڪٿي آهي؟“

”ملاقاتي ڪمري ۾.“

”۽ اخباري نمائيندا؟“

”اُهي هوٽل جي لائونج ۾ ويٺا آهن.“

”ٺيڪ آهي.“ پروفيسر ڪريم چيو، ”هينئر پنج لڳي ويهه منٽ ٿيا آهن. مان پوري ساڍي پنجين لڳي لائونج ۾ ايندس.“

بيرو ڪمري جو در کولي بيٺو. پروفيسر ڪريم ڪمري مان نڪتو، ۽ هن ڪانئس اڳ وڌي ملاقاتي ڪمري جو در کوليو. پروفيسر جڏهن اندر هليو ويو، تڏهن در بند ڪري ڇڏيائين.

ڪمري ۾ صوفا سيٽ جي ڪنڊ تي هڪ عورت ٿيري ويٺي هئي. سندس ڳلها گول ۽ ڀريل هئا. ڪيس گلابي رنگ جي ساڙهي پاتل هئي.

”ڏيئر“ پروفيسر ڪريم چيو، ”مون وٽ فقط ڏهه منٽ آهن.“

هوءَ پنهنجي جاءِ تان اٿي بيٺي، پر منهن نه ورايائين.

پروفيسر ڪريم پنهنجو جملو ورجايو، ”مون وٽ فقط ڏهه منٽ آهن، ڏيئر.“

”سر،“ هن ڪنبندڙ آواز ۾ هڪ لفظ چيو. ڦيرو کائي، گهوُر ڪري نمائين نگاهن سان پروفيسر ڪريم ڏانهن ڏسڻ لڳي.

پروفيسر ڪريم جي منهن تي هيڊ هارجي ويئي. ماڻڪيون پٿر ٿي ويس. پيروں پاڻ ۾ گنجي ويس. ٽنگن مان ست نڪري ويس. ڪِرڻ تي هو، جو پاڻ سنڀالي صوفا تي ويهي رهيو. ٻنهي هٿن سان منهن لڪائي ڇڏيائين.

پڪراج ميز تي رکيل جڳ مان گلاس ۾ پاڻي پيئي آئي.

”پيئو،“ هن آهستي چيو.

هن هٿن مان منهن ڪڍي پڪراج ڏانهن ڏٺو. پڪراج هر حسين طوائف کان وڌيڪ حسين هئي. پروفيسر ڪريم سندس هٿن مان گلاس ورتو، ڍڪ ساهي سمورو پاڻي پي ويو. ڪجهه سامت ۾ آيو. ڳالهائڻ لاءِ چپ چوريائين، ته فقط ايترو چئي سگهيو، ”تون،

نسيم!"

"ها، سر." هن ادب سان وراڻيو، "مان پکراج تي پيئي آهيان، سر."

هو خاموش رهيو. ڳالهائڻ لاءِ لفظ ڳوليندو رهيو.

پکراج چيو، "اوهان هڪڙي دفعي هيمليٽ ۾ روح جي تشريح ڪندي، جوڻ متاثر جو ذڪر ڪيو هو نہ."

پروفيسر ڪريم ڏانهس ڏٺو.

هن چيو، "انسان فقط مرڻ کان پوءِ جوڻ نہ متاثبندو آهي، سر. ڪجهہ انسان پنهنجي حياتيءَ ۾ جوڻ متاثيندا آهن. جيئن مون."

هو حيرت ۽ پشيمانيءَ مان ڏانهس نهاريندو رهيو.

"مان نسيم مان پکراج تي پيئي آهيان،" هن چيو.

پروفيسر ڪريم ڳوري آواز ۾ ڳالهايو، "مان پاڻ کي معاف ڪري نہ سگهيو آهيان، نسيم."

هن هڪدم وراڻيو، "مان ماضيءَ جو داستان دهرائڻ نہ آئي آهيان، سر."

"مون تو کي دوکو ڏنو آهي،" پروفيسر ڪريم سندس ڳالهہ ٻڌي اڻٻڌي ڪندي چيو، "تنهنجو پرم پوريو اٿم."

پروفيسر ڪريم تعليم ۽ تحقيق جا تجربا حاصل ڪيا هئا، پر جيڪا سمجهہ پکراج زماني جا ستم سهي حاصل ڪئي هئي، تنهن کيس ششدر ڪري ڇڏيو. هن مانيٺي آواز ۾ چيو، "توهان کي بدنام نہ ڪنديس، سر."

پروفيسر ڪريم جو ڪنڌ جهڪي ويو. پنهنجي ساهہ، چڙ پاڻ سان ڳالهايائين، "ضمير جو هڪ زخم پرڻ لاءِ مان ڌرتيءَ جي خاڪ آڏائيندو رهيو آهيان— علم ۽ عالمن جي موجود گيءَ ۾ اندر جو چيڪو وسارڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو آهيان. دل جي ميدان ۾ ملامت ۽ ندامت جهڙي متضاد قوتن جي جنگ کان منهن موڙي عالمي امن لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو آهيان. پر مان بہ ڪيترو نہ پورڙو آهيان. ضمير جو زخم بہ ڪڏهن پريو آهي!"

”پر مونکي توهان سان ڪابہ شڪايت نہ آهي.“ پڪراج چئي آواز ۾ آهستي چيو، ”فخر اٿم تہ توهان جي شاگرديائي رهي چڪي آهيان.“

عذاب ۽ پشيمانيءَ جو احساس پروفيسر ڪريم جي وجود مان ڪوڙهہ وانگر ڦاٽي نڪتو. لفظ لفظ ڪوريندو، ڪيس ڇيريندو رهيو. چيائين، ”ڏهن سالن جو عرصو تمام طويل هوندو آهي، نسيم. پر اڄ جڏهن تو ڪي ڏنو اٿم، تڏهن ڏهن سالن جو عرصو ڏهن سيڪنڊن جي وڇوٽيءَ تي بيٺل ٿو ڀانئجي. انسان سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي زور تي خدا ڪي وجي ڪلهو هڻندو، پر ويل وقت جي واڳ وراڻي نہ سگهندو. نسيم، الا تہ آهو وقت ڀيهر موٽي اچي جڏهن مان ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ انگريزيءَ جو ليڪچرار هوس ۽ تون آنرس فرسٽ ايئر جي شاگرديائي هئينءَ. اها گهڙي موٽي اچي جڏهن جنسي حوس جي راڪاس مون ڪي ماري مات ڪيو هو ۽ مون تنهنجو پيرم پوري چڏيو هو. الا! اهو وقت موٽي اچي. اهو راڪاس موٽي اچي تہ مان ڪائنس ڀيرين شڪست جو بدلو وٺان— ڪيس نهوڙي ناس ڪيان.“

پروفيسر ڪريم جذبن جي واچوڙن ۾ وڪوڙجي ويو. ڪو واڍو هو، جو وڍيندو پئي ويس. ڪو رازو هو، جو مٿان غمن جو ڪوٽ اڏيندو پي ويس. هُن اهڙي لهجي ۾ ڳالهايو جنهن مان صدين جي پڇتاءَ جو پڙاڏو پي آيو. چيائين، ”مان آن ڏينهن ڪي ملامت ڪندو آهيان نسيم، جڏهن تنهنجي اعتبار جو آئينو چُور چُور ڪيو هوم— جڏهن تنهنجو اعتماد حوس جي باهہ ۾ ڀسم ڪيو هوم.“

هو صوفا تان اٿي ويو. پٽ ڏانهن منهن ڪري بيٺو. آتان چيائين، ”مونکي تنهنجون آهي وحشت ڀريل اکيون اڄا تائين ياد آهن نسيم، جن سان تو گهائل ٽيڻ ڪان پوءِ مون ڏانهن ڏٺو هو.“

پٽ ڪي پٺي ڏيئي، پڪراج ڏانهن منهن ڪندي چيائين، ”جڏهن اندر ۾ امن نہ آهي، تڏهن مان ڪهڙي عالمي امن جي تلاش ۾ سرگردان رهيو آهيان! منهنجي پنهنجي وجود ۾ گهمسان

آهــي .“

پڪراج شروع ڪــان جيئن پلنگ وٽ بيٺي هئــي، تيئن بيٺي رهي. پنهنجي واچ ۾ وقت ڏسندي چيائين، ”ڇهہ ٿــي رهيا آهــن. مونکي مطلب جي ڳالهہ ڪرڻ گهرجي. اخباري نمائيندا اوهان جو انتظار ڪندا هوندا.“

پڪراج جو آواز پروفيسر ڪريم جي ڪنن تائين چڙهي پهچي نــہ سگهيو. هو پڪراج جــي سامهون اچــي بيٺو. پنهنجين اُداس ۽ اونهين اکين سان ڏانهنس نهاريندي چيائين، ”مــان تـوسان شادي ڪندس، نسيم.“

هــوءَ ڪانئس وڪ ڪن پــري ٿــي ويئــي. وڏي اعتماد سان وراڻيائين، ”اڄ توهين جنهن علم، عـزت ۽ ناموس جا مالڪ آهيو، تنهن ڪي پنهنجي بڇڙي وجود سان داغدار نہ ڪنديس.“

پڪراج جو جملو ڀالو بڻجي روح مان پار ٿي ويس. ڦٿڪي پيو. چيائين، ”مون اُن وقت بہ پڇتائيندي چرين وانگر تو کي ڳوليو هو، پر تون ٽٽل تاري وانگر الاءِ ڪهڙين اونداهين ۾ گم ٿي ويئي هئينءَ .“

”مونکي گم ٿيڻو پيو هــو، سر.“ پڪراج ٿڌو ساهہ ڀريندي چيو، ”مون کي پنهنجي داغدار دامــن ڪان وڌيڪ پنهنجي پــيءُ ۽ خاندان جي عزت جــو اونو هو.“ ڀريل آواز ۾ چيائين، ”اڄ مان هنن لاءِ مئل آهيان.“

”نسيم.“ پروفيسر ڪريم چيو، ”تون جيئن آهين، جهڙي آهين، مان توسان شادي ڪندس.“

”وساري ڇو نہ ٿا ڇڏيو ان گناهہ کي جنهن جو ڪوبہ شاهد نہ آهي—— نہ نسيم، نہ نسيم جــي اندر واري عورت.“ ڏک وچان چيائين، ”مان پڪراج آهيان.“

هو ٻئي وِاڪا ڪندڙ خاموشيءَ جــي خلائن ۾ ڀــن بيچين رُوحن وانگر هڪ ٻئي ڏانهن ڏسي رهيا هئا.

خاموشي ٽوڙيندي پڪراج چيو ”هڪ عرض ڪئي آئي آهيان.“

جذبن جو طوفان آيو، لنگهي ويو. دل جي ڌرتي احساسن جـي زلزلي ۾ ڪنبي، وري ڄمي ويئي. اميدن جو ٻتڪدو گهڙي ڪن لاءِ آباد ٿي، برباد ٿي ويو.

پروفيسر ڪريم چيو، ”ڇڏ.“

”اسد هينئر ڏهن سالن جو ٿيو آهي.“

”اسد؟“

”اسانجو اسد،“ پڪراج ڇت ڏانهن نهاريندي وراڻيو.

پروفيسر ڪريم حيرت ۽ شرمسار نگاهن سان ان عـورت ڏانهن نهارڻ لڳو، جنهن سندس گناهہ جـي نشانيءَ ڪي پهرين پيار جو تحفو سمجهي سيني سان سانڍي رکيو هو.

”اسد کي پنهنجي ماحول کان ڌار ڪرڻ چاهيان ٿي.“ هن دردناڪ آواز ۾ چيو، ”ڪيس اسڪول ۾ داخلا بہ نٿي ملي.“

”ڇو؟“

”ڇو جو هو هڪ وئشيا جو پٽ آهي.“

”منهنجو بہ تہ آهي،“ پروفيسر ڪريم چيو.

”هرگز نہ.“ هن اعتراض ڪيو، ”اهو داغ اوهانجي ناموس تي لڳڻ نہ ڏيندس.“

هو ٻئي هڪٻئي ڏانهن ڏسڻ لڳا.

پڪراج چيو، ”توهين ڪيس يتيم سمجهي پاڻ سان وٺي وڃو.“

پروفيسر ڪريم جي اکين ۾ لڙڪ لڙي آيا. هن منهن ٻئي طرف ڪري ڇڏيو.

”ڪيس پڙهڻ ۽ اسڪول وڃڻ جو ڏاڍو شوق آهي.“ پڪراج چيو، ”ان واعدي تي توهان سان رهڻ تي راضي ڪيو ٿي مانس، تہ توهين ڪيس پڙهائيندا.“

پروفيسر ڪريم آلين اکين سان پڪراج ڏانهن ڏسڻ لڳو. پڇيائين، ”اسد ڪٿي آهي؟“

”ٻاهر گاڏيءَ ۾ ويٺو آهـي.“ پڪـراج وراڻيو، ”پـر واعدو ڪريو تہ زندگيءَ جي ڪنهن بہ دور ۾ ڪيس اصل حقيقت ڪان

ڪڏهن بہ واقف نہ ڪندا.“
”ڇو؟“
”ڇو جو ڪيس پيءُ جي نالي ڪان نفرت آهي.“ چيائين،
”پرائمري اسڪولن ۾ پارڪيس چيڙائيندا رهيا آهن.“
پروفيسر ڪريم بيل وڄايو. بيرو ڪمري ۾ آيو. بيري کي چيائين، ”باهر گاڏيءَ ۾ هڪ پار ويٺو آهي. هن کي وٺي اچ.“
بيرو هليو ويو. جيستائين اسد نہ آيو، هو ٻئي خاموش رهيا، ۽ هڪ ٻئي ڏانهن ڏسندا رهيا.
بيرو اسد کي در وٽ ڇڏي ويو.
پروفيسر ڪريم اسد ڏانهن نهاريو. گهڙي کن لاءِ سندس نگاهن آڏو بسنت هال جي پاهران اسد جو ڪرڻ ۽ ڪري اٿڻ وارو منظر اڀري آيو. زماني جي نفرت سندس منهن مان معصوميت ڦري ورتي هئي. هو هوبهو پروفيسر ڪريم جهڙو هو، فقط اکيون ۽ وار ماءُ وانگر ڪکا هئس. پروفيسر ڪريم جي دل ۾ پيار جو قدرتي جذبو جاڳي اٿيو. کيس سيني سان لڳائي، پنهنجي پرسان ويهاري ڇڏيائين. ڏٺائين، تہ اکين مان آداسي پئي بکيس. ٻانهن ورائي کيس پاڻ سان ڇهتائيندي چيائين، ”اڄان پيار جو سج نہ اڀريو آهي، پٽ. پر، يقين ڄاڻ تہ صبح جو سوجهرو پري ناهي.“
پروفيسر ڪريم جو جملو اسد لاءِ بيمعنيٰ هو. هن ڏانهس نهاريو. کيس ٻانهہ تي رهڙ مٿان رومال ٻڌل هو.
نِڪراج وڏي اچي صوفہ وٽ بيٺي. اسد کي مٿي تي ميٺي ڏيئي، ٻانهن ۾ ڀيڪوڙي ڇڏيائين. ڪجهہ دير تائين کيس پاڻ کان ڌار نہ ڪيائين. جڏهن لڙڪ لڪائي ڇڏيائين، تڏهن کيس ٻانهن مان ڪڍيائين. ڀريل آواز ۾ چيائين، ”اسد کي پنهنجو ڪري توهان انسانيت جو ثبوت ڏنو آهي. مون کي اجازت ڏيو. خدا حافظ.“
اکين وسڻ جا ويس ڪيس. ممتا جا موتي ڪارن ڪڪرن وانگر ڇپرن ۾ ڇلي آيس. چپ ڀيڪوڙي ڪمري جي در تائين هلي وئي. جڏهن در جي هٿيئي ۾ مٿ وڌائين، تڏهن اسد صوفہ تان

اٿي، ڊوڙ پائي ماءُ جي سيني ۾ وڃي منهن لڪايو، ۽ سڏڪا ڀري روئڻ لڳو، ”امان، مان جڏهن پڙهي رهندس تڏهن تـو وٽ موٽي ايندس.“

پروفيسر ڪريم صوفه تان اٿي ماءُ ۽ پٽ وٽ وڃي بيٺو. اسد کي وارن تي هٿ ڦيرائيندي چيائين، ”اسين به مـوٽي ايندا سين، اسد، منهنجا پٽ ـــ ان ڏينهن هيءَ دنيا نئين نور سان منور هوندي.“

پکراج در کولي ٻاهر هلي ويئي.

پروفيسر ڪريم اسد کي وٺـي پنهنجي ڪمري ۾ آيو. کيس پلنگ تي ويهاري، پـاڻ منهن ڌوئڻ لاءِ غسلخاني ڏانهن هليو ويو. ٻاهر نڪتو ته بيرو ڪمري ۾ بيٺو هو.

”ڇو،“ هن ٿوال سان منهن اگهندي کانئس پڇيو.

”سائين.“ بيري ادب سان جـواب ڏنو، ”سائين، اخباري نمائيندا اعتراض ڪري هليا ويا آهن.“

پروفيسر ڪريم ٽيليفون تي رسيپشنسٽ سان ڳالهايو ۽ کيس ملاقاتي ڪمري ۾ اچڻ لاءِ چيو.

اسد کي پنهنجي ڪمري ۾ ڇڏي هـو ملاقاتي ڪمري ۾ آيو. رسيپشنسٽ اڳواٽ موجود هو.

”ڇا ٿيو؟“ پروفيسر ڪريم کانئس پڇيو، ”هو ڇو هليا ويا؟“

”چيائون ته توهان هڪ طوائف کي مٿن ترجيح ڏني آهي.“

پروفيسر ڪريم کيس ڪو جواب نه ڏنو.

”هڪ ڪلاڪ ڏهه منٽ انتظار ڪرڻ کان پوءِ هو احتجاج طور هليا ويا.“

پروفيسر ڪريم سوچ ۾ پئجي ويو. چيائين، ”چڱو ٿيو جو هليا ويا. مان ڪجهه به ڳالهائڻ لاءِ ذهني طرح تيار نه آهيان.“

رسيپشنسٽ ادب سان بيٺو رهيو.

پروفيسر ڪريم پنهنجي ڪمري ڏانهـن ويندي کيس چيو، ”مان جلسي کان اڳ ڪنهن سان به نه ملندس. تون ٿنڪرس فورم جي سيڪريٽريءَ کـي فـون ڪري گهرائي وٺ. مون کي سائس

ڳالهائڻو آهي.“

پروفيسرڪريم ڪمري ۾ موٽي آيو. اسد پلنگ تي ننڊ پيو هو، پيرن ۾ بوٽ هوس، ۽ سندس پير لٽڪي رهيا هئا. هن بوٽ لاهي، سندس ٽنگون مٿي ڪري، مٿانئس بلانڪيٽ وجهي ڇڏيو. پاڻ آرام ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. آرام نہ آيس تہ اُٿيو. خطن لکڻ جو پيڊ کڻي، اڌ ڪلاڪ ۾ ٽي-چار مختصر خط لکي لفافن ۾ وجهي ڇڏيائين.

ان وقت رات جا اٺ ٿيا هئا. ڪيس سادي اڻين لڳي قلعي ۾ عام جلسي کي خطاب ڪرڻو هو، ۽ ڪيس مٿي ۾ هلڪو سور محسوس ٿي رهيو هو.

اوچتو سندس ڪمري جو در کليو ۽ ٽنڪرس فورم جو سيڪريٽري سهڪندو اندر آيو. ويڙهيل سيڙهيل ڪاغذ کوليندي چيائين، ”سائين، غضب ٿي ويو.“

پروفيسرڪريم جواب ڏيڻ بدران هٿ-لکيل پوسٽر پڙهڻ لڳو، جنهن ۾ مٿس هڪ طوائف سان هڪ ڪلاڪ ٽائين هوٽل جي ڪمري ۾ عيش ڪرڻ جو الزام لڳايل هو.

”اهــا ڳالهہ باهہ وانگـر مــاڻهن ۾ پکڙجي ويئي آهــي،“ سيڪريٽريءَ چيو، ”ماڻهن جلسي جــي پنڊال کي بــاهہ ڏيئي مٿس گند جا ڍهہ اُڇلائي ڇڏيا آهن.“

پروفيسرڪريم فڪرمند ٿي اسد ڏانهن نهاريو.

سيڪريٽــريءَ اسد ڏانهـن اشـارو ڪندي چيـو، ”هجوم هيڏانهن اچي رهيو آهي. هِن کي هتي ڏسي توهان ٻنهي کي ماري وجهندا.“

”چو، هن کي ڇا هي.“ هن اسد جي وارن تي هٿ ڦيرائيندي پڇيو، ”ڇا هيءُ دنيا جي ٻين ٻارن جهڙو ناهي؟“

”هيءُ حرامي ٻار آهي. هن جي پيءُ جو ڪو پتو ڪونهي.“ سيڪريٽريءَ چيو، ”توهين دير نہ ڪريو، هجوم جــي اچڻ کان اڳ هتان هليا وڃو.“

پروفيسر ڪريم سيڪريٽريءَ جي منهن ۾ نهاريندي چيو،
”دنيا جي ڪيترن انسانن کي پڪ آهي تہ جنهن کي هو پنهنجو پيءُ سمجهن ٿا، سو حقيقت ۾ سندن پيءُ آهي بہ، يا نہ.“
”اهي ڳالهيون اجايون آهن. حرامي ٻار بهرحال حرامي آهي.“ سيڪريٽريءَ واچ ڏسندي چيو، ”وقت نہ وڃايو. مون توهان لاءِ ٽيڪسي آندي آهي. هجوم جي پهچڻ کان اڳ هتان هليا وڃو. ڪوٺڙيءَ تان ڪانہ ڪا ريل ملي ويندو.“
پروفيسر ڪريم اسد کي ننڊ مان جاڳايو. هو اکيون مهٽيندو پلنگ تي ويهي رهيو. ڪيس پنهنجي آڏو هٿ ۾ ڏيندي چيائين، ”هل پٽ.“
”ڪيڏانهن؟“ اسد حيرت مان پڇيو.
”جتي انصاف روايتن جو غلام نہ هوندو،“ پروفيسر ڪيس پلنگ تان آڻيندي چيو.
۽ پوءِ جڏهن ريل جي ٽرڊ ڪلاس گاڏي جي ڪنڊ ۾ ويهي پروفيسر ڪريم ۽ ننڍڙو اسد ڪنهن نامعلوم منزل ڏانهن وڃي رهيا هئا، تڏهن هر طرف هيبتناڪ اونده ڇانئجي ويئي هئي.
پروفيسر ڪريم جي پريشان ذهن ۾ پڪراج جو جملو ڪاٽ هڻندو رهيو تہ 'اسد کي پيءُ جي نالي کان بہ نفرت آهي — اسد کي پيءُ جي نالي کان بہ نفرت آهي'. هن ٻانهن ورائي اسد کي اهڙي نموني پاڻ سان ڇهٽائي ويهاريو ڄڻ تہ اسد کي ڪو ڪانئس ڇني ڌار ڪري رهيو هو. اسد منهن مٿي ڪري ڏانهس ڏٺو.
هڪبڪي ڏانهن ڏسي پنهي دريءَ کان ٻاهر اونده جي پولار ۾ نهاريو.
ريل رڙيون ڪندي، گجندي ۽ گوڙ ڪندي اونده جو درياه جها ڳيندي پئي ويئي. ●

# پُل صراط

منهنجي زال يعني گهر واري، گذريل آچر ڏينهن صبح جو عادت جي خلاف سوير ننڊ مان آٿي ويئي. هون ته هر آچر تي هوءَ دير سان ننڊ مان آٿندي آهي. ننڊ نه هوندي اٿس، پر تڏهن به دت هنيو سمهي پئي هوندي آهي. آچر ڏينهن ٻارن جا اسڪول بند هوندا آهن. مونکي به پوسٽ آفيس وچي لفافن ۽ ڪاردن تي ٽپا هڻڻا نه پوندا آهن. تنهنڪري آچر ڏينهن صبح جو منهنجي گهر واريءَ کي آسُر ويل آٿي ڪڙڪ چانهه ۽ سڪل ماني ٻه واري صحت- بخش نيرن تيار ڪرڻي نه پوندي آهي. آچر ڏينهن اسانجا ٻار ڏه وڳي تي ننڊ ڪندا آهن. ٻار ماءُ سميت قطار ۾ قديم ۽ ٽڪيل گلم تي، تيل لڳل ميرن ويهاڻن تي ٽڪل مٿا رکي ننڊ ۾ الوٽ پيا هوندا آهن. گهر ۾ مات هوندي آهي. مان جاڳندو رهندو آهيان. جاڳندو انلاءِ آهيان، ته جيئن منهنجا ٻار ننڊ ڪري سگهن.

گذريل آچر ڏينهن صبح جو جنهن وقت منهنجي گهر واري عادت خلاف جلدي ننڊ مان آٿي کڙي ٿي، تنهن وقت مان هڪ روزاني اخبار ۾ 'مغز ڦاڙ' معمو حل ڪرڻ ۽ هڪ لک رپيا حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس، ۽ خيالن ئي خيالن ۾ هوائي قلعا نه، پر هڪ هوائي ڪچو گهر، ٽن ڏڪڻ جيترو کپڙو ۽ ٻه ويلا ماني حاصل ڪرڻ جا هوائي خواب ڏسي رهيو هوس.

'مغز ڦاڙ' معمي ۾ ڪل آٺ خال وارا اڌورا جملا ڏنل هئا. هرهڪ اڌوري جملي جي پڇاڙيءَ ۾ ٽي لفظ لکيل هئا، جن مان هڪ لفظ خال ۾ وجهي جملو پورو ڪرڻو هو. جنهن وقت منهنجي گهر واري ننڊ مان سجاڳ ٿي، تنهن وقت مان 'مغز ڦاڙ' معمي جو جملو نمبر ٽيون پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس. ٽيون اڌورو جملو هن ريت هو—

عورت ...... آهي. (رحمت، زحمت، رغبت).
لفظ رغبت جي معنيٰ منهنجي لاءِ الجبرا هئي. جنهن وقت رحمت ۽ زحمت جي باطني ۽ ظاهري معنيٰ تي ويچار ڪري رهيو هوس، تنهن وقت منهنجي گهر واريءَ نند مان سجاڳ ٿي. ويچار ويچارو دماغ مان نڪري ويو.
مون اخبار جي 'مغز ڦاڙ' معمي تان نظرون هٽائي گهر واريءَ ڏانهن ڏٺو. هوءَ اداس نگاهن سان ٽڪيل گلم تي سمهيل ستن ٻارن ڏانهن ڏسي رهي هئي. (مونکي الله جي ڏني مان چار پٽ ۽ ٽي ڌيئر آهن. هڪ ٻار پنڌ ۾ آهي ـــ ماشاءَ الله).
منهنجي گهر واريءَ ڳرا ڇپر مٿي ڪري مونڏانهن نهاريو. مونڏانهن ڏسي، وري ٻارن ۾ اکيون کپائي ڇڏيائين. سوچيم، ٻارن جي پلڻ پريشان ڪيو اٿس، تنهنڪري سندس پريشاني دور ڪرڻ لاءِ چيم، "اِن ۾ منهنجو ذرو جيترو به ڏوهه ناهي مولائڻ!" آپ ڏانهن آڱر آڻي ڪندي چيم، "اهو سڄو ڪم آسمان واري جو اٿئي. منهنجي ڪهڙي مجال آهي جو انسان پيدا ڪري سگهان. مان تہ هڪ عاجز بندو ڳنڊو آهيان، الله سائينءَ جو موسٽ اوبيڊينٽ سرونٽ آهيان."
هن جواب نہ ڏنو. تيل ۾ پيٽ، تيل ويهاڻو پيٽ سان کپائي، ويهاڻي کي ٽيڪ ڏيئي ويٺي. سندس غمگين چهرو وڌيڪ اداس ٿي ويو. ٻارن مان اک ٽيءَ نہ پي ڪيڏيائين. کيس دلداري ڏيڻ لاءِ چيم، "فڪر نہ ڪر مولائڻ! هر انسان پنهنجي نصيب جو داڻو پاڻي ڪائيندو آهي. هنن لاءِ بہ ڪنهن نہ ڪنهن راشن شاپ تي اَن جو داڻو ضرور موجود هوندو، جنهن تي سندن نالي جو ٺپو لڳل هوندو."
هن ڪن لاءِ ڇپر کڻي مونڏانهن ڏٺو، ۽ پيهر اکيون ٻارن ۾ اٽڪائي ڇڏيائين. کيس قائل ڪرڻ لاءِ، تہ اسانجي ستن ٻارن مان هرهڪ ڪنهن خاص مقصد لاءِ دنيا ۾ آيو آهي، چيم، "مولائڻ، هيءَ دورنگي دنيا اکين وارن لاءِ عبرتڪدو آهي. هر انسان هتي قدرت جا ڪرشما ڏسڻ آيو آهي. اسانجا ٻار بہ قادر جي قدرت جا

ڪرشما ڏسڻ آيا آهن، جهڙوڪ: ڌرتيءَ مان سلو ڦٽڻ، مينهن وسڻ، چنڊ تارن جو چمڪڻ وغيره. ڏس نه، ڪهڙي نه حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه آهي ته درياهه وهي ٿو، آهي نه ڪمال جهڙي ڳالهه! مار، درياهه وهي ٿو، آف!" ڳالهه ڪي اڌ ۾ روڪي، اک ٽيٽ ڪري گهر واريءَ ڏانهن ڏٺم. هوءَ ڪنهن بيڪار ٿيپي وانگر خاموش ويٺي هئي. سندس دل وڏي ڪرڻ لاءِ چيم، "هي اسانجا ٻار، يعني ڪندو، ٻتاشو، انب وغيره هڪ نه هڪ ڏينهن وڏا ٿيندا. ڪٽڪ جو فصل ڏسي حيران ٿيندا. درياهه ڪي وهندو ڏسي ڪين ڏندين آ ڱريون ٻڌجي ويندون. هڪدم سجدي ۾ ڪري پوندا. اهوئي سندن پيدا ٿيڻ ۽ دنيا دورنگيءَ ۾ اچڻ جو مقصد آهي."

ڏٺم، ان سموري ڪٿا جو مٿس ڪوبه اثر نه ٿيو. هوءَ ٻارن کي ڏسندي رهي. سندس ساهه جي هلڻ جي رفتار تيز ٿي ويئي. تڏهن هڪ خيال بيرنگ خط وانگر اکيان اچي بيٺو. پڇيومانس، "سچ ٻڌاءِ مولائڻ، پيڪا ته نه ياد آيا اٿئي؟"

هن جواب نه ڏنو.

"اڙو ته نه ڪٿو آهي؟"

"تون ته اصل کان موکو مٺو آهين،" هوءَ هڪدم اٿلي پيئي. روئڻهارڪي ٿي ويئي.

مون کي موکو مٺو سڏيائين، پر مون کي حيرت نه ٿي. اهو جملو گهٽ اڳ جڏهن پهريون دفعو سندس واتان ٻڌو هوم، تڏهن مون کان چرڪ نڪري ويو هو. انهن ڏينهن ۾ اسان ڳوٺ ڇڏي حيدرآباد ۾ اچي رهيا هئاسين. جيستائين رئيس ربڏني ميتڙي (اهو ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو ناهي، اسان جي اباڻي ڳوٺ جو نالو آهي) ۾ رهندا هئاسين، منهنجي گهر واري مون کي 'انب جا پيءُ' ڪري ڪوٺيندي هئي. مون سان اک ملائي نه سگهندي هئي. انهن ئي ڏينهن ۾ مون ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو. ۽ پوءِ جڏهن حيدرآباد جي هڪ پوسٽ آفيس ۾ لفافن ۽ ڪارڊن تي ٺپا هڻڻ جهڙي اهم ۽ عاليشان نوڪري ملي ويئي، تڏهن اسان ڳوٺ رئيس ربڏني ميتڙي

مان ٽپڙ سهيڙي، اچي حيدرآباد جا وڻ وسايا. (اهو فقط محاورو آهي، شهر جا وڻ وسائڻ ميونسپالٽي جو ڪم آهي). ٽپا هڻندي ڪجهه عرصو گذري ويو هوندو، جو هڪڙي ڏينهن منهنجي گهر واريءَ چيو هو، 'آئون تو کي هيئنر ان جا پيءُ اڪري نه ڪوٺينديس' سبب پڇڻ تي ٻڌايائين، 'ان به ڪو نالو آهي! پاڙي جا ٻار ان کي چيڙائن ٿا. تنهنڪري مون ان جو نالو درين ڪمار رکيو آهي.' منهنجي لاءِ چڻ ڪجهه گهر جي ڇت اڏامي ويئي. چيو هوم، 'ڪهڙيون ڳالهيون ٿي ڪرين مولائڻ. ان ۾ ڪهڙو عيب آهي. منهنجو پنهنجو نالو وا ڳڻ آهي. بابا جو نالو ليمون آهي.' گهر واريءَ مون کي سمجهايو هو، 'هيئنر اسين شهر ۾ ٿا رهون. شهري ٿي رهڻو پوندو يا شهر نيڪالي ملندي. مون به پنهنجو نالو مٽائي ڇڏيو آهي.' مون کي روئڻ آيو. هن ٻڌايو، 'مون پنهنجا به نالا رکيا آهن. هڪ افشان، ٻيو صبيحه خانم. تون مون کي آفشي سڏيندو ڪر.' مان ان انڪشاف تي بيهوش ٿي ڪرڻ تي هوس، جو هن ٻڌايو هو، 'تنهنجو نالو به هيئنر وا ڳڻ ناهي. مون هڪ اردو ناول ۾ هيري جو نالو ارسلان پڙهيو آهي. مون کي ڏاڍو وڻيو آهي اڄ کان تون ارسلان آهين.' ڪانئس پڇيو هيم ته، 'ارسلان صاحب غازي صلاح الدين ايوبيءَ جو بورچي ته نه هو؟' تڏهن هن ٻيهريون دفعو مون کي چيو هو، 'تون ته صفا ڪو موڳو مٽر آهين.'

ان ڳالهه کي چار- پنج سال گذري ويا آهن. ان عرصي ۾ مان ٽپا هڻندو رهيو آهيان ۽ منهنجي زال عرف افشي ٻار ڄڻيندي رهي آهي. ان دوران هن ڏهن سو پنجونجاهه اردو- پنجابي فلمون ڏٺيون آهن ۽ پيسو روز تي ملندڙ ٻارهن سو پنجيهه مسواڙي ناول ۽ افسانن جا مجموعا پڙهيا آهن. سندس خرچ پکو پورو ڪرڻ لاءِ مان ٽپال مان رسالا ۽ ڪتاب پارڪندو آهيان ۽ چونڪي گهٽيءَ جي ڪباڙين کي ٻڌي ليکي وڪٽي ايندو آهيان. هوءَ روزانو به رومانٽڪ ناول پڙهندي آهي ۽ رومانٽڪ خواب ڏسندي آهي.

گذريل آچر تي جڏهن منهنجي گهر واريءَ ڪاوڙ مان چيو،

”تون تہ صفا ڪو موڳو منڙ آهين“، تڏهن هڪدم مون کي ياد آيو تہ مولائڻ ضرور ڪو غريب خواب (عجيب نہ، ڇو جو امير ماڻهو عجيب خواب ڏسندا آهن. غريب ماڻهو فقط غريب خواب ڏسندا آهن) ڏٺو آهي. پڪ ڪرڻ خاطر کانئس پڇيم، ”مولائڻ خواب تہ نہ ڏٺو اٿئي.“

هن ڪنڌ ڏوٺي ها ڪئي، ۽ پوءِ اڌ رڌو ويڙهي سيڙهي وات ني رکي روئي پيئي. هڪدم سمجهي ورتم تہ افشي، عرف صبيحہ خانم، يعني منهنجي زال اڄ ضرور ڪو الف ليلي يا سيف الملوڪ ڇاپ خواب ڏٺو آهي.

سندس پاسي ۾ وڃي ويٺس. پرڇائيندي پڇيومانس، ”ڪهڙي قسم جو خواب ڏٺو اٿئي؟ خوفناڪ، پراسرار يا پيوائتو.“

جواب جي بدران سندس اوڇنگارن جو آواز ٻڌم.

پڇيومانس، ”ڪوه ڪاف جو جن تہ نہ ڏٺو اٿئي؟“

وراڻيائين، ”نہ.“

”راڪاس؟“

”نہ.“

”سامري جادوگر؟“

”نہ.“

”راوڻ؟“

”اون - هون.“

”راڪيٽ؟“

جواب نہ مليو.

”نيپام بم؟“

جواب نہ مليو.

”ايٽم بم - هيڊروجن بم؟“

جواب نہ مليو.

”موشي دايان؟“

جواب مليو. چيائين، ”مان نہ اصل کان چوندي آهيان تہ

تون صفا موکي مٺڙو آهين.“
”تہ پوءِ ڪٿي پڌاءِ تہ خواب ۾ ڇا ڏٺو اٿئي.“
ٻہ۔ چار سڏڪا ڀري، سنگهہ ڪڍي، وڏو ساهہ کڻي چيائين،
”اڄ آئون.... آئون....“
”آئون آئون نہ ڪر. ڳالهہ ڪر.“
”اڄ خواب ۾ ساڳيو بزرگ ڏٺو اٿم، جيڪو گذريل سال
ٻہ هڪ دفعو خواب ۾ آيو هو.“
”بزرگ! ڪهڙو بزرگ؟“
”جنهن جي مٿي ۽ مڇن جا وار اڇا پشم جهڙا، ۽ پرڙوون
بہ اڇيون هونديون آهن.“
”اوهہ! تون تہ اجائي پريشان ٿي آهين.“
”اجائي پريشان ٿي آهيان؟“
”ها.“ ڪيس سمجهايم، ”اهو اڇين ڀرڙوون، ڀنبڻن ۽ پشم
جهڙن وارن وارو پيرو وڏو فريباز اٿئي. تون ڪيس نٿي سڃاڻين.“
”تون تہ ڄڻ سڃاڻينس ٿو.“
”ڇو نہ. اهو پيرو بزرگ وغيره ناهي؛ اهو مشڪرو ڪرستانن
جو سانتاڪلاز اٿئي.“
منهنجي گهر واري ڪاوڙجي ويئي۔ چيائين، ”خبر اٿئي،
موکا مٺڙا اڄ هن ڳالهايو بہ هو.“
” ڳالهايو هو!“
”ها.“
”ڇا ڳالهايائين؟ منهنجو مطلب آهي، ڇا چيائين؟“
افشان عرف صبيحہ خانم، يعني منهنجي گهر واري جواب
ڏيڻ بدران اڌ رئي جو ويڙهوٽو وات ۾ وجهي سڏڪن ۽ اوڇنگارن
۾ اچي ڇڙڪي۔ مون ڪيس ڪجهہ دير. تائين روئڻ ڏنو. پنج منٽ
ڪن روئڻ کان پوءِ، تڏو ساهہ کڻي روئڻ بند ڪري ڇڏيائين.
”ها، شاباش.“ ڪيس آٿت ڏنم، ”پڌاءِ. ڪرڙي ڇا چيو؟“
”چيائين.“ هن ڳالهايو، ”چيائين، اي خدا جي نيڪ بندي،

الله جي راهہ ۾ پنهنجي سڀ کان پياري شيءِ قربان ڪر."
"ان ۾ روئڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي."

هن ٻيهر روئڻ شروع ڪيو. سندس روئڻ ۽ هنجوڻ هارڻ جو سلسلو جاري هيو، جو اسان جو ننڍو پٽ پتاشو ۽ پياري ڌيءَ گدامڙي جاڳي پيا. ٻئي ٻار ماءُ کي روئيندي ڏسي روئڻ لڳا. مون کين سرچائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ٻئي ٻار سخت ڪاوڙجي ويا. پتاشي پنهنجي ننڍڙي مُڪ اولاريندي چيو، "تو امان کي ماليو آهي."

کين عرض ڪيم، "اڙي بابا، مون نہ ماريو اٿس. توهين خدا جي واسطي سمهي پئو. اڄ آچر آهي."

"نہ نہ. تو امان کي ماليو آهي."

منهنجي گهر واريءَ پتاشي کي ساڄي ۽ گدامڙيءَ کي کاٻي گوڏي تي ويهاري ڇڏيو. ٻئي ٻار ماءُ سان چنبڙي، خونخوار نظرن سان مونڏانهن ڏسڻ لڳا. مون هٿ جوڙي ٻنهي کان معافي ورتي. هنن معاف نہ ڪيو. پتاشي چپ ڏيکاري منهنجا چپرا ڪڍيا.

"ٻڌاءِ نہ موڳا مٺر." افشيءَ چيو، "ٻڌاءِ تہ، مان پنهنجي ڪهڙي شيءِ قربان ڪيان؟"

"لنواءِ مولائڻ."

"لنوايان؟" هن ڊوڙا ڦوٽاري چيو. "لنوايان؟ هان! الله جي راهہ ۾ پنهنجي پياري شيءِ قربان نہ ڪيان! تون ڪافر آهين، انشاءَ الله دوزخ ۾ ويندين."

"دوزخ ۾ ويندس جو آسمان تي بہ چڙهَ انڌيرُ آهي". وراڻيم، "هڪ دفعو رڳو 'مغز ڦاڙ' معمي جو صحيح حل نڪرڻ ڏي. پوءِ ويئي تماشا ڏسجانءِ. هڪ مسيت ٺاهرائيندس، ٻہ حج ڪندس، ۽ پنجن فقيرن کي هڪ ويلو ماني کارائيندس. پوءِ ڪيئن ۽ ڇو دوزخ ۾ ويندس."

"تون نہ فقط موڳو مٺر آهين، پر شيخ چلي بہ آهين." هن چيو، "تون مونکي ٻڌاءِ تہ مان پنهنجي ڪهڙي پياري شيءِ قربان

ڪيان؟"

اسان ٻئي سوچڻ لڳاسين."

مونکي پنهنجي زال جون ٻہ-چار شيون سجهي آيون، جيڪي ڪيس جان کان پياريون هيون. اُڪيس صلاح ڏنم، "هو جيڪو شيفون جو ڪرمچي رڱو اٿئي نہ، اڙي پاڻ ڪ وارو، اهو تو کي ڏاڍو پيارو آهي. الله جي راهہ ۾ قربان ڪري ڇڏ."

افشان، عرف صبيحہ خانم، يعني منهنجي گهر واريءَ ڏاڍيءَ ڪاوڙ مان مونڏانهن نهاريو. سمجهيم، ڪيس ٻي ڪا شي رئي کان بہ وڌيڪ پياري آهي. گهڻي سوچ ويچار کان پوءِ مونکي ڪپڙن سبڻ جي مشين جو خيال آيو، جيڪا اسان قسطن تي ورتي هئي. ان مشين جو نالو 'سنگيت' هو، ۽ منجهانئس اٿي پيهڻ جي مشين جهڙو آواز ايندو هو (هينئر آن مشين مان ريل گاڏيءَ جي انجڻ جهڙو آواز ايندو آهي). اها مشين منهنجي گهر واريءَ کي ساهہ کان پياري هئي.

هڪدم خوش ٿيندي چيم، "مولائڻ، ڪپڙن سبڻ جي مشين 'سنگيت' الله جي راهہ ۾ قربان ڪري ڇڏ. ان مان ٻہ فائدا ٿيندا."

هن پرون ڳتي مون ڏانهن ڏٺو. مان ڳالهائيندو رهيس، "ٻہ فائدا هن ريت ٿيندا. اول تہ تون پنهنجي سڀ کان پياري شي الله جي راهہ ۾ قربان ڪندين. ٻيو تہ مشين جي قربانيءَ کان پوءِ اوڙي پاڙي جا ڪن ڏري پوندا."

منهنجي گهر واريءَ ساڙ ڪائيندي چيو، "مان تہ اصل کان چوندي آهيان، تون صفا موڳو مٿر آهين."

پتاشو ۽ گدامڙي تاڙيون وڄائي کلڻ لڳا.

منهنجي گهر واريءَ چيو، "ڪڏهن ڪنهن رنَ ۽ مشين جي بہ قرباني ڏني آهي؟"

"مولائڻ!" منهنجي نڙي خشڪ ٿي ويئي، پڇيم، "ڪنهن ٻنهن جي ڳالهہ آهي ڇا؟"

"ٻيو نہ تہ مغز ڦاڙ معمو حل ڪرڻ جي ڳالهہ آهي،" هن

وات ڇپو ڪندي ڇيو.

هوءَ ۽ ماءُ سوچڻ لڳاسين.

گداموڙيءَ پتاشي ڪي پير ۾ ڇهنبڙي وڌي. پتاشو وات ڦاڙي روئڻ لڳو. منهنجي گهر واريءَ جون گهٽيل پيروون هڪ ٻئي ڪان ڏار ٿي ويون. سوچ ۾ چنجهيون ٿيل اکيون ويڪريون ٿي ويس. هلنڌڙ ساهہ جو سلسلو ڪجهہ تيز ٿـي ويس. پنهنجون اکيون گداموڙيءَ تي ڪپائي ڇڏيائين. پوءِ ڏسندي ئي ڏسندي گداموڙيءَ ڪـي پاڪر پائي روئڻ لڳي. پتاشي پنهنجو روئـڻ بند ڪري ڇڏيو، ۽ حيرت وچان ماءُ جي منهن ۾ ڏسڻ لڳو.

گهر واريءَ ڪان پڇيم، ”چو، ڇا ٿيو مولائڻ.“

هن جواب نہ ڏنو، گداموڙيءَ کي پاڪر ۾ ڀيڪوڙي ڇڏيائين.

”روئين ڇو پئي؟“

هن روئڻهارڪي آواز ۾ چيو، ”موتکي گداموڙي سيني کـان وڌيڪ پيارڍي آهي.“

”ڇا !“

”ها.“

”تہ تون گداموڙيءَ کي ڪُهي ڇڏيندينءَ؟“

”ها .“

”ائين وري ڪيئن ٿيندو؟“

”ڇو نہ ٿيندو.“ هن ورائيو، ”حضرت ابراهيم بہ تہ حضرت اسماعيل کي الله جي راهہ ۾ قربان ڪرڻ نڪتو هو.“

”پر حضرت ابراهيم تہ دُنبو ڪُٺو هو.“

”ها، پر ڪُهڻ تہ اسماعيل کي ويو هو نہ.“

کيس سمجهائڻ لاءِ چيم ”حضرت ابراهيم ۽ اسماعيل جـي قصي جي ياد تازي رکڻ لاءِ اسان جانورن جي قرباني ڏيندا آهيون. تون وري گداموڙيءَ جي قرباني ڪيئن ڏيندينءَ؟“

”منهنجو ايمان خراب نہ ڪر.“ هن دڙڪو ڏيندي چيو، ”مونکي بزرگ فرشتي حڪم ڏنو آهي، تـہ الله جي راهہ ۾ سڀ

کان پياري شيءِ قربان ڪيان.“

ٽــن سالن جو پتاشو ۽ ڇهن سالن جي گدامڙي اسان جــي بحث کان بي‌نياز، هڪ ٻئي کي ڇيڙائي رهيا هئا. مون کي ستن ٽي ٻارن مــان گدامڙي وڌيڪ وڻندي آهــي. گهر واري کــي پتاشو وڻندو آهي.

کيس چيم، ”منهنجي ڳالهہ تہ ٻڌ مولائڻ.“

”نہ، نہ.“ هن هڪدم چيو، ”منهنجو ايمان خراب نہ ڪر.“

”پر.........“

”بس.“ هن ڇت ڏانهن ڏسندي، فيصلو ڪندي چيو، ”مان گدامڙيءَ کي الله جــي راهہ ۾ قربان ڪنديس.“ پوءِ گنڀير لهجي ۾ چيائين، ”آسمان مان ٻڪري لهي آئي، تــہ پوءِ گدامڙيءَ کي ڇڏي ٻڪريءَ کهنديس.“

مون وڏي واڪ چيو، ”پر تو کي گدامڙي پياري ناهي.“

”آهي.“

”ناهي.“

”آهي.“

”ناهي، ناهي، ناهي“. مون گدامڙي سندس هنج مان ڪڍي پنهنجي گوڏي تي ويهاري ڇڏي. گدامڙي منهنجي گوڏي تي چڙهي ويٺي، ۽ مون کي ڪن ۾ چڪ پاتائين. ڪن ڇڏائي گهر واريءَ کي چيم، ”گدامڙي ويچاري تہ توکي ڇائي ڇم ڪان نہ وڻندي آهي.“

هن اکيون ڦوڏاريندي ورائيو، ”پيو نہ تہ تون وڻندو آهين.“

”شڪر ٿو ڪيان جو نٿو وڻان، نہ تہ جيڪر مونکي تــہ راتو واهہ ننڊ ۾ ئي ڪُهي ڇڏين ها.“ چيم، ”توکي تہ سڀني ٻارن ۾ پتاشو وڻندو آهي. ويچاري گدامڙيءَ جي ڪڏ ڇو پيئي آهين.“

منهنجي گهر واريءَ جو وات حيرت وچان ڦاٽي ويو. اکيون پتاشي تي کپائي ڇڏيائين. پتاشو ٽپ ڏيئي ماڪ جي هنج ســان لهي منهنجي سامهون اچي بيٺو. ٽنگ ٻڌي گهي ڪري پير جــي آڱوٺي سان گدامڙيءَ کي پيڏيءَ ۾ چهنڊڙي وجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ

لڳو. ٻيا ٻار ننڊ ۾ هئا. وچ ۾ اسانجو ڪاٺو پٽ راڻو سمهيو پيو هو، ۽ ننڊ ۾ مُرڪي رهيو هو؛ شايد ڪو خواب ڏسي رهيو هو.

افشان، عرف صبيحه خانم يعني منهنجي گهر واريءَ جي منهن تي انيڪ ليڪا اُڀري آيا. ليڪا گهنجن ۾ بدلجندا ويا. ان وقت سندس منهن بندگوبيءَ جهڙو ٿي ويو. اڪيون مٿل ڏنيري جي اڪين وانگر گول ۽ بينور ٿي ويس. مان سندس حالت ڏسي ڏڪي ويس.

ڪيس دلداري ڏيندي چيم، "سونکي مٽي ۾ هڪ اٽڪل آئي آهي."

هن مٿل اڪين سان مونڏانهن ڏٺو. ڪيس صلاح ڏنم، "اهو ضروري ناهي ته تون ڪنهن فرشتي جي چوڻ تي پنهنجو جاني پٽ پتاشو قربان ڪري ڇڏين."

هوءَ خاموش ويٺي رهي. نڪ جون ناسون ڦنڊي ويون هئس. ڪيس ٻڌايم، "جيئن اڄ ڪلهه جو دستور آهي، اسان کي به ائين ڪرڻ گهرجي."

آهه ڀريندي پڇيائين، "ڪهڙو دستور؟"

"غور سان ٻڌ." ڪيس سمجهايم، "اڄ ڪلهه جو انسان الله جي راهه ۾ قاتل ڪپڙو، ڪوٽو پيسو ۽ ٻاروٽي ماني خيرات ڪندو آهي. تون به ......" جملو پورو ڪري نه سگهيم. منهنجيون اکيون ڪاٺي پٽ راڻي تي کپي ويون، جيڪو ٻارن جي وچ ۾ سمهيو پيو هو ۽ ننڊ ۾ کلي رهيو هو.

"چئو، مان ٿي وٺين." منهنجي گهر واريءَ پتاشي کي پيار ڪندي چيو، "ڳالهه نه."

آهستي، رازداريءَ سان چيم، "تون به الله جي راهه ۾ ڪاٺو پٽ راڻو قربان ڪري ڇڏ."

اها ڳالهه ڪرڻ ڪان پوءِ مونکي ڏاڍو ڏک ٿيو. دل ڀرجي آئي. 'مغز ڦاڙ' معمي جو خيال ميچالي مان نڪري ويو. پوءِ جڏهن گهر واريءَ ڏانهن ڏٺم، تڏهن هوءَ بند گوبيءَ جهڙي نه، پر ڳاڙهي ٽماٽي جهڙي نظر آئي. پتاشي کي مٺيون ڏيئي ڏيئي روئاري ڇڏيائين.

پتاشي جي ٻاگهن تي راڻو جاڳي پيو. جاڳڻ شرط خواب ٽٽي پيس ۽ ڇپن تان مرڪ غائب ٿي ويس. هڪ اڪ ٽمڪائي مون ڏانهن ڏٺائين، ۽ پوءِ ٽپ ڏيئي مونکي اچي چنبڙيو. راڻي جي عمر ڇهہ سال کن هئي. کيس اک ۾ اينٺي لڳي هئي، ۽ ڪاٻي اک وڃائي ويٺو هو. مون راڻي کي ٻانهن ۾ پيڪوڙي پيار ڪيو. دل چاهيو تہ کيس سيني ۾ لڪائي ڇڏيان.

مونکي رکي رکي پنهنجي بيوقوفيءَ تي جک پي آيا تہ آخر ڇو مولائڻ کي اهڙي اونڌي صلاح ڏنم، جنهن جي عذاب ۾ خود مونکي پڇتائڻو پوندو.

مون ڪاوڙ منجهان پنهنجي گهر واريءَ ڏانهن نهاريو. منهنجين اکين ۾ نفرت تري آئي. اُن وقت مونکي آهي سموريون چوٽيون ياد آيون جيڪي عورتن جي خلاف هيون، جهڙوڪ: عورت تون گوگائي مرچ آهين — عورت! تون ڪوئنين جي گوري آهين — ٽري نانگ جي گولي آهين — عورت تون ون- يونٽ آهين — تون هيءَ آهين، هوءَ آهين، وغيره.

مون ڪان برداشت ٿي نہ سگهيو. ذري گهٽ رڙ ڪيم، ”هرگز نہ. مان راڻي کي قربان ٿيڻ نہ ڏيندس.“

”ڇا ٿو چوين، واڳڻ.“ گهر واريءَ ڦهري نگاهن سان مونڏانهن ڏسندي چيو، ”متو تہ نہ ڦري ويو اٿئي.“

”متو جائيتو آهي.“ وڏي واڪ چيم، ”پر ڪن ڪولي ٻڌي ڇڏ. مان تنهنجي ماليخوليا تي پنهنجو راڻو پٽ قربان ٿيڻ نہ ڏيندس.“

”تون فرشتي جي خواب کي ماليخوليا ٿو سڏين!“ هن ٻانهون لوڏيندي چيو، ”تون ڪافر ٿي ويو آهين. ٽپال مان ترقي- پسندن جا رسالا چورائي پڙهندو آهين، ملحد ٿي ويو آهين.“

”جيڪي سمجهين.“ وراڻيم، ”پر پنهنجو راڻو قربان نہ ڪندس.“

”تون الله جي حڪم جي انحرافي ڪرڻ ٿو چاهين!“ هن اورتي. ايندي پڇيو.

”الله جو عورتن ۾ اعتبار ڪونهي.“ مون مولائڻ کي چيو، ”اهو ناممڪن آهي جو آسماني فرشتو ڪنهن عورت ڏانهن الله جو حڪم ڪٺي اچي.“

”تہ مان ڪوڙ ٿي ڳالهايان؟“

”تون ڪوڙ ٿي ڳالهائين يا سچ، ان سان منهنجو واسطو ڪونهي“. ڪيس هيسائڻ لاءِ چيم، ”هڪ لک چوويهہ هزار نبين مان هڪ نبي بہ مؤنث نہ هو. سيئي مذڪر هئا، سمجهيئہ.“

هوءَ سچ پچ هيسجي ويئي. مون ڳنڍ پختي ڪندي چيو، ”اسانجي ڪنهن ٻار جي قرباني جو جيڪڏهن آسماني حڪم اچي ها، تہ آهو سڌو سنئون مون وٽ اچي ها.“

”ڪهڙي خبر فرشتو ڀلجي پيو هجي؟“

”فرشتا سرڪاري شاهد ناهن جو ڀلجي پون.“

ڪجهہ دير تائين افشان، عرف صبيحہ خانم، يعني منهنجي گهر واريءَ نہ ڳالهايو. چپ چپاڙيندي رهي. ننڍن سان ويٺيون ۽ ٻانهون ڪنهنديي رهي.

نيٺ ڳالهايائين، ”منهنجي دل ڇٽي ۾ ناهي. آخر ڪجهہ نہ ڪجهہ تہ ڪٺي قربان ڪيون.“

”ٺيڪ آهي.“ وراڻيم، ”ڪو جانور ڪٺي ته الله جي راهہ ۾ قربان ڪيون.“

”ٻوءِ سوچين ڇا ٿو!“ هن خوش ٿيندي چيو، ”اج آچر آهي. واندو آهين. ڏسي وائسي ڪو جانور وٺي اچ.“

”حاضر.“

ٻچيل سچيل پونجي ميڙي سيڙي مٺ ۾ ڪيم. ڳٺيم تہ مون ڪان دانهن نڪري ويئي، ”اڙي هنن پئسن مان تہ سهيڙ بہ نہ ملندو.“

منهنجي گهر واري سخت ايماني جوش ۾ هئي. ٻارن جا پاندارا پيچي، روڪڙ ڪٺي آئي. تين جي پيٽيءَ مان بہ بچت ڪيدي آئي. سمورا پئسا ڳڻي، مايوسيءَ مان ڪنڌ لوڏيندي چيم، ”مولائڻ

هنن پڻسن مان ٻڪر ته نه ملندو، پر ٻڪر جو پٽ ڇيلو ضرور ملي ويندو.“

هوءَ پيسن جي ڳولا ۾ آثار قديم جـي ماهر وانگر جنبجي ويئي. پراڻن وهاڻن جون ڇـوون پٽي، ڇڪي لاهي ورتائين. سوڙن جي تهن مان نوٽ ڪڍي آئي. فرش جـي هڪ لٽڙندڙ سر ٻاهر ڪڍي، ڏوڪڙ ڪڍي آئي. مونکي سخت حيرت ٿي.

پيسا ڳڻي، خوش ٿـي ڪيس ٻڌايم، ”هنن پڻسن مـان هڪ ٻڪر ملي ويندو.“

جڏهن ٻاهر وڃڻ لڳس، تڏهن چيائين، ”ٻڪر ڪو چنگيرڙو آڻجانءِ؛ متان پاڻ جهڙو آڻين.“

ان وقت تائين سيئي ٻار جاڳي پيا هئا. منهنجي ڪنڌي پٽ ڪنڌي پنهنجي وات ۾ آڱر وجهندي پڇيو، ”بابا، الله جـي راهه ۾ جانور ڇو قربان ڪبا آهن؟“

”مات ڪري ويهه،“ ماڻس مٿي تي چمات وهائي ڪڍيس.

”ڇو مات ڪري ويهان،“ ڪنڌو ڪاوڙجي ويو. ”ها بابا، ٻڌاءِ نه. الله جي راهه ۾ جانور ڇو قربان ڪبا آهن.“

سندس معلومات ۾ واڌارو ڪرڻ لاءِ ڪيس ٻڌايم، ”ان لاءِ، ته جيئن جانور تي سوار ٿي قيامت ڏينهن پل صراط پار ڪجي.“

”پل صراط ڇا هوندي آهي، بابا.“

”پل صراط وار کان سنهڙي ۽ ترار کان تيز هوندي، ۽ قيامت جي ڏينهن ظاهر ٿيندي.“ مون ٻارن کي ٻڌايو، ”ان ڏينهن سج جو ٻرندڙ گولو ڌرتيءَ کان هڪ ڪاني جيترو پري هوندو. پل صراط جي هيٺان سمنڊ ٿهڪندو.“

ٻارن جو ساهه نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو. ڪنڌو پنهنجو ڪنڌو وات کولي روئڻ لڳو. ”بابا، مونکي ڊپ ٿو ٿئي.“

”گهٻراءِ نه، منهنجا ڪنڌا پٽ. مـان تـوکي پـاڻ سان پل صراط پار ڪرائيندس.“

”پر پاڻ ٻئي هڪ ٻڪر تي ڪيئن ويهي سگهنداسين بابا.“

مان سوچ ۾ پئجي ويس.

پتاڻي چيو، ”مان امان شان لنگهندش. بابا ڪينو آهي.“ هو ماءُ سان چنبڙي پيو.

منهنجو وڏو پٽ انب، جنهن جو مٿو هنداڻي جيڏو آهي، تنهن مٿي تي هٿ ڦيرائيندي چيو، ”ڳالهہ مڙيئي پوائنٽي آهي، بابا. مون کي بہ پاڻ سان پل صراط پار ڪرائجانءِ.“

مون سوچيو، هيءُ دور بہ پل صراط جي سفر کان گهٽ خطرناڪ ناهي. قيامت ۾ هڪ خدا کي منهن ڏيڻو پوندو، پر اڄ، گهڻيءَ گهڻيءَ ۾ خدا آهي. جيئن هن دور ۾ اسين سڀ پاڻي هر گهڙي گڏ آهيون؛ هر گهڙي موت جي منهن ۾ آهيون، تيئن قيامت جي ڏينهن بہ گڏ رهنداسين. پل صراط جي سفر ۾ بہ ساڻ هونداسين.

مون گهر واريءَ کي چيو، ”اسان کي ڪو وڏو جانور قربان ڪرڻ گهرجي، جيئن تون، مان ۽ ٻارن جي پلٽڻ گڏجي ۽ مٿس ويهي، سولائيءَ سان پل صراط پار ڪري سگهون.“

ڪنڊي چيو، ”بابا، هاٿي قربان ڪر.“

”بس ڪر، مونا پوڪ،“ ماءُ جي چڙٻ ڪائي ڪنڊو خاموش ٿي ويو.

افشي، يعني منهنجي گهر واري ۽ مان جانورن جي باري ۾ سوچڻ لڳاسين. سيهڙ کان وٺي اٺ تائين، هرڪو حلال جانور اسان جي خيال ۾ آيو ۽ قيمت آڏو گم ٿي ويو.

آخر مولائڻ چيو، ”ڪيترا ٿي ڪٿي وٺي اچ.“

”ڪٿون وٺڻ جيترا پئسا مون عمر ۾ نہ ڏنا آهن.“

”مون وٽ ڪجهہ زيور آهن.“

”آهستي چئہ. چورن کي غلط فهميءَ ۾ نہ وجهي ڇڏين.“ سڙٻاتن ۾ چيم، ”تو وٽ آهيئي ڇا! هڪ ڦلي، هڪ ڪنگڻي ۽ هڪ منڊي.“

”تون ڪٿي تہ وڃ.“ هوءَ لامارا ڏيندي اندرين ڪوٺيءَ ڏانهن ويئي، ۽ آڏامندي موٽي آئي.

”اڇـي وٽ۔“ هـن رومال ۾ ويڙهيل زيـور ڏيندي چيو،
”هاڻي وڃ۔“

رومال ۾ ويڙهيل زيور چوڙ ڪيسي ۾ لڪائي ڇڏيم۔

بار ڏاڍي حيرت ۽ دلچسپيءَ سان اسانجي گفتگو ٻڌي رهيا هئا۔ مان جڏهن گهرکان ٻاهر نڪري رهيو هوس، تڏهن انب چيو، ”بابا موٽر وٺـي اچجانءِ۔ اسان سيئي اُن ۾ چڙهي پل‌صراط تـان لنگهنداسين ۽ چام شورو ۾ گهمنداسين۔“

زيور سنڀاليندو، مـان صراف بازار آيس۔ ٻـن ـ ٽـن سونارن مونکي شڪي نگاهن سان ڏٺو ۽ پوليس وارن جهڙا سوال پڇيائون، جهڙوڪ: ڪير آهين، ڪٿان آيـو آهين، ڇا ڪندو آهين، ۽ هـي زيور ڪنهن جا آهن، وغيره ۔

ڪين ٻڌايم، ”مان واڳڻ ٽپالي، ولد ليمون خاصخيلي آهيان، ۽ پوسٽ آفيس ۾ لفافن تـي ٺپا هڻندو آهيان۔ منهنجي زال مونکي ارسلان سڏيندي آهي۔ مان ٽنڊي ٺوڙهي مان آيو آهيان، جتي ڪوبہ ٺوڙهو نظر نہ ايندو آهي۔ ۽ هي زيور منهنجي زال جا آهن۔“

”چوريءَ جا تہ ناهن؟“

”چوريءَ جا هجن ها تہ توهان وانگر جيڪر ڪو دڪان دڙو نہ کولي ويهان ها۔“

هڪڙي ٿلهي سوناري جنهن کي ٻنهي هٿن ۾ آٺ منڊيون، ويٽيءَ ۾ سوني زنجيري هئي ۽ جنهن جا اڳيان ڇهہ ڏند بہ سونا هئا، مون کان پڇيو، ”تون مولانا پاشانيءَ جو ڇاڙتو تہ ناهين۔“

”مان آڪاش وانيءَ تـان سنڌي پروگرام ٻڌندو آهيان،“ يڪدم ورائيم۔

”تون ڪريڪ مالوم ٿئين ٿو۔“ سوناري هٿ وڌائيندي چيو، ”هي وٺ هڪ سؤ ني پنتري روپيا۔ جيور ڇڏي ني تون رفوچڪر ٿي وڃ۔ پوليس کي پاڻ کوش ڪري ڇڏيينداسين۔“

”پوليس! ڇا جي پوليس؟“

”سياڻو نہ ٿي ماڻي باپ۔“ هن کلندي چيو، ”پاڻ چوريءَ جو

مال هڪ نجر ۾ پاڻي وٺندا آهيون. پيسا وٺي گم ٿي وڃ."

پيسا وٺي کيسي ۾ وڌم، ۽ پوءِ پوليس کان لڪندو ڇپندو 'ٻڪرا پڙي' جو رخ ڪيم. رستي تان هلندي ائين پئي محسوس ڪيم، ڄڻ پل صراط تان پئي لنگهيم. پٺين جا پاسا وٺندو ۽ ڏٺن هيٺان لنگهندو پڙيءَ تي پهتس، جتي جانور اسان وانگر خاموش بيٺا هئا ۽ سيني جا ڪنڌ جهڪيل هئا.

منهنجي کيسي ۾ ڪل رقم هڪ سو پنجاسي رپيا هئي. انهن پئسن مان مونکي هڪ مضبوط جانور خريد ڪرڻو هو، جيڪو اسان جي ڪٽنب جو بار سهي سگهي ۽ سلامتيءَ سان پل صراط پار ڪرائي سگهي. ٻڪرن تي منهنجي اک نہ ٻڌي. هڪ ڏاند جهڙي سنڌي ڳنوار کان هڪ ڳئونءَ جي قيمت پڇيم. هن مون کي وارن کان پيرن تائين جاچي ڏٺو. پوءِ نفرت وچان چيائين، "اي هل هل. پٺهين ٻہ ڪڏهن ڳئون ڏٺي آهي."

عرض ڪيومانس، "ناراض نہ ٿيءُ، سنڌڙيءَ جا سرتاج. مون کي رڳو هن ڳئونءَ جي قيمت ٻڌاءِ."

هن لاپرواهيءَ سان ٻن - چئن ڍڳين ڏانهن اشارو ڪندي چيو، "هيءَ پنج سوَ، هوءَ ست سوَ، هوءَ سوا ست سوَ، هوءَ آٺ سوَ ۽ هوءَ ٻارهن سوَ—"

مون سندس وات تي هٿ رکي ڇڏيو، "بس بس. مون توبهہ ڪئي."

هن مون کي ڌڪو ڏيندي چيو، "تَڙُ ڙي پيٽيان پونتري. تون چا ڳئون وٺندين! تون وڃي پولو وٺ."

ڏاند جهڙي شخص اول مونکي ذهني ۽ پوءِ جسماني ڌڪو ڏنو. حواس ۽ اِندرين کي جائيتو ڪرڻ لاءِ هڪ پٺاڻ جي ٻاڪڙا هوٽل تي وڃي ويٺس.

مون پٺاڻ کان چئنڪ ورتي ۽ ڍُڪ ڍُڪ ڪري پيئڻ لڳس ۽ پنهنجي حال ۽ مستقبل جي باري ۾ سوچڻ لڳس. سوچيم، جيڪڏهن حالتون اهي آهن، تہ پوءِ قيامت جي ڏينهن بہ موترن

وارا پل صراط تي اسان کان اڳ نڪري ويندا. مرضي پوندن تہ پل صراط تان لنگهڻ بدران، پل صراط جي مٿان هوائي جهازن ۾ اڏامي ويندا، ڀڄڪندڙ سمنڊ ۾ ٻيڙا اوڀاريندا ۽ ترار جهڙي تيز پل صراط سان ڊبل روٽين جا سلائيس ڪپيندا. مان فڪر ۾ پئجي ويس تہ مان، منهنجي مولائڻ گهرواري ۽ اسان جا ٻار پلصراط ڪيئن پار ڪنداسين!

”ڇو استاد، فڪرن ۾ پئجي ويو آهين.“ پناڻ هوٽل واري جي ٻڍي ڇوڪري منهنجي هٿ مان خالي ڪوپ وٺندي پڇيو، ”پيسن ڏيڻ بنا پڇي ويندين ڇا؟“

مون هن کي همدرد ڄاڻي پوءِ کيس سڄي ماجرا ٻڌايم، ۽ آخر ۾ کيس اهو بہ ٻڌايم تہ مان جيڪڏهن ماڻهو نہ، پر ٻڪر هجان ها تہ والله دنيا ۾ وڏيڪ قدر ٿئيم ها. هن افسوس جو اظهار ڪيو ۽ پنهنجي واقفيت بہ ڪرائي. هن جو نالو مسڪين هو ۽ ٻڪرا پڙيءَ جي ٻڪرارن جو واقف هو. هن مڇ تي هٿ ڦيرائيندي چيو، ”توکي اهڙو پهلوان ٻڪر تہ وٺي ڏيان، جيڪو ريس جي گهوڙي وانگر ڊوڙندو پل صراط پار ڪري ويندو.“

مسڪين مون کي پڙيءَ جي وچ ۾ وٺي ويهاريو. هڪ ٻڪر ڏانهن اشارو ڪندي چيائين، ”ڪيئن ٿو ڀانئين. سستو ملي ويندو.“

مون ٻڪر ڏانهن ڏٺو، جيڪو ڪنهن ناڪام عاشق وانگر اداس ويٺو هو. ڀوت وٺي ڌرتيءَ سان لڳو هوس. مسڪين کي چيم، ”يار هي ٻڪر رومانٽڪ آهي، تنهنڪري منهنجي ننڍڙي پٽ پتاشي جو بہ بار سهي نہ سگهندو.“

مسڪين ڪم جو ماڻهو هو. هن چيو، ”هيئن ڪر يار. توهان ڪهڙا ڀاتي آهيو؟“

”ٽو.“

”ٽو ڇيلا وٺي وڃ.“

”ڇيلو پل صراط تان ڪيرائي ماريندو.“

”يار تون بہ بلڪل ٽپو آهين.“ مسڪين چيو، ”تون ٽو

چيلا ونسي وڃ. کين خوب ڪارائي پيئاري متارو ڪرين. جڏهن هوبهوءُ بڪر جهڙا نظر اچن، تڏهن الله جو نالو وٺي ڪاتيءَ سان ڪم لاهي ڇڏجان."

"فائدو."

"واهہ يار واهہ. اڙي ميان، هڪ هڪ پاتي پنهنجي پنهنجي بڪر تي ويهي پل صراط پار ڪندو."

"تہ تنهنجي صلاح آهي تہ اسين قافلو ڪري پل صراط پار ڪيون؟"

"ها." مسڪين چيو، "اڄ تہ توڪي چيلن جي سڀ کان وڏي واپاريءَ پي - پي دهلي والا وٽ تو وٺي هلان."

"تنهنجو مالڪ توڪي تانگهيندو هوندو."

"آن جي پرواهہ نہ ڪر. پاڻهي منهن ڏيندو مانس. پنهنجو سنڌي پاءُ آهين. اول تنهنجي مدد ڪندس." مسڪين چيو، "اڄ تہ پي - پي دهلي والا ڏانهن هلون. پري ناهي. اچ."

پي- پي دهلي والا جو وات پان جي پڪن سان پريل هو. چپ واڇن تائين ڳاڙها هئس. قميص جو اڳو ٽڪن ۾ چتيل هوس، هو اڌڙ عمر جو هو ۽ مڇن ڏاڙهيءَ کان آجو هو. هن پنهنجو تعارف ڪرائيندي چيو، "مان دهلي ۾ هاتي وڪڻندو هوس، هتي، يعني پاڪستان ۾ چيلا وڪڻندو آهيان."

هن جو قد خطن سان پريل هڪ ڳوٺ جيترو مس هو، اکيون شيريون ۽ چنجهيون هئس. هن پاڪستان تي افسوس ڪندي چيو، "هاءِ هاءِ. قسمت اهڙو ڦيرو ڪاڏو آهي جو تاج محل جو مالڪ تلڪ چاڙهيءَ جي فٽ پاٿ تي سمهندو آهي."

"تاج محل جو مالڪ!"

"ها ها تاج محل جو مالڪ تلڪ چاڙهيءَ جي فٽ پاٿ تي سمهندو آهي." هن پنهنجي ڳالهہ تي زور ڏيندي چيو، "هن جو نالو شاهجهان آهي."

مون سائس همدرديءَ جو اظهار ڪيو. هو خوش ٿيو. چيائين،

"پنهنجي مرضيءَ سان چيلا پسند ڪر، مسڪين جو دوست آهين، تنهنڪري توسان رعايت ڪندس."

مون ڪارا، ڪبرا، اڇا ۽ ميرانجهڙي رنگ جا نئون نئيڙا چيلا چڪي پٽ-پٽرو ڪري بيهاريا.

پي-پي دهلي والا مسڪين ڏانهن ڏٺو. پوءِ چيلن ڏانهن ڏسندي چيائين، "ڪٺي وڃ. ويهين ويهين رپئي."

"يعني!" مون ڪي رڙ نڪري ويئي.

"يعني نئون چيلا هڪ سو اسي رپين ۾ ڪٺي وڃ."

"يار پي-پي دهلي والا ائين نہ ڪر. منهنجي حال تي رحم ڪر" مون ڪيس عرض ڪيو، "پائي، مان واپار نہ ڪندس. هي چيلا جڏهن ڪر-ٿيندا تڏهن انهن کي الله جي راهہ ۾ قربان ڪندس ۽ اهڙيءَ طرح ٻارن سميت پل صراط پار ڪندس."

"مان دهليءَ ۾ هاٿي وڪڻندو هوس." هن نـرڙ ۾ گهنج وجهندي چيو، "مان چيلن جي هڪ قيمت ٻڌائيندو آهيان، ۽ ان ۾ وڪڻندو آهيان."

منهنجي کيسي ۾ هڪ سو پنجاسي رپيا هئا. سوچيم تہ جيڪڏهن چيلا نہ ورتم، تہ سڄي عمر ۾ هڪ گهوٽ بہ وٺي نہ سگهندس. جيئن تہ پل‌صراط ضرور پار ڪرڻي آهي، تنهنڪري چيلا بہ ضرور وٺي گهرجن. مون پي-پي دهلي والا کي چيو، "مان چيلا وٺندس."

هن رڙ ڪري هڪ گڏهہ گاڏيءَ واري کي سڏ ڪيو. گڏهہ گاڏيءَ واري چيلن کي ڪنن کان وٺي گاڏيءَ ۾ ويهاريو. مون هڪ سو اسي رپيا پي-پي دهلي والا کي ڏنا. هن پيسا کيسي ۾ وجهندي چيو، "هاءِ ڙي قسمت. دهليءَ ۾ هاٿي وڪڻندو هوس، هتي چيلا ٿو وڪڻان."

پوءِ جڏهن گڏهہ گاڏي هلڻ لڳي، تڏهن مسڪين چيو، "گڏهہ گاڏيءَ واري کي پنجن رپين کان مٿي هڪ پائي بہ نہ ڏجانءِ . سمجهيئہ."

”پنج رپيا!“

”ها ها، فقط پنج رپيا.“

گڏهه گاڏي سڙڪن تي ڊوڙڻ لڳي. مون کي اوچتو خيال آيو ته گڏهه گاڏيءَ واري کي پنج رپيا ڏيڻ کان پوءِ اسان وٽ ٽڪو به نه بچندو، ۽ پهرين تاريخ ۾ اڃا ٻارهن ڏينهن پيا آهن. گهر ۾ اٽو به نه آهي. ڪنديءَ کي چمپل گهرجي. پتاشيءَ کي وڏي کنگهه آهي. کيس دوا گهرجي. مون کي ”مغز ڦاٽ“ معمي جا ٻن روپين ۾ ٽي حل موڪلڻا آهن، پر نه موڪلي سگهندس.

”بابو.“ گڏهه گاڏيءَ واري ڳالهايو، ”ٻچڙن لاءِ لوسڻ نه وٺندين.“

”لوسڻ؟“

”ها، پيو نه ته ٻچڙا مانيءَ کائيندا؟“ هن ڪلنديءَ وراڻيو.

”يار گڏهه گاڏيءَ وارا، اهو بدبخت لوسڻ ڪيتري جو وٺو پوندو؟“

”بس اهو ٽي ڪو رپئي - ڏيڍ. ڪن جو روز کائيندا . اڃا ننڍڙا آهن نه.“

”۽ جڏهن وڏا ٿيندا؟“ ڏکندي ڏکندي پڇيم.

”تڏهن ٻين - اڍائي رپين جو لوسڻ روز کائيندا.“

”يار گڏهه گاڏيءَ وارا.“ مون آهستي چيو، ”منهنجي پگهار ذري گهٽ اڍائي رپيا روز آهي. ٻچڙا ٻين - اڍائي رپين جو لوسڻ کائيندا ته پوءِ منهنجا ٻار ڇا کائيندا.“

”تنهنجا ٻار به لوسڻ کائيندا،“ گڏهه گاڏيءَ واري وراڻيو، ۽ وڏا وڏا ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳو.

مون محسوس ڪيو، ڄڻ مان پل صراط تان پنڌ ڪري رهيو هوس، جنهن جي هيٺان ٽهڪندڙ سمنڊ هو ۽ مٿان باهه ڇڏيندڙ سج ●

# ساجن منهنجو دوست

ساجن سينٽر جيل ۾ سزا ڪاٽي رهيو آهي.

پڙهيل ڪڙهيل ڪونهي. سياسي قيدي به ناهي. تنهنڪري ڪيس سخت پورهئي سان سزا مليل آهي.

روز صبح جو سليمانيءَ چانهه ۽ ڊبل روٽيءَ جو شڪل ڏوسٽ ڪارائي، ڪيس پين قيدين سمينٽ جيل پسويان نيشنل روڊ جا پٿر ٽڪڻ لاءِ وٺي ويندا آهن.

سپيئي قيدي رستي تي وڇايل پٿر ڪٽيندا آهن. لوهي مارتولن سان وڏا وڏا پهڻ ڪٽي ننڍيون ننڍيون پٿريون ڪري ڇڏيندا آهن. نه ڳالهائن، نه ٻولهائن. ڪين فقط پنهنجي ڪم سان ڪم هوندو آهي. هر طرف ڪان سپاهين جون تيز ۽ ڪرڙيون نگاهون ڪين گهوريندڙيون رهنديون آهن. صبح جو سندن هٿ ۽ هٿوڙا هوريان هوريان هلندا آهن. پر پوءِ، جڏهن منجهند جو جلائيندڙ سج چوٽ چڙهندو آهي ۽ ڌرتي تپي تندور ٿيندي آهي، تڏهن سندن چوٽن جي رفتار تيز ٿي ويندي آهي؛ ۽ آهي ۽ سخت ۽ ڪنور پٿر جيڪي صبح جي ٺاڌل ۾ آسانيءَ سان ٽوڙي نه سگهندا آهن، پل ۾ پرزا ڪري ڇڏيندا آهن.

انسان مشينون آهن: پگهر سندن ڪلن جو تيل آهي. جڏهن به پگهر سندن عضوي عضوي مان ريلا ڪري وهندو آهي، ۽ جڏهن سندن جسم تپي لوهه ٿي ويندا آهن، تڏهن ڪارا ڪارا ٺاڪرو پٿر به قيدين جي چوٽن ۾ چٽجي چوُر ٿي ويندا آهن. لاڳيتي پهڻ - ڪشي ڪندي ڪڏهن ڪڏهن ڪو قيدي پنهنجي زبون زندگيءَ ڪي ڳار به ڏيئي وٺندو آهي.

پر ساجن خاموش رهندو آهي. مارتول هن لاءِ اجنبي ناهي. هت اچڻ کان اڳ به هن جي هٿ ۾ هٿوڙو هوندو هو ۽ هو اڪثر

هڪ ٻي ڏڪ سان موٽرن، لارين ۽ ٽرڪن جا ڪٽ ڪاڏل بمپر سڌا ڪري چڏيندو هو.

ساجن چاڪيواري جي پرويان هڪ گيراج ۾ ڪلينر هو. سندس وجود سڙيل موبل آئل، گندي پيٽرول ۽ چڙهه ملبل گريس ۾ گم ٿي ويو هو. هن پنهنجي ماضيءَ جي باري ۾ نه ڪڏهن سوچيو، ۽ نه ئي ڪڏهن ڪيس پنهنجي مستقبل جي چنتا ٿي هئي. هوش سنڀاليندي هن پاڻکي پراڻين لارين، موٽرن ۽ بسن جي هيٺان ليٽيل لڌو هو. پنهنجي زندگيءَ جو راند ڪرڻ وارو زمانو موٽرن جا مڊگارڊ چمڪائيندي گذاريو هئائين. صبح کان سانجهيءَ تائين موٽرن جي مٽر لاهڻ جي عيوض کيس سٺ رپيا ماهوار ملندا هئا.

سٺ روپين مان ٽيهه روپيا پاڪڙي واري ملباري کي ڏيندو هو، ۽ باقي پئسن مان عيش ڪندو هو. سندس عيش جي 'مينو' ۾ پنن جون بيڙيون، چرس ۽ ڪڏهن ڪڏهن 'ڪنتري' شامل هوندا هئا. ڪو روڪ ٽوڪ ڪندو هوس، تہ بئي پانهون هوا ۾ ڦهلائي چوندو هو، "اڙي يار، پاڻ موالي تہ عيش ڪندا آهيون عيش. نہ ڪنهن جي چوري، نہ سينہ زوري، آڏايون ٿا پنهنجي مزوري. لڳي دم - ميٽي غم."

۽ جنهن ڏينهن ٽري جي هڪ بوتل گڙڪائي ويندو هو، تنهن ڏينهن سندس سوچ سمجهہ جي ڪلن تان ڪٽ لهڻ لڳندي هئي. ان رات اڪيلي رستن تان ڳائيندو ايندو هو، "لڳي دم، مٽي غم — لڳي دم، مٽي غم." چرس پريل سگريٽ جا ڪش سندس ذهن کي هلڪو ڪندا رهندا هئا، ۽ پوءِ گيراج جي هڪ ڪنڊ ۾ ڪنهن بس جي پراڻي سيٽ تي کيس ننڊ ڪٺي ويندي هئي.

جيستائين ڪائي پي موج ۾ نہ ايندو هو، تيستائين خاموش رهندو هو. کيس نہ پيڻ سان، ۽ نہ ئي ڪا پاڻ سان دلچسپي هئي. مهيني ۾ هڪ دفعو غليظ ڪپڙا مٽيندو هو ۽ ٻہ دفعا ميونسپل نل تي وهنجندو هو. هڪ دفعي ڪنهن سماجي ڪارڪن معاشري جي گندي تصوير ڇڪڻ لاءِ گٽي ۾ پنهنجي ڪئميرا استعمال ڪئي

هئي. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هڪ تصوير ڪنهن اخبار ۾ نڪتي. تصوير ۾ ڏيکاريل هو تہ ملڪ جا نوجوان ڪيئن نہ پنهنجي زندگيءَ سان خطرناڪ راند ڪن ٿا. (ليڪن ۾ اهو لکيل نہ هو تہ سياستدان بہ ملڪ جي نوجوانن سان خطرناڪ راند کيڏندا آهن.) مراد ڪاسائيءَ ساجن کي اها تصوير ڏيکاريندي پڇيو هو، ”هن کي سڃاڻين!“

”ڪو مردود آهي، يار هٽيس گولي،“ ساجن لاپرواهيءَ سان وراڻيو هو.

”اڙي پاڙيسا تون آهين.“ مراد ڪاسائيءَ کيس ٻڌايو هو. ساجن کي پنهنجي شڪل بہ چڱيءَ طرح ياد نہ هئي. ڪڏهن ڪڏهن لاپرواهيءَ سان پاڻ کي لال خان پان واري جي آئيني ۾ ڏسي وٺندو هو.

لاپرواهي ساجن جي زندگيءَ ۾ شامل هئي. ايتريقدر جو ڪڏهن ڪڏهن، جڏهن گيراج ۾ مستري رمضان جي ڪوٺيءَ مان سازن جو آواز ۽ ڇير جو ڇمڪو ايندو هو، تڏهن بہ هو ڪا دلچسپي محسوس نہ ڪندو هو. هن ڪڏهن بہ پنهنجي مالڪ مستري رمضان کان اهو نہ پڇيو هو تہ رات جو گيراج ۾ طبلا ڇو وڄندا آهن؟ ڊانس ماسٽر شيام سندر ڇوڪريون ڇو وٺي ايندو آهي؟ ڇوڪريون سڄي سڄي رات گيراج ۾ رهي ڇو پوندڙيون آهن؟

هن ڪجهہ نہ پڇيو، ڪجهہ نہ سوچيو. جيڪو نہ پڇي ۽ نہ سوچي تنهن کي هرڪو پسند ڪندو آهي. ان ڪري ساجن کي بہ مستري رمضان بيحد پسند ڪندو هو، ۽ کيس گيراج ۾ رهڻ جي موڪل ڏني هئائين.

مڪڙيون ڀڻڀڻنديون رهيون. گل ڪومائجندا رهيا. رات جي تاريڪيءَ ۾ انسانيت جو خون ٽمندو رهيو، پر ساجن ڪڏهن بہ پنهنجي دل ۾ ڇهنڊڙي محسوس نہ ڪئي. هن پاڻ سان گڏ دنيا کي بہ ڀلائي ڇڏيو هو. هڪ دفعي ڪنهن عيسائيءَ مشنريءَ جي فادر کيس زوريءَ ڪرستان ڪرڻ لاءِ ڪانئس پڇيو هو، ”تون مسلمان آهين؟“

”نہ.“

”هندو آهين؟“

”نه.“

”ڪير آهين؟“

”مان ساجن ڪلينر آهيان.“

فادر خار وچان ساجن کي گهوريندو هڪ طرف هليو ويو هو.

دين ڌرم جي باري ۾ به ساجن ڪجهه نه سوچيو. ها، هو ڪڏهن ڪڏهن مسجد جي ملان جي ٻانگ جو ۽ مهاديو مندر مان گهنڊن جو آواز ٻڌندو هو، پر ڪيس پنهي مان مزو نه ايندو هو. هن ملان کي گٽني ۾ لڪي لڪي شراب پيئندي ڏٺو هو، ۽ ٻانڀڻ کي چپي چپي گوشت کائيندي ڏٺو هئائين. ساجن کي مراد ڪاسائيءَ جو جملو يـاد هو ته، ”اڙي مولائي، هيءَ سڄي دنيا دوکو آهي. فقط صبح جو سائين سچ آهي. دين ڌرم سڀ ڏوڙ آهي.“

۽ ساجن روز صبح جـو گانجي جـو دم هڻي، کنگهندي کنگهندي چوندو هو،

”آ صبح جا سائين پيڙي ٻني لائين،
جيڪي پيئن سي جيئن، نه ته پريي ٿي ٻيهن،
آ صبح جا سائين.“

۽ هڪ صبح جو جڏهن سائينءَ کي ٻڌ ڪري ساجن پيڙي ٻني لاهي رهيو هو، تـڏهن هن مستري رمضان جـي ڪوٺيءَ مان هڪ ڇوڪريءَ کي ٽڙندڙ قدمن سان ٻاهر نڪرندي ڏٺو. شيڊ جي ميرانجهڙيءَ روشنيءَ ۾ هن ڏٺو ته ڇوڪريءَ جا وار منجهيل هئا، ۽ اکين جي چوگرد ڪارا ڪڪ ۽ اوجاڳي جا گهرا نشان هئس. ڇوڪريءَ بس جو سهارو وٺندي، گيراج تي هڪ نظر وڌي. ساجن جي پاسي ۾ سينور لڳل ڪنگهي ۽ جست جـو ميرو ۽ مروڙيـل گلاس ڏسي وڪ وڌايائين. قدم وچڙي پيس. موٽر جي ٽائر تان ٿابو کاڌائين، ۽ ٻئي لمحي ڊونهاڻيل ڪاري فرش تي ڦهڪو ڪري ڪري پيئي. ساجن کي ڪاوڙ لڳي ته ڇوڪريءَ سندس سمورو سرور ڪافور ڪري ڇڏيو. هو بيدليءَ سان ڇوڪريءَ کي سهارو ڏيڻ لاءِ پنهنجي

ڪنڌ مان آئيو ۽ پوءِ لاپرواهيءَ سان ڇوڪريءَ کي ٻانهن کان ڇڪي آتاريندي پڇيائين، ”ڇا گهرجيئي؟“

”منهنجي ٻانهن ته ڇڏ.“ ڇوڪريءَ ٻانهن ڇڏائيندي چيو، ”منهنجي قميص تي پنهنجي ميري هٿ جا داغ ڪري ڇڏيندين.“

”تنهنجن ڪپڙن تي هن ڌرتيءَ جا به ته داغ آهن.“

”پل هجن. اسان جي قسمت ئي داغدار آهي.“

”آڇايل آهين؟“

”ها، مان آڇايل آهيان،“ ڇوڪريءَ پنهنجن خشڪ چپن تي زبان ڦيريندي چيو.

ساجن کيس گلاس پري ڏنو ۽ هوءَ يڪساهي سمورو پاڻي پي ويئي. پوءِ وڏيڪ پاڻي پيئڻ لاءِ گگهيءَ جي پاسي ۾ ويهي رهي. مٺ مان مروتيل نوٽ ڌرتيءَ تي رکي پاڻي پيئڻ لڳي. سلجن سندس سامهون اچي ويٺو مروتيل نوٽ کڻندي پڇيائين، ”ڇاهي؟“

ڇوڪريءَ جهٽ ڏيئي مروتيل نوٽ ساجن جي چپٽيءَ مان ڦري ورتو. ورائيائين، ”هي ڏهين رپئي جو نوٽ آهي. منهنجو آهي. انسانيت جي قيمت آهي.“

”تنهنجو نالو انسانيت آهي؟“

”بلڪل بُڌو آهين،“ ڇوڪريءَ ويران ٽهڪ ڏنو.

”نه. مان بڌو نه آهيان. منهنجو نالو ساجن آهي.“

”سلجن!“

”ها، منهنجو نالو ساجن ڪلينر آهي.“

”عجيب نالو اٿئي!“ ڇوڪريءَ رئي جي ڪنڊ ۾ نوٽ ٻڌندي چيو، ”ضرور تنهنجي پيءُ رکيو هوندو.“

”اهو نالو مراد ڪاسائيءَ رکيو آهي.“ هن جواب ڏنو، ”منهنجو ڪوبه پيءُ ڪونهي.“

”تنهنجو ڪوبه پيءُ ڪونهي؟“

”مون کي ته ياد ناهي.“

۽ اوچتو اُداسين جا بادل اُڀرندا آيا. ڇوڪري اُپاٽڪي ٿي

ويئي. هن جي اندر ۾ پڙاڏو گونجيو، ”تہ ڇا مان بہ هڪ ڏينهن ڪنهن اهڙي ساجن کي جنم ڏينديس جنهن جو ڪوبہ پيءُ نہ هوندو ۽ جيڪو ڪنهن گدلي گيراج ۾ ڪلينر ٿي سڄي دنيا کان لاپرواهہ ٿي ويندو؟

ساجن ٿهڪ ڏيڻ لڳو.

اوچتو ڇوڪريءَ سوال ڪيو، ”تنهنجي ماءُ ڪٿي آهي؟“

”هوءَ ڪمبخت بہ مري ويئي.“

”مري ويئي!“

”هـا، مري ويئي، اسان سڀ مري ويندا سين. تـون، مان، مسجد جو مُلو، مندر جو ٻاڏو، ڪرستان فادر ۽ منهنجي ماءُ. اسان سڀ مري وينداآهيون.“

”ڇا ٿيس؟“

”الاءِ. بس هڪ ڏينهن فٽ پـاٿ تي مري ويئي. مان اُن وقت تمام ننڍو هوس،“ ساجن جواب ڏنو.

خوف، هراس ۽ ڊپ جي جذبـن ڇوڪريءَ جي تـن بدن مان سيسڙاٽ ڪڍي سندس جواسن کي لوڏي ڇڏيو. هن پاڻ کي ڪنهن فٽ پاٿ تي دم توڙيندي ڏٺو. کيس پنهنجي نڙيءَ ۾ ڪنڊا چڀيندا محسوس ٿيا؛ ساهہ ڦٽڙن ۾ ڦـاسندو محسوس ٿيو، ۽ سندس زبان خشڪ ٿيندي ويئي. هوءَ پنهنجي حسرتناڪ موت جي تصور تي اُداس ٿي ويئي. نڙيءَ ۾ موت جي تلخي محسوس ٿيس ۽ پوءِ گلاس جـو بچيل پـاڻي گيت ڏيئي پيـي ويئي. گلاس گـگهيءَ تي رکندي چيائين، ”مون کي ٽئڪسي تـہ آڻي ڏي. مان ٿڪل آهيان ساجن.“

۽ پوءِ جڏهن ساجن ٽئڪسي آڻي گيراج جي ٻاهران بيهاري تڏهن ڇوڪريءَ کيس دعا ڏني، ”خدا تنهنجو ڀلو ڪندو ساجن.“ ساجن آسمان ڏانهن ڏسي کلي پيو.

”ڇو تـو کلين؟“ ڇوڪريءَ ٽئڪسيءَ ۾ ويهندي پڇيو.

ساجن جواب نہ ڏنس، پر پيو بہ هڪ ٿهڪ ڏنائين. کيسي مان پـن

جي ٻيڙي ڪيڏي، ڏڪاڻي، ڪش هڻي، دونهون آسمان ڏانهن ڇڏيندو اندر گيراج ۾ موٽي ويو.

ٻئي ڏينهن سانجهيءَ ڌاري ساجن پيرو مواليءَ کان چرس وٺڻ لاءِ گيراج کان ٻاهر نڪتو. در وٽ ڪيس ڪالهوڪي ڇوڪري ملي ويئي. ساجن کي ڏسي بيهي رهي. ساجن پڇيس، ”تون روز نچڻ ايندي آهين؟“

”نہ. استاد شيام سندر کان ڊانس سکڻ ايندي آهيان.“

”سچي رات!“

”بلڪل ٻڌو آهين ساجن.“ ڇوڪريءَ طنز ڀريل لهجي ۾ چيو، ”استاد شيام سندر ۽ مستري رمضان سڄي رات مفلسيءَ کي پيسي تي نچائيندا آهن.“

ڇوڪريءَ جو جملو ساجن جي سمجهہ ۾ نہ آيو ۽ هو ڪياڙي کنهندو مواليءَ جي اڏي ڏانهن هليو ويو.

پيرو مواليءَ جي اڏي تي جانو مڪرانيءَ ساجن کي خوب شراب پيئاريو. مفت جو مال قاضيءَ کي حلال! ساجن ڊو تي پيتو. ڪنتريءَ جي ڪڙاڻ جڏهن سندس وات کي زهر ڪري ڇڏيو، تڏهن هو ٽيبل کي لت هڻي گٽي کان ٻاهر نڪري آيو. هن قدمن کي هوا ۾ ترندي محسوس ڪيو. دل ۾ رستي تي ليٽي پوڻ جي تمنا جاڳي اٿيس، پر هلندو رهيو. ٿاڦو آيس تہ فٽ پاٿ تي اجايو ويهي پيسا ڳولهڻ لڳو. هلندي هلندي جڏهن اليڪٽرڪ پول سامهون آيس تہ ان کي خوب گاريون ڏنائين. چنڊ ٻادلن ۾ لڪي ويو تہ پٿر کڻي آسمان ڏانهن اڇلايائين. گيراج ۾ پهتو تہ پاڻ کي بس جي پراڻي سيٽ تي اڇلائي ڇڏيائين. ٻئي ٻانهون ڪنڌ هيٺان ڏيئي ٽنگ ٽنگ تي رکي اکيون پوري ڇڏيائين. اوچتو پير ۾ خارش ٿيڻ لڳس. هٿ وڌايائين تہ وچي لانگ بوٽ ۾ پيس ۽ پوءِ ٽنگ مٿي ڪري، پراڻي ڇڳل لانگ بوٽ کي ڪڙيءَ کان وٺي ڇڪي لاهي ڦٽو ڪيائين. ان وقت سندس ڪن تي ڪنهن عورت جي آزي-نيزاريءَ جو آواز پيو- ڄڻ تہ رحم لاءِ پڪاري رهي هئي. هن

محسوس ڪيو ته آواز مستري رمضان جي ڪوٺيءَ مان اچي رهيو هو. هن آٿڻ چاهيو، پر گهبرائجي آيس، ۽ جهٽ پر ڪيس ننڊ ڪٺي ويئي.

گهڻن ڏينهن تائين ساجن وري آن ڇوڪريءَ کي نه ڏٺو. هڪڙي ڏينهن سج لهڻ مهل، هن ڪوٺيءَ مان مستري جو آواز ٻڌو. ڪاوڙيل هو. ”جيستائين نوري نه ايندي، مان هڪ پائي به نه ڏيندس.“

”هوءَ اڄڻ جهڙي ناهي آبا،“ ساجن ڪمزور آواز ٻڌو. ان وقت هو مارٽول سان رنگ تي ٿانئر چاڙهي رهيو هو.

”اڄڻ جهڙي ناهي ته پيسا به ناهن.“

”مستري ڪجهه ته خيال ڪر.“ ڪمزور آواز چيو، ”اڄا تائين تو هن کي فلمن ۾ ڪم به نه وٺي ڏنو آهي. ۽ اڄا تائين ڪيس....“

”ان لاءِ ڪيس پيسا به ملندا آهن. خدا جي نالي ته نه ايندي آهي.“

”پر آن رات توهان ٻنهي......“

”پيسا به ته ڊبل ڏنا هوندس.“

ان وقت ساجن لوهي رنگ تي ٿرڻڪڻ جو زبردست ٿانئر چاڙهي ڇڏيو.

ڪوٺيءَ مان مستري رمضان جو آواز آيو، ”پين کي ويهه ڏيون تنهنجي ڌيءَ کي ٿيهه. شراب به انگريزي استعمال ڪندا آهيون. ڪيس ڪباب ۽ چاپون به ٻڪريءَ جي گوشت جون ڪارائيندا آهيون. سودو فائديمند ائين پوڙهي.“

ساجن جون نگاهون وزني مارٽول تي ڪپي ويون. مستري رمضان جا جملا سندس دماغ کي ڪنهن غيبي مترڪي سان ڪٽڻ لڳا. هن پنهنجي دماغ کي، دماغ جي ويچارن کي ڇٽجندي محسوس ڪيو. احساس ٿيس جڻ ته مغز جون رڳون ڇڄي پيون هيس. سمجهيائين ته رت ريلا ڪري سندس منهن ڏانهن چڙهيو هو. سندس اندر ۾ وڏ پوڻ لڳا. روح جي نفرت منين ۾ پيڪوڙجي ويس. انسان جي قيمت فقط ٽيهه رپيا! جسم کي پائمال ڪرڻ جي قيمت ٽيهه

رپيا! جيڪي نادان هڏ ڪي مڏ تي رکي اميدن جي جوتي آس تي جيئندا آهن، تن جي قيمت فقط تيهه رپيا! ساجن سستائيءَ تي ٺهڪ ڏيڻ لڳو. عورت جي جسم ۽ ڪنڪ جي هڪ مڻ جي ساڳي قيمت! هو ديوانن وانگر کلڻ لڳو ــــ انسان جي عقل تي، انسان جي اخلاق تي، ۽ انسان جي وحشي جذبن تي.

تڏهن مستري رمضان ۽ استاد شيام سندر ساجن جي ٺهڪن جو آواز ٻڌي پنهنجي ڪمري مان نڪري آيا. ساجن گهوُر ڪري ٻنهي ڏانهن نهاريو. لوهه جي وزني هٿوڙي تي سندس گرفت مضبوط ٿيندي ويئي. هن حقارت مان ٻنهي ڏانهن ڏٺو، ۽ پوءِ سڄي قوت سان هٿوڙو اڇلائي گگهيءَ کي هتيائين. نڪر جي گگهي چوُر چوُر ٿي ويئي ۽ پاڻي سڄي فرش تي زمين جي اندلث ٿاهي بيهي رهيو.

”ڪمبخت وڏيڪ ٻيي ويو آهي،“ شيام سندر چيو.

مستري رمضان ڏند ڪرٽيندو ساجن ڏانهن وڌي آيو. ڪيس زوردار چماٽ وهائيندي چيائين، ”ساجن، ڇٽ جا پٽ. سوئـر جا ڦر . حرامي، مغز خراب ٿيو اٿئي ڇا!“

ٺهڪ بادلن جي گجگوڙ وانگر گجي خاموش ٿي ويا. دل جي دنيا تي سارنگ وسڪارو ڪيو ۽ ساجن ٻنهي هٿن ۾ منهن لڪائي سيٽ تي اونڌي منهن ڪري پيو.

ان رات هن مستري رمضان جني چماٽ وسارڻ لاءِ خوب شراب پيتو ــــ ڪنتري ۽ ٺرو. جڏهن سندس کيسا بلڪل خالي ٿي ويا، تڏهن هن جانو ڪرانيءَ کي کنڌ کان وٺندي چيو، ”اڙي، جانوءَ جا ٻچا، پيسا ڪيڏ.“

”پيسا الله ڏيندءِ.“

”الله ويٺو آهي مسيت ۾، هي گتو آهي پيسا ڪيڏ.“

”جوتا ڪندين؟“

”ها.“

”اچي هي رپيو وٺ، آڏارو. مراد ڪاسائيءَ جي اوطاق تي. جوتا هليئي پيئي.“

مراد ڪاسائيءَ جي اوطاق تي جوئا هلي رهي هئي. ساجن سيٺي کي ٿوري ورتيو ۽ پيسا کٽي گتي ۾ موٽي آيو. ٽيبل تي پير پٿاري، ديسي شراب جي گلابي بوتل سوڊا ۾ ملائي پي ويو. ٽرو ۾ ڪنٽري پيڻ کان پوءِ هن پنهنجي ڳل تي مستري رمضان جي چماٽ جو درد محسوس ڪيو. بي خياليءَ ۾ هن پنهنجون ٽريل آڱريون پنهنجي جلندڙ ڳل تي رکيون ۽ اوچتو سندس بدن مان سيسڙاٽ نڪري ويو. هن رڙ ڪري پيروءَ کان هڪ ٻي بوتل گهري. ٻي بوتل جو شراب هن گلاس ۾ نہ پيتو، پر ٻُڪ ۾ وجهي پنهنجي جلندڙ ڳل ۽ پيشانيءَ تي چنڊا هڻڻ لڳو. بوتل ۾ باقي بچيل ٽرو پنهنجي مٿي تي پيٽي ڇڏيائين. ساجن جي ان حرڪت تي گتي ۾ ويٺل گراهڪن کي کل آئي. ڪي تہ کلي کلي اونڌا ٿي پيا ۽ ڪن ٽهڪڙن ۾ چيو—

"خلاص."

"ڪلاس."

"فنيس."

"آئوٽ."

هن پيروءَ مواليءَ کي ڪائونٽر تي بل ڏيئي باقي پيسا ڳڻيا. وٽس ڏهين ڏهين جا ٽي نوٽ هئا! پيروءَ کان وقت پڇيائين. رات جا ساڍا ٻارهن ٿيا هئا. هن ٻڌڪيو، "نوري آئي هوندي."

"ڪير نوري؟"

"مستري رمضان جي معشوق."

"تنهن ۾ تنهنجو ڇا هي؟"

"اڙي مڙدل ڪاريگر، ان بلبل جي قيمت آهي ٽيهہ روپيا."

"هان؟"

"ها، ۽ اڄ رات مان." ساجن کي هڏڪي آئي، "مان نوريءَ کي مستري رمضان جي ڪوٺيءَ ۾ وڃڻ نہ ڏيندس."

"ڇو؟"

"شُش! ڪو ٻڌي نہ وٺي." ساجن ڇپن تي آڱر رکي چوڻ

لڳو، ”خبر اٿئي مترڪا، نوري-منهنجي— منهنجي— ڀيڻ آهي.“

ڀيرو ۽ ان ڳالهہ تي زوردار ٺهڪ ڏيندي چيو، ”وارو ڪر اڙي ساجن، تنهنجي ڀيڻ مستري رمضان جي ڪڇ ۾ هوندي.“

ڀيرو جو جملو ساجن جي دل ۾ برڇي ٿيي لڳو. هن جون نگاهون پٽ پٽ سان ٽڪرائڻ لڳيون. تڏهن اوچتو هن جي نظر ڪنهن قومي ليڊر جي تصوير تي ڄمي ويئي. ساجن زُوم مان بوتل ليڊر جي تصوير ڪي آڇلائي هنئون ۽ پوءِ ٻئي ٻانهون آڻيون ڪري پٽ وٽ ويهي رهيو. گراهڪن ٺهڪ ڏيندي چيو—

”ڦنيس.“

”ڪلاس.“

”سالو اُٺوٽ آهي، ڪُرو.“

ساجن ٻئي مُنهون پيڪوڙي پٽ تي وهائي ڪيڊيون ۽ چيائين، ”مان ڪلاس نہ آهيان، ڦنيس نہ آهيان. مان ڪتو نہ آهيان.“

ڀيرو موالي ڪائونٽر تان اُٿي آيو ۽ ساجن کي ڪنڌ کان وٺي لت هڻي ٽِتي مان ٻاهر ڪيي ڇڏيائين. ساجن ٿابڙندو، اليڪٽرڪ پول سان وچڙندو اڳتي نڪري ويو. هن پنهنجي سيني ۾ جوالا جلندي محسوس ڪئي. ڪنهن آتش فشان پهاڙ جو لاوُو سندس سموري وجود کي جلائڻ لڳو. آڳ جا شعلا سندس اندر کي لهسائڻ لڳا.

ساجن کي سُڌ هئي تہ ڪٽ ڪاڏل لوهہ جي ڪٽ لاهڻ لاءِ لوهہ کي وزني مارتول سان ڪٽڻو پوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن تہ سخت زنگ آلود نٽبولٽ بہ مترڪي جي هڪ ڌڪ سان ڍرا ٿي ويندا آهن. ۽ اڄ مستري رمضان جي زوردار چماٽ هن جي ذهن جي، ذهن جي شعور جي، سوچ ويچار ۽ بيحس احساس جي ڪٽ لاهي ڇڏي، هن جو ضمير، ۽ ضمير جي غيرت بيچين ٿي جاڳي اٿي. بغاوت جي ٻاهہ اندر ۾ ڀڙڪي اٿيس. هن پنهنجي دل ۾ مستري رمضان ۽ استاد شيام سندر خلاف نفرت جا لڪين جذبا محسوس ڪيا. جيتوڻيڪ تڏي رات هير ۾ ٺري ويئي هئي، پر تڏهن بہ هن

جو بدن ـ باطن ۽ ظاهر تندور وانگر تپي ويو هو. ڪوري وانگر ڪامي رهيو هو. هن تيز تيز ۽ ڀرانگهن ۽ آگهوماٽيڪ دماغ سان رمضان ۽ شيام کي ميترڪن سان چٽي چٽيءَ ماري ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو. هن ٻنهي کي ۽ ٻنهي جي دولت کي شڪست ڏيڻ ٿي چاهي. هن ڪيسي مان ڏهين ڏهين جا ٿي نوٽ ڪڍي مٺ ۾ ڀيڪوڙيا. ائين ڪرڻ سان هن مستري رمضان ۽ استاد شيام سندر جو ساهه پنهنجي مٺ ۾ ڀيڪوڙجندو محسوس ڪيو. خوشيءَ جو احساس ٿڪڻ جي صورت وٺي رات جي خاموشيءَ ۾ گونججندو رهيو.

”هو هو ها! اڄ رات مان مستري رمضان کي ميات ڪندس.“

۽ پوءِ اوچتو سندس لهجو غمگين ٿي ويو. هن جي خوشي ڪافور ٿي ويئي. ڏندن ۾ چپ چباڙيندي چيائين، ”اڄ رات منهنجي ڀيڻ مستري رمضان جي دولت تي نہ نچندي. اڄ رات منهنجي ڀيڻ استاد شيام سندر جي ڪچ ۾ نہ سمهندي. غريبي عورت کي نچڻ تي مجبور نہ ڪندي.“

ساجن پراڻي لانگ بوٽ جي لت سان گيراج جو دروازو کولي ڇڏيو. هو ڪوٺيءَ جي بند دروازي ٻاهران اچي بيٺو ۽ پوءِ رڙ ڪري چيائين، ”اڙي مستري رمضان، دئوس ٻاهر نڪري اچ. مان تنهنجو ۽ تنهنجي دولت جو دشمن آهيان. مان نوريءَ جو ڀاءُ آهيان. اچي، ڪڻ هي تيهہ رپيا ۽ نوريءَ کي ٻاهر موڪل.“

ڪوٺيءَ جو در کليو. هڪ صوبيدار ۽ ٻہ پوليس وارا ٻاهر نڪري آيا. ساجن اهڙي واقعي لاءِ تيار نہ هو. هو پنهنجي جاءِ تي پنڊ پهڻ ٿي ويو. ساجن جون نگاهون ڪوٺيءَ جي در ڏانهن آئيون تہ ائيئي ڄمي ويون. مستري رمضان جي هڪ هٿ ۾ شراب جو گلاس ۽ ٻيو هٿ هڪ نيم ننگي عورت جي چيلهہ ۾ هوس. هوءَ نوري نہ هئي. سندس چپن ۾ سگريٽ هو. هن در جي چائنٺ تي قدم رکندي چيو، ”مان تو کي ڇڏايان ها ساجن. پر نہ. تو سوچڻ ۽ ڳالهائڻ شروع ڪيو آهي. اهڙا ماڻهو اسان کي پسند ناهن.“

پوءِ صوبيدار ڏانهن منهن ڪري چيائين، ”هي ئي اٿو

ساجن، جنهن مراد ڪاسائيءَ جي اوطاق تي جوئا ڪئي ۽ جنهن جي تلاش ۾ توهان هتي آيا آهيو ۽ موقعي تي آيا آهيو.“

سپاهين ساجن کي هٿڪڙيون هنيون. ساجن خاموش رهيو. هن احتجاج نہ ڪيو. آه بہ نہ ڪيائين. فقط ويران نگاهن سان مستري رمضان کي ڏسندو رهيو. مستري سگريٽ جو دونهون ڇوڪريءَ جي منهن ۾ ڇڏيندي چيو، ”هيءَ نوري ناهي، ساجن. پر ہي ڪا نوري آهي. تو جهڙا سر ڦريا، ديوانا، ڪيترين نورين کي بچائي سگهندا؟“

مستري رمضان ٺهڪ ڏنو ۽ سٽ ڏيئي ڇوڪريءَ کي سيني سان لڳائي کوٺيءَ جو در ٻيڪڙي ڇڏيو.

ساجن سينٽرل جيل ۾ سزا ڪاٽي رهيو آهي. روز صبح جو سليماني ڇانهہ ۽ ڊبل روٽيءَ جو سڪل ٽڪر کارائي، ڪيس پين قيدين سميت جيل ٻويان نيشنل روڊ جا پٿر ٽڪڻ لاءِ وٺي ويندا آهن. ●

# جڏهن مان نہ هوندس

**پڇاڙي:**

قاسي گهاٽ جي ڪال ڪوٺڙيءَ جو لوهي در کليو. جيلر اندر آيو. مون گوڏن مان منهن ڪڍي ڏانهس نهاريو.

جيلر چيو، ”اڳياڙو هڪ بيحد ضعيف ۽ ڪراڙي عورت آئي هئي. مان سمجهان ٿو هوءَ تنهنجي ماءُ هئي. تنهنجي لاءِ هيءَ ڪاغذ ڏيئي ويئي آهي.“

جيلر ڪاغذ منهنجي هٿ ۾ ڏنو.

مون ڪاغذ کوليو. لکيل هو، ”گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا—— ڪڏهن منجهه ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جا.“

جيلر کان پڇيم، ”اڄوڪو ڏينهن منهنجي زندگيءَ جو آخري ڏينهن آهي نہ.“

وراڻيائين، ”اڄ اڌ رات کان پوءِ ڪنهن به وقت تو کي ڦاهي ڏيئي ڇڏيندا.“

”مان پنهنجي حياتيءَ جون آخري گهڙيون لکندي گذارڻ چاهيان ٿو.“ پڇيومانس، ”مونکي لکڻ جي اجازت آهي؟“

”ها!“ جيلر جواب ڏنو، ”پر اعتراض جوڳي تحرير جي نہ.“

جيلر مونکي لکڻ جي اجازت ڏيئي هليو ويو. مون سوچيو، پکيءَ وانگر آڏامي ويندڙ ۽ درياهہ وانگر وهندڙ وقت کي مان روڪي نہ سگهندس. پوئين پهر تائين ساهہ جي سلسلي جو حساب رکي نہ سگهندس. انت ڏانهن آخري سفر منهنجي ساهہ جي هڪ هڪ ساعت محدود ڪري ڇڏي آهي. دم ٽوڙيندڙ ساعتن ۾ مان پنهنجي مڪمل آتم ڪهاڻي لکي نہ سگهندس. مان فقط آتم ڪهاڻيءَ کي پڇاڙيءَ تائين پهچائڻ جي هڪ ڪهاڻي لکندس.

**پڇاڙيءَ جي ڪهاڻي:**

ڪمري جي در کي ورتي ٿي. مون منهن ورائي نه ڏٺو. سوچيم، ’ڪيري هومز‘ هوٽل جو ڇوڪرو هوندو، ۽ چانهه جي ٽري رکي هليو ويندو.

مون لاهور ۾ بيڊن روڊ جي لبرٽي بلڊنگ جي ٻي ماڙ تي فليٽ نمبر اٺين ۾ اچي پناهه ورتي هئي. لبرٽي بلڊنگ جي سامهون ’ڪيري هومز‘ هوٽل هئي جنهن جو ڇوڪرو رانجهو صبح جو سويل منهنجي لاءِ چانهه ۽ تازي اخبار کڻي ايندو هو. مان پنهنجي فليٽ جو در آسر ويل کولي ڇڏيندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن ائين به ٿيندو هو جو بي اطميناني ۽ پريشانيءَ سبب رات جي ڪنهن پهر اک کلي ويندي هئي، ۽ مان قديم پلنگ تان اٿي، ٻاهريون در کولي، موٽي اچي ڪنڌ هيٺان ٻانهون ڏيئي ليٽي پوندو هوس. ڪڏهن ڪا گهڙي اهڙي به ايندي هئي جو ننڊ کڻي ويندي هئي؛ نه ته اڪثر اٿيهين اونداهيءَ جهڙي رات ۾ اکيون وجهي ڇڏيندو هوس، تانجو اچي پرهه ڦٽندي هئي، ۽ سج جا پهريان ڪرڻا پڙدن مان ڇڻندا ڪمري ۾ ڪاهي پوندا هئا. ٿوري دير کان پوءِ رانجهو چانهه ۽ اخبار کڻي ايندو هو، ۽ چانهه جي ٽري رکي پنهنجي تي هلندو هليو ويندو هو.

در جو طاق چيچاٽ ڪري کُلي پيو. مون منهن ورائي نه ڏٺو.

آها آجگر جهڙي رات مون ڪمري جي اونده سان اکيون اٽڪائي گذاري ڇڏي هئي. طرحين طرحين جا خيال ۽ وهم ذهن کي وڪوڙيندا ۽ پيڙيندا رهيا هئا. پاسا ورائيندي سنڌ سنڌ سائو ٿي پيو هو. اڌ رات ويل در جو ڪڙو لاهي ڇڏيو هوم. جنهن وقت در کي چيچاٽ سان ورتي ٿي، تنهن وقت منهنجو منهن پٺ ڏانهن هو. سڄو بدن سو رڪان ڇڄي رهيو هو. مٿو ڳورو ۽ ڇپرن ۾ ڇيڪو محسوس ڪري رهيو هوس. جڏهن ڪجهه دير تائين چانهه جي ٽري رکڻ جو آواز نه آيو، تڏهن نه چاهيندي به منهن ورائي ڏٺم.

زهره پلنگ جي پاڻيءَ وٽ ويٺي هئي. وهنتل هئي. آماوس جي رات جهڙا ڪارا وار ڪلهن تي پيا هئس. بدن تي سونهري ڪنيءَ وارو ڪرمچي گائون ڍڪيل هوس. پيرن ۾ ٻن پٽين وارو ربڙ جو اچو چمپل هوس، جنهن تان پاڻيءَ جي آلاڻ نه لٿي هئي. ان وقت جيٽوئيڪ اندر ۾ آنندمانند ۽ حواسن تي بوجهه پي محسوس ڪيم، پر تنهن هوندي به زهره کي ماڪ پينل رابيل جهڙي محسوس ڪيم.

هن پنهنجو نرم، نازڪ ۽ برف جهڙو سرد هٿ منهنجي سڙندڙ نرڙ تي رکيو. مون سندس وڏين ۽ گهاٽين پنبڻين سان ڍڪيل ڪارين ڪجلين اکين ۾ نهاريو. مونکي اهي لفظ ۽ جملا نٿا سجهن جن سان زهره جي بيپناهه حسن کي ڪاغذ تي آتاري سگهان. هوءَ هر مرد جي تصور ۾ ديرو ڪيل ڪنهن به حسين عورت کان وڌيڪ حسين، ۽ مشرقي سونهن سوپيا جو جيئرو جاڳندو مثال هئي. مون پنهنجي اٺٽائينڪي زندگيءَ ۾ زهره کان وڌيڪ سهڻي ۽ شاندائتي عورت نه ڏٺي آهي.

منهنجي نرڙ تي هٿ رکندي پڇيائين، ”ڪيئن آهين؟“

”ويهي رهو، بيٺي ڇو آهين؟“ پت ڏانهن کسڪي ويم. هوءَ پلنگ جي پاڻيءَ تي ويهي رهي.

منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ڪندي پڇيائين، ”نيڪ آهين نه.“

”ها. نيڪ آهيان.“

هن پنهنجين آڱرين سان منهنجا وار جائيتا ڪندي چيو، ”اڄ وري اوجاڳو ڪيو اٿئي. هان نه؟“

ڪيس جواب نه ڏنم.

وارن ۾ آڱريون ڦيرائيندي پڇيائين، ”تون ڪنهن ڪنهن وقت سمهي ڇونه سگهندو آهين؟“

وراڻيم، ”ڇوندا آهن، ماڻهو جڏهن موت کي ويجهو هوندو آهي، تڏهن سمهي نه سگهندو آهي.“

”ڏس! وري ڪڏهن نه پڌ وائي وات مان.“

منهنجن خشڪ چپن تي مرڪ تري آئي.

”پڌاءِ نه؟“ پڇيائون، ”تون ڪنهن ڪنهن وقت چو نه سمهي سگهندو آهين.“

”ڪنهن ڪنهن مهل منهنجين اکين ڪان سمهڻ وسري ويندو آهي.“

”سمهڻ وسري ويندو آهي!“

”ها زهره. ۽ پوءِ راڪاس جهڙي رات منهنجي مات ٿي پوندي آهي.“

”پر تنهنجين اکين ڪان سمهڻ ڇو وسري ويندو آهي. تون سمهي ڇو نه سگهندو آهين.“ هوءَ بيچيني تي پيئي. منهنجو هٿ پنهي هٿن ۾ قابو ڪندي پڇيائين، ”اهو ڪهڙو فڪر آهي، ڪهڙو غم آهي جيڪو توکي سمهڻ نٿو ڏئي.“

”ڪو به نه.“ منهن ٻئي پاسي ڪندي چيم، ”ڪو به نه.“

”ڳالهه ٻڌ.“ زهره مونکي ڪلهي کان وٺي پاڻ ڏانهن ڪندي چيو، ”گذريل هڪ مهيني جي ملاقات ۾ مان سمجهي نه سگهي آهيان، ته آخر اهو ڪهڙو غم آهي جيڪو توکي اندر ئي اندر کائيندو رهي ٿو. تون ٻڌائين ڇو نه ٿو؟“

مون زهره جي شفاف ڪارين ڪجلين اکين ۾ نهاريو. دل چاهيو ته ٻڌائي ڇڏيانس ته جڏهن اندر اتاولو هوندو آهي، تڏهن ننڊ نيڻن کي تياڳ ڏيندي آهي. اسين مگ ٿر جي ملڪ سنڌ ديس جا واسي اڻين ئي ويراڳ جي ورونهن هوندا آهيون. دل گهريو ته کيس پنهنجي باري ۾ سڀ ڪجهه ٻڌائي ڇڏيان. ڪانئس ڪجهه نه لڪايان. کيس ٻڌائي ڇڏيان ته مان لاکي قلاٽيءَ ۽ هيمون ڪالاٽيءَ جو پيو جنم آهيان.

”تون ٻڌائين ڇو نٿو.“ زهره پيهر پڇيو، ”آخر اهو ڪهڙو غم آهي جيڪو توکي اندر ئي اندر کائيندو رهي ٿو؟“

آهه منهنجي ساهه سان وچڙي پيئي. فقط ايترو چئي سگهيم،

”مون کي ڪوبہ غم نہ آهي، زهره.“

”تہ پوءِ بيچين ڇو رهندو آهين؟“ هن مونکي ٻارن وانگر سمجهائيندي چيو، ”ڏس، پنهنجي مونجهاري جو ذڪر جڏهن بہ ڪنهن سان ڪبو آهي نہ، تڏهن دل تان بوجهہ لهي ويندو آهي.“

ان وقت ’ڪيري هومز‘ هوٽل جو ڇوڪرو رانجهو چانهہ جي ٽري ۽ اخبار کڻي آيو. ٽري ٽيبل تي رکندي چيائين، ”ڇو نہ تا تہ رات ذوالفقار علي ڀٽي کي گرفتار ڪيو اٿائون.“

چيومانس، ”تون ٻوڙ پائي هڪ بي چانهہ بہ کڻي اچ.“

”نہ نہ،“ زهره جي سڏ تي رانجهو بيهي رهيو. زهره چيو، ”مان پنهنجي فليٽ مان چانهہ پِي گهرائي وٺان.“

”مونکي خبر آهي تہ تنهنجي ٻورچياڻي چانهہ سٺي ٺاهيندي آهي. پر هن وقت تون منهنجي فليٽ ۾ آهين.“ مون رانجهي کي چيو، ”وڃ. ٻوڙ پائي هڪ چانهہ کڻي اچ.“

زهره آرام ڪرسي ڇڪي پلنگ جي پاسي ۾ ويهي رهي. ڪاڏيءَ هيٺان هٿ ڏيئي هوءَ ٽڪ ٻڌي مون ڏانهن ڏسڻ لڳي.

پڇيومانس، ”ڇا پيئي ڏسين؟“

چيائين، ”تون منهنجي لاءِ ڳجهارت ٿي پيو آهين. ۽ ـــ ۽ ـــ.“ هن جملو پورو نہ ڪيو. خاموش ٿي ويئي.

”ڇئہ زهره.“

”۽، ۽ هڪڙي ڏينهن ـــ“

”زهره!“

”۽ هڪڙي ڏينهن، جيئن اجنبين وانگر آيو آهين، تيئن اجنبين وانگر هليو ويندين.“

”زهره.“ مان سٽ ڏيئي ويهي رهيس. ڪرسيءَ جي ٻانهن تان زهره جو هٿ کڻي پنهنجن هٿن ۾ جهليم. چيم، ”ڪيئن ٿو چوين تہ مان توکي ٻڌائڻ کان سواءِ هليو ويندس. مان ـــ“ آواز اوپرو لڳم. جملو اڌ ۾ ڇڏي ڏنم.

هن منهن ٻئي طرف ڪري ڇڏيو. اکيون بند ڪري ڇڏيائين.

پوءِ پاڻ سنڀالي، ٿڌو ساهه کڻي چيائين، ”تنهنجي اچڻ کان پوءِ پانيان ٿي، دل ۾ جڻ آگ جهڙي اڪيلائي نه رهي آهي.“
”وقت وقت ڪٿي جيڪڏهن، ماءُ پنهنجي زندگيءَ سان تنهنجين اڪيلائين کي خريد ڪندس.“ آهستي چيم، ”بس، وقت وفا ڪئي جيڪڏهن.“
هن منهنجين اکين ۾ اکيون وجهي ڇڏيون. ڄڻ منهنجي اندر جو ٿوهه پسي ورتائين. چيائين، ”تہ پوءِ مون کان لڪائين ڇو ٿو؟“
”ڇا.“
”پنهنجو غم، پنهنجي پريشاني.“
ماءُ خاموش رهيس.
پڇيائين، ”پيسن جي تنگي تہ نہ اٿئي.“
”نہ.“
”حجاب تہ نٿو ڪرين؟“
”ماءُ لڪنو جو نہ آهيان.“
هن ٿهڪ ڏنو. پوءِ گنڀير ٿيندي چيائين، ”خانيوال کان منهنجو مني آرڊر آيو آهي. ڪجهه پيسا ڏيانءِ؟“
”نہ“ وراڻيم، ”’ڪيري هومز‘ جو بل لاهڻ جيترا پيسا ۽ ڪجهه بچت اڃا مون وٽ آهي. ضرورت پئي تہ تنهنجي قرض ۾ مبتلا ٿيندس.“
چيائين، ” ’ڪيري هومز‘ جو سمورو بل مون ڏيئي ڇڏيو آهي . “
”ڏيئي ڇڏيئہ!“
” ها . “
”نوڪري ائين ڪرڻ نہ گهربو هو، زهره “
”ڇو؟“
ماءُ کيس جواب ڏيئي نہ سگهيس.
گهڙي کن خيالن ۾ گم رهڻ کان پوءِ عجيب سوال پڇيائين،

”تون ڪنهن سان محبت تہ نہ ڪندو آهين؟“
مون سندس اکين ۾ نهاريو. چيم، ”ها.“
”تہ پوءِ شايد سڄي سڄي رات ان عورت جي ياد ۾ جاڳندو آهين.“
”ڪنهن حد تائين.“
”هوءَ بہ توسان محبت ڪندي آهي؟“
”چئي نٿو سگهان.“
”هوءَ ڪنهن ٻئي مرد سان محبت ڪندي آهي؟“
”شايد.“
”اهو تہ ڪو جواب ڪونهي.“ زهره چيو، ”پر مرد کي ڪڏهن بہ ڪنهن اهڙي عورت سان محبت ڪرڻ نہ گهرجي، جيڪا ٻئي ڪنهن مرد سان محبت ڪندي هجي.“
”مان بہ دراصل ان خيال جو آهيان، زهره.“ ورائيم، ”پر دل کي جيڪڏهن عقل هجي ها، تہ پوءِ محبت پرڏيهي واپار تي پوي ها.“
زهره جي گلابي چپن تي مرڪ ليئو پائي ورتو. پڇيائين، ”ڀلا ٻڌاءِ تہ آها عورت ڪٿي آهي.“
دل ۾ آيو تہ ٻڌايانس تہ آها عورت تون آهين زهره؛ تون — جيڪا منهنجي ساهہ وانگر مونکي ويجهو هوندي بہ مون کان پري آهين، منهنجي ٿي نہ سگهي آهين. آها عورت تون آهين زهره، جنهن سان حالتن جي اهڙي وراڪي ۾ مليو آهيان جتي منهنجي پنهنجي زندگي پنهنجي نہ رهي آهي. آها عورت تون آهين زهره، جنهن جي دل ۾ ڪنهن ٻئي مرد جي ياد منهنجي پيار تي پابندي وجهي ڇڏي آهي.
دل جو چيو زبان تي نہ آيو. فقط ايترو چيم، ”اهو پڇي ڇا ڪندينءَ.“
هڪدم پڇيائين، ”ڇا مان ايترو حق بہ نٿي رکان.“
”نہ نہ، ائين ناهي.“ هٻڪندي چيم، ”ڳالهہ هن ريت آهي

ته، ته ـــ.“ ڪجهه سمجهه ۾ نه آيو. جملو پورو ڪري نه سگهيس، اڌ ۾ ڇڏي ڏنم.

چيائين، ”مون کان لڪائين ٿو.“

منهنجن ڇپن تي سياري جي شام جهڙي اُداس مُرڪ ليٽيو پائي ورتو. پاڻ کي عجيب ڪشمڪش ۾ جڪڙيل محسوس ڪيم. گذريل ڇهن - پنجن هفتن جي ملاقات ۾ زهره سان اندر جو حال اوري نه سگهيو هوم. ڪيس پنهنجو همدرد محسوس ڪرڻ کان پوءِ به پنهنجي آتمڪٿا ٻڌائي نه سگهيو هوم. شروعات ۾ زهره کي سليس سنڌي ڳالهائيندي ۽ پنهنجي ويجهو ٽيندي ڏسي مان اول ڇرڪيو هوس، ۽ پوءِ هڪڙي ڏينهن کانئس پڇيو هوم، ’پنجابڻ آهين نه؟‘ جواب ڏنو هئائين، ’هڏ، چم ماس سميت پنجابڻ آهيان.‘ تڏهن کانئس ورائي پڇيو هوم، ’ته پوءِ سنڌي ڳالهائڻ ڪٿان سکي آهين؟‘ ٻڌايو هئائين، ’تنهنجي سنڌ جو چپو چپو ڏٺو اٿم. ورهين جا ورهيه اُتي رهي آهيان. منهنجن مائٽن کي انگريزن طرفان سانگهڙ ۾ زمينون مليل آهن.‘ ڪٽ ڪائيندي پنهنجي ساءِ چيو هوم، ’سانگهڙ انگريز سامراجين جي سرڪش حرن جي لاشن تي اڏيل پنهنجن وفادار خادمن ۽ غلامن لاءِ جاگيرا!‘ مون سمجهيو هو زهره منهنجو گفتو ٻڌي مونکان نفرت ڪندي. پر هن ساڳي نوع ۾ مونکان پڇيو هو، ’تون ڪير آهين. لاهور ۾ ڇا ڪرڻ آيو آهين.‘ مون فقط ايترو وراڻيو هو، ’پڪ ڄاڻ ته فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جي هردلعزيز حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ نه آيو آهيان.‘ هن ڪِلڪي ڏنو هو. هن اڪثر ورجائي ورجائي مونکان منهنجي باري ۾ پڇيو هو ۽ مون هر دفعي ڪيس ٽاري ڇڏيو هو.

منڪر هوندي به اهو اعتبار ڪري ويٺو هوس ته لوح محفوظ جي ليک جي ڪا ويڪ هئي، جنهن حياتي هڪ محور تي آڻي بيهاري ڇڏي هئي. مان زهره سان اهو اظهار ڪندي ڪندي رهجي ويو هوس ته، زهره هيءَ جو مونکي وطن ۾ بي‌وطن ٿيڻو پيو آهي، ۽ هيءَ جو مونکي سنڌ جا ڇانورا ڇڏي پنجاب جي ڇناب جو پاڻي

پيٽ ۾ پيو آهي، سوسڀ بيمعنيٰ نه آهي. شايد تنهنجي منهنجي زندگيءَ جا دائرا ازل جي اوٽ ۾ هڪٻئي سان جڪڙجي ويا آهن. جيڪي ڪجهه توسان وهيو واپريو آهي، ۽ جيڪي ڪجهه مون سان ٿي گذريو آهي ۽ گذري رهيو آهي، سو فقط ان لاءِ ٿيو آهي ته جيئن پاڻ ٻيئي زندگيءَ ۽ موت جي اڪيوت ۾ ڪجهه ڏير لاءِ ملي، هڪٻئي کي چاڻي سچاڻي هميشه لاءِ ڌار ٿي وڃون. پر مان، جنم جنم جو سودائي، زهره سان اندر جو حال اوري نه سگهيو هوس. ڪيس دل چيري ڏيکاري نه سگهيو هوس.

”ڪهڙن ڦورن ۾ پئجي ويو آهين؟“ زهره جو آواز ڪن پيو. خيالن جو سلسلو ٽٽي پيو. پڇيائين، ”ڇا پيو سوچين؟“

ورائيم، ”منهنجي حصي ۾ وهمن جي دنيا آئي آهي زهره.“

چيائين، ”جنهن ڇوڪريءَ کي چاهين ٿو، تنهن کي به پنهنجن وهمن سان پريشان ڪندو هوندين.“

مون اکيون بند ڪري ڇڏيون. آتاولي اندر کي آٿت نه آيو. تڏهن چيم، ”مان جنهن ڇوڪريءَ کي روح جي گهراين مان چاهيندو آهيان، تنهن ڇوڪريءَ جي دل ۾ ڪنهن ٻئي مرد جي ياد جون سرحدون نڪتل آهن. مان ڪيس ويجهو هوندي به هن لاءِ اوپرو آهيان، اجنبي آهيان. هوءَ منهنجن وهمن کان آزاد آهي.“

زهره اک ڇنڀڻ بنا مون ڏانهن ڏسندي رهي. حيرت ڪارڻ ڪجلين اکين مان ليئا پائڻ لڳس.

آهستي چيم، ”مان هڪ نه هڪ ڏينهن ڪانئس پري هليو وينديس، مرندو مري وينديس، پر سندس دل جا دروازا منهنجي محبت لاءِ بند رهندا.“

ان وقت رانجهو چانهه کڻي آيو. اکين ۾ چمڪو هوس. چانهه جي ٽري رکيندي چيائين، ”افواهه ناهي. اصل سچي ڳالهه آهي. ذوالفقار علي ڀٽي کي رات گرفتار ڪيو اٿائون.“

زهره ٽري مان هڪدم اخبار کڻي ورتي. مون ڪانئس اخبار وٺندي چيو، ”جيڪڏهن اِها خبر سچي آهي، ته پوءِ ان اخبار ۾

هرگز نہ هوندي. اڄ ڪلهہ جون اخبارون پڪوڙن جي پڙن ۽ مسافريءَ ۾ بوٽ ويڙهڻ جي ڪم اينديون آهن.“ رانجهي کي چيم، ”تون وڃ رانجها، وڃي موج ڪر.“

رانجهو هليو ويو.

زهره چانهہ ڏاهيندي پڇيو، ”هينئر ڇا ٿيندو.“

”جيڪي ٿيندو آيو آهي.“

”ڇا ٿيندو آيو آهي؟“

”سرڪش سرويچ ڌرتيءَ کي رت جو ريج ڏيندا.“

”پيٽ لاءِ؟“

”نہ، آزاديءَ لاءِ.“ مون بالڪونيءَ کان ٻاهر پولار ۾ نهاريندي جهونگاريو:

”سنڌ ديس جي ڌرتي توتي پنهنجو سيس نمايان،
مِٽي ماٿي لايان،
ڪينجهر کان ڪارونجهر تائين توکي چشمن ڇايان،
گيت بہ مون وٽ تنهنجا ماتا، بيت بہ تنهنجا پايان،
سنڌ ديس جي ڌرتي توتي پنهنجو سيس نمايان،
مِٽي ماٿي لايان“.

پڇيائين، ”پنهنجي ساءِ ڇا پيو ڳالهائين.“

وراڻي پڇيومانس، ”ڪڏهن ولر کان وڇڙيل ڪا ڪونج ڏٺي اٿئي.“

ڪجهہ حيرت وچان جواب ڏنائين، ”نہ.“

”ڪڏهن وياڪل ونين کي پنهنجن وڻجارن لاءِ درياهہ تي آڪا پائيندي ۽ ڇوُواٽن تي ڏيئا ٻاريندي ڏٺو اٿئي؟“

انڪار ۾ ڪنڌ لوڏيائين.

تڏهن چيومانس، ”ڀلا رت جي درياهہ جو ڪڏهن تصور ڪيو اٿئي؟“

”نہ.“ زهره عجب مان ڪنڌ لوڏيو.

”تون بيحد حسين آهين، زهره،“ پولار تان نظرون

زهره ڏانهن ڏسندي، چيم، ”توهان بيحد حسين آهيو، تنهنڪري اهي ڳالهيون تنهنجي سمجهہ کان ٻاهر آهن.“

لچ ڪانءَ منهن وَنءَ وَنءَ ڪرڻ لڳس. ڏاڍي پياري نموني ۾ چيائين، ”الاءِ ڇا پيو چوين.“

چيومانس، ”مونکي چانهہ ڏي.“

مونکي چانهہ جو ڪوپ ڏنائين. مان پلنگ جي پٺ سان ٽيڪ ڏيئي ويٺس. هوءَ ڪرسيءَ تان اٿي ويئي. ڪيليءَ تان ٽوال لاهي آئي ۽ منهنجي هنج ۾ وڇائي ڇڏيائين. پوءِ پنهنجو ڪوپ کڻي آرام ڪرسيءَ تي ويهي رهي.

چانهہ جي سپ پيري ڏانهس ڏٺم. هوءَ مون ڏانهن نهاري رهي هئي. چيم، ”تنهنجي اِن برتاءَ مونکي غلطفهميءَ ۾ وجهي ڇڏيو آهي.“

اُس جي تڙڪي جهڙي مُرڪ چپن تائين اچي موٽي ويس. هرڻيءَ جي اکين جهڙيون اکيون ڇلڪندڙ ڪٽورا ٿي پيس. آرام ڪرسيءَ تان اٿي بالڪونيءَ تائين هلي ويئي. ليئو پائي موٽي آئي. سپ پيري، دردناڪ لهجي ۾ ڳالهايائين، ”اڳاٽو ڇا چيو هيئه، تہ جنهن عورت کي چاهيندو آهين، تنهن عورت جي دل ۾—“ هن جملو پورو نہ ڪيو.

مون جملو پورو ڪيو، ”تنهن عورت جي دل ۾ ڪنهن ٻئي مرد جي ياد جون سرحدون نڪتل آهن.“ چيم، ”۽ مان جلاوطن اُنهن سرحدن کي پار ڪري سندس دل جي وسعتن ۾ محبت جي سياسي پناهہ وٺي نہ سگهيو آهيان.“

نہ ڳالهہ سمجهيائين، ۽ نہ ئي جملي جي تهہ تائين پهچي سگهي. غم جون ريکائون پيشانيءَ تي چهٽيل رهيس. جذبن جي اٿل ۾ چيائين، ”عورت وفا نڀائي تہ هڪ مرد کي چاهي. ڪاٺي ٿئي تہ جڳ کي هيرڪائي.“

مونکي پڪ ٿي ويئي تہ مقدر جي مايوسين جو اڻکٽ حصو منهنجي جهول ۾ اچي ڪريو آهي. تاريخ جي هر دور ۾ مان

محرومين جو قافلو ڪٿي درد جي صحرا ۾ ڀٽڪندو رهيو آهيان. وطن ۽ عورت جو پيار منهنجي لاءِ رنج آهي.

منهن مٿي ڪندي چيائين، ”مون خالد ڪي دل جي بيپناهه شدت سان چاهيو هو.“

اسان جون نگاهون گهڙي پل لاءِ ملي ڌار ٿي ويون. چانهه جي سپ سپ پرينديءَ رهي. ڪوپ فرش تي رکي، ڪرسيءَ جي ٽيڪ سان مٿو لڳائي چڏيائين. پوءِ اداس لهجي ۾ چيائين، ”پر خالد جي دل ۾ فقط منهنجي لاءِ پيار نه هو. هن جو پيار وراهيل هو.“

”ڪنهن ٻي عورت کي چاهيندو هو؟“

”نه.“

”ته پوءِ؟“

”هن کي پنهنجي وطن سان بيپناهه محبت هئي.“

”تاريخ وطن پرستن جو عبرتڪدو آهي.“ اندر آٿلي پيو. چيم، ”پر جابر جي انڌير نگريءَ ۾ وطن پرستن کي غدار سڏيو ۽ سمجهيو ويندو آهي.“

منهنجو جملو زهره لاءِ ڄڻ پاڻيءَ تي ليڪو هو. چيائين، ”منهنجو خالد پاڪستان آرميءَ ۾ فوج جو سڀ کان ننڍو ڪئپٽن هو. بي-آر-بي نهر وٽ هندستاني فوجن سان وڙهندي جڏهن شهيد ٿيو، تڏهن سندس عمر پورا پنجويهه سال به نه هئي.“

خالد جي باري ۾ ڳالهائيندي هوءَ آپسرائن جهڙي پراسرار نظر اچڻ لڳي. سندس آواز ڄڻ غفائن مان ايندڙ پڙلاءُ هو. چيائين، ”جڏهن هندستاني فوجون لاهور ڏانهن پيشقدمي ڪري رهيون هيون، تڏهن منهنجو خالد بي-آر-بي نهر ٽپي، هڪ پيٽ جي اوٽ وٺي اسٽين گن تاڻي ويهي رهيو هو. هن اڪيلي سر ٽن ڪلاڪن تائين سڄي سموري ڪمپنيءَ کي هڪ وک وڌڻ نه ڏني.“

زهره ڳالهه روڪي، چتائي منهنجي منهن ۾ ڏٺو. ڄڻ پنهنجي ڳالهه جو رد عمل منهنجي منهن ۾ پئي ڳولهائين. مان ڏانهس ڏسندو رهيس.

ساڳي نوع ۾ چيائين، ”۽ پوءِ جڏهن خالد وٽان گولين جو ذخيرو ختم ٿي ويو، تڏهن هو پٽ جي اوٽ مان نڪري، اسٽين گن اُڀتي ڪري، ڪنداڪ سان هندستاني سپاهين تي وڃي ڪُٽڻ بہ ڪي اُڦٽ ماري وڌائين.“

جملو نہ روڪي ها تہ جيڪر روئي پوي ها. ٿڌو ساهہ کڻي، آواز جائيتو ڪندي چيائين، ”پوءِ جڏهن منهنجو خالد وڙهندي وڙهندي شهيد ٿي ويو، تڏهن سندس جسم تي بي‌انداز زخم هئا. هندستاني دستي سندس لاش ڪي گارڊ آف آنر ڏنو هو.“

جيئن جيئن خالد جي ياد سندس وجود تي ڇانئجندي ويئي، هوءَ وڌيڪ باوقار، شاندار ۽ عظيم ٿيندي ويئي. سندس حسن غمناڪ تي بيپناهہ ٿي ويو. چهرو آلاءِ تي جهڪي پيس. نگاهون بالڪونيءَ کان ٻاهر نيري آسمان تي ڪپاٽي ڇڏيائين.

پلنگ تان اُٿندي چيم، ”منهنجو وس پڇي تہ جيڪر تنهنجو غم وراهي وٺان زهره.“

”منهنجا ڪيترا غم وراهي وٺندين.“ زهره ڪنبندڙ آواز ۾ ڳالهايو، ”منهنجيءَ حياتيءَ جو پل پل غم آهي.“

سندس ڪلهي تي هٿ رکندي چيم، ”اڳاڻو ڇيو هوم نہ زهره، جيڪڏهن وقت وفا ڪئي، تہ پوءِ مان تنهنجن غمن جو پنهنجي زندگيءَ سان سودو ڪندس. بس، وقت وفا ڪئي جيڪڏهن.“

هن منهن مٿي ڪري مٿون ڏانهن ڏٺو. اسين ڪجهہ دير تائين هڪٻئي ڏانهن ڏسندا رهياسين.

ڪرسيءَ تان اُٿندي چيائين، ”اڄ شام تو کي بي-آر-بي نهر وٽ آهو هنڌ ڏيکارڻ هلنديمانءِ جتي منهنجو خالد شهيد ٿيو هو.“

اندر ۾ اونده جو احساس ٿيم. چيم، ”۽ آئون موٽندي شاليمار هلنداسين.“

هن ڪجهہ حيرت مان مون ڏانهن ڏٺو. پڇيائين، ”اوچتو شاليمار جو خيال ڪيئن آيئہ؟“

”تو ئي تہ ڪالهہ ٻڌايو هو تہ اڄ شاليمار ۾ بجليءَ جي.

بلبن سان چراغان ڪندا.“

”ها. اڄ رات شاليمار ۾ مغلن جي ياد تازي ڪئي ويندي. اڄ چنڊ آهي نہ.“

”اڄ چنڊ آهي!“

”ها، اڄ چنڊ آهي.“ زهره پڇيو، ”پر تو اچرج ڇو ڪاڏو.“

”اتفاق هوندو.“

”تون لڪائين ٿو.“

”يقين ڪر. ڪجهہ بہ ڪونهي زهره.“

”مان نہ مڃيندس.“ هن ضد ڪيو، ”چنڊ جو لفظ ٻڌي تو تعجب ڪاڏو هو.“

”هڪ بيوقوف جوتشيءَ جي ڳالهہ دل تي تري آئي هئي.“ پنهنجي وهم تـي کلندي چيم، ”جوتش جي حساب موجب مونکي چنڊ رات مرڻو آهي.“

”چنڊ رات!“

”ها، چنڊ رات.“

”پر ــــ“

”ڪابہ چنڊ رات. اهو ضروري ناهي تہ اها چنڊ رات، جنهن رات مون کي مرڻو آهي، سا اڄوڪي چنڊ رات هجي.“

زهره پريشان ٿيندي چيو، ”چرچا تہ نہ ٿو ڪرين.“

”جيستائين چنڊ رات مرندس نہ، تيستائين مان پاڻ جوتشيءَ جي اڳڪٿيءَ کي چرچو سمجهندس.“ مون زهره ڏانهن ڏسندي ورائيو.

”تہ پوءِ ــــ تہ پوءِ.“

مونکي کل آئي. چيم، ”ٻئي خبر اٿئي زهره! جوتشي صاحب چيو هو مونکي عام رواجي موت نہ ايندو. مان رائيفل جـي گولين سان ماريو ويندس، يا ڦاهيءَ چڙهندس.“

زهره جي منهن تي هيٺ هارجي ويئي. چيائين، ”تون پنهنجي ماءُ ڏانهن ۽ پنهنجي سنڌ ديس ڏانهن موٽي ڇو نٿو وڃين. هتي ڇا ڪرڻ آيو آهين.“

ڪوڙو ڦوڙو آواز ٻُورو ڪندي چيم، ”مـان فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جي هردل عزيز حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ آيو آهيان.“

زهره جي چپن تي مرڪ نـه آئي. هن گنڀير لهجي ۾ چيو، ”نه نه. اڄ پاڻ ڪيڏانهن به نه هلنداسين.“

”مـان اڄ پي-آر-بي نهر وٽ اهـو هنڌ ضرور ڏسندس جتي خالد شهيد ٿيو هو.“ چيم، ”۽ اُتان موٽندي شاليمار هلنداسين.“

”منهنجي دل نٿي مڃي،“ زهره چيو.

”دل جي ڳالهين ۾ نـه ايندي ڪر، زهره. دل انسان کي برغلائڻ کان سواءِ ڪجهه نـه ڪندي آهي.“ سندس منهن تان وار پـرڀي ڪندي چيم، ”اڄ شاليمار ضرور هلنداسين. جڏهن انـدر ۾ اونده جو احساس وڌي ويندو آهي، تڏهن ٻاهريون روشنيون اکين کي پيان۽ پونديون آهن.“

هن جواب نه ڏنو.

مون پوست محسوس ڪندي ڳالهايو، ”اڄ منهنجي اندر ۾ اونده آهي ـــ گهگهه اونده آهي. پاڻ شاليمار ضرور هلنداسين. تاريخ جي تـهن مان شايد ڪو ترورو راهه روشن ڪري ڇڏي.“

زهره جون اکيون رڻ ۾ رُليل اُڃ کان آتـي هرڻيءَ جي اکين وانگـر وياڪل ٿـي ويون. هوءَ جتي جوانيءَ ۾ مڙس جـي جدائيءَ جو جوڳ سهي ويٺي هئي، پنهنجو هيڏو سارو غم برداشت ڪري ويٺي هئي، منهنجو غـم ڏسي بيچين ٿـي پيئي. زبان سان جيتوڻيڪ ڪجهه نه ڪڇيائين، پر مون سندس نگاهن ۾ پنهنجي غم جو اولڙو ڏسي ورتو. اهو شايد ان ڪري ٿـي رهيو هو، جو هن اڻسڌي طرح منهنجين مجبورين ۽ مايوسين ۾ اضافو ڪيو هو. سندس قرب مونکي برغلائيندو هو، ۽ اهوئي سبب هو جو رت جـي رائد ۾ زهره کي مسافر وانگر مليس. ورهين جـي وصال جو فريب کائي ويٺو هوس.

هوءَ منهنجي اڳيان هٿي ويٺي. چيائين، ”مان بـه عجيب

بيوقوف عورت آهيان. پنهنجا ڏک سور اوري تو کي اداس ڪري ڇڏيو.“

”ماڻ ڏکن جي ڏيهہ جو واسي آهيان.“ وراڻيم، ”سک ملندا تہ مري ويندس.“

ٿورو مُرڪي چيائين، ”تون ڇريو آهين.“

”ڇريـن جي چاهت ۾ جنون هونـدو آهي.“ چيم، ”اسين جنهن کي چاهيون ٿا تنهن لاءِ ٿڪجي چاڙهون، پٽڪي چاڙهـون، مري مات ٿيڻ چاڙهون. اسان سنڌيـن جي محبت ۽ نفرت جو ڪو انت ڪونهي.“

ڪمري ماڻ ٻاهر وڃڻ لاءِ در تـائين هلي ويئي. در وٽان منهن ورائي چيائين، ”سيالڪوٽ کان منهنجو مامون آيـو آهي. ماڻ ٿـوري دير ڪان پوءِ ملڻ لاءِ هلي وينديس. تـون منجهند جو ڪٿي هوندين؟“

”لاهور جي رستن تـي رلندو رهندس، پيو ڪٿي هوندس.“ وراڻيم. ”هتي منهنجو ڪير آهي.“

ٻاهر وڃڻ کان اڳ چيائين، ”ڪوشش ڪنديس تہ منجهند جي ماني موٽي اچي توسان کاوان. پر جي نہ اچي سگهان تہ انتظار نہ ڪجانءِ. سمجهيئي.“

ٻاهر هلي ويئي. پڙدو لڏندو رهيو. هوءَ بيٺي پير موٽي آئي. چيائين، ”ڳالهہ ٻڌ. متان اڄ ڏينهن وانگر ٻڪ تي ويٺو رهين.“

هوءَ وڃڻ لڳي.

ڪيس سڏ ڪيم، ”زهره.“

”جي.“

”زهره.“ ڪجهہ چئي نہ سگهيم.

”چو. ڪا خاص ڳالهہ آهي.“

”زهره. پاپان ٿو اڄ هنن پٿين ۾ منهنجو ساهہ نڪري ويندو.“

”ڇريو تہ نہ ٿيو آهين!“

سون منهن ٻئي طرف ڪري ڇڏيو. زهره چيو، ”ماڻ نٿي

وچـان.“

”تون وڃ.“

”مون کي چنچر جي ڳالهہ وهم ڏيئي ڇڏيو آهي.“ چيائين، ”مان نہ ويندس.“

”تنهنجو مامون آيو آهي، تون وڃ.“ چيم، ”مان بہ ڪجهہ دير کان پوءِ هتان هليو ويندس.“

”ڪيڏانهن ويندين؟ ڪٿي هوندين؟“ بيڪل ٿي پڇيائين، ”مون کي ڪٿي ملندين.“

ڪن لاءِ سوچي وراڻيم، ”مان ’بيٽر بڪس‘ تي تنهنجو انتظار ڪندس، ٻين ۽ ٽين لڳي جي وچ ۾.“

”’بيٽر بڪس‘ الفلاح بلڊنگ ۾ آهي نہ.“

”ها.“

”مان ضرور ايندس.“ زهره چيو، ”پوءِ منجهند جي ماني ’انڊس‘ تي کائينداسين.“

”ٺيڪ آهي.“

”مان وڃان؟“ هن پڇيو.

مان ڪجهہ دير تائين ڏانهس ڏسندو رهيس. پوءِ آهستي چيم، ”تون وڃ، زهره.“

زهره هلي ويئي، پر منهنجي لاءِ وهمن ۽ سنسن جو سنسار ڇڏي ويئي. ڪا رمز دل کي ريجهائي نہ سگهي. تقدير تدبير کان نابري واري بيٺي. حالتون ڪوريڙي جي چار وانگر مون کي سوگهو ڪنديون ويون. زندگيءَ جي چوواٽي تي زهره جو ملڻ بي معنيٰ محسوس ٿيڻ لڳو.

’ڪيري هومز‘ هوٽل جو ڇوڪرو رانجهو چانهہ جا ٿانو کڻي آيو. ڏاڍي رازداريءَ واري نموني ۾ خوشيءَ وچان ٻڌايائين، ”شاگردن جلوس ڪڍيو آهي. جلوس يونيورسٽيءَ کان ٽولٽن مارڪيٽ ڏانهن وڃي رهيو آهي.“

رانجهو منهنجي ڳالهائڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. ايتري ۾

گوڙ جو ۽ نعرن جو اڻچٽو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هو ڊوڙ پائي بالڪونيءَ ڏانهن هليو ويو. بالڪونيءَ مان ڳاٽ ڪڍي، هيڏانهن هوڏانهن ڏسي موٽي آيو. چانهه جا خالي ٿانو ڪٺا ڪندي چيائين، ”هيٺ ماڻهو گڏ ٿي رهيا آهن. شايد ڇوڪرن جو جلوس پهچڻ وارو آهي.“

مون کي خاموش ڏسي رانجهو مايوس ٿيو. ويندي ويندي چيائين، ”سائين، اڄ جلوس ڏسڻ وٽان هوندو!“

جنهن ڏينهن مان حيدرآباد مان لاهور لاءِ فرار ٿي رهيو هوس، تنهن ڏينهن سنڌي اديبن ۽ شاعرن پوسٽ ۽ پابندين خلاف آواز اٿارڻ لاءِ جلوس ڪڍيو هو. لوڊنگ ٽرڪ، جنهن ۾ مان پوليس ۽ سي. آءِ. ڊي کان لڪي ڇپي رٿيل پروگرام موجب لاهور روانو ٿي رهيو هوس، سا ٽرڪ حيدر چوڪ گاڏي کاتي وٽ پلسو وٺي بيهي رهي هئي. مون سامان تان تالپتري مٿي ڪري ٻاهر نهاريو هو. سامهون اورينٽ هوٽل وٽان جلوس لنگهي رهيو هو. سرويچن جي هٿن ۾ 'پلي ڪارڊ' هئا، جن تي مختلف نعرا لکيل هئا. جيئن جيئن جلوس ٽرڪ کي ويجهو آيو هو، تيئن تيئن منهنجيون اکيون لڙڪن سان تمتار ٿي ويون هيون. دل چاهيو هو ٽرڪ مان ٽپو ڏيئي نڪري وڃان، ۽ جن جو آهيان ۽ جن لاءِ آهيان، تن ويڙهيچن سان وڃي ملان — پوءِ پل تہ مري مات ٿيان. هوش تڏهن آيو هوم جڏهن ٽرڪ جي لاليءَ ڪلينر چيو هو، 'او خانہ خراب، پاڻ سان گڏ اسان کي بہ مارائيندين. لڪي ويهہ.' مان تالپتريءَ جي هيٺان سامان وٽ ويهي رهيو هوس. ٽرڪ شهر مان نڪري ويئي هئي. هالا وٽ يوسف مليو هو. سمورو بندوبست هن ئي ڪيو هو. مون کي چابي ڏيندي چيو هئائين، 'بيڊن روڊ تي لبرٽي بلڊنگ جي ٻي ماڙ تي فليٽ نمبر آئين جي چابي اٿئي. جيڪڏهن خبرداريءَ سان رهندين، ۽ پنهنجي ياري ۾ ڪنهن کي ڪجهہ نہ ٻڌائيندين تہ بلڪل محفوظ هوندين. جيئن ئي تو کي جينيوا پهچائڻ جو بندوبست ٿي ويندو، مان هڪدم لاهور هليو ايندس.'

گوڙ ۽ نعرن جو آواز ڪن تي پيم. خيالن جي چار مان

نڪري آيم. آئي بالڪونيءَ ۾ اچي بيٺس. مال روڊ ۽ بيڊن روڊ جي چوواٽي تي گورنمينٽ ڪاليج، ميو ڪاليج، اسلاميہ ڪاليج ۽ پنجاب يونيورسٽيءَ جا بليزر پاتل شاگرد بيٺا هئا. هو ڇيڙ وڇڙ ٽولن ۾ بيٺا هئا ۽ آمريت ۽ ايوب خان خلاف نعرا هڻي رهيا هئا. سخت جوش ۽ جنون ۾ هئا. سندن ٽولا رستي روڪ ڪري بيهي رهيا. مال روڊ جي آمد و رفت بلڪل بند ٿي ويئي. بيڊن روڊ تي تماشائين جو هجوم وڌندو ويو. هجوم ۾ سرگوشيون ۽ سس پس ٿيڻ لڳي، هرهڪ شخص جي نگاهہ مال روڊ تي بيٺل شاگردن تي هئي. ماحول چڪ - ٽاڻ ۾ وڌبو ويو. مون محسوس ڪيو، ڄڻ انساني آتش فشان ڦاٽڻ تي هو. ڌرتيءَ جي هنج ۾ ڪو زبردست زلزلو پاسا ورائي رهيو هو.

تڏهن اوچتو مون کي زهره جو خيال آيو. سوچيم، هن هل هنگامي ۾ ڪيس ٻاهر وڃڻ نہ گهرجي. هڪدم بالڪونيءَ مان هٽي، ٻاهر اچي، زهره جي فليٽ جو در کڙڪايم. زهره جو فليٽ منهنجي فليٽ جي بلڪل سامهون هو. هوءَ آئي هڪ ڪراڙي ٻورچياڻيءَ سان اڪيلي سر رهندي هئي.

ڪجهہ دير تائين جڏهن در نہ کليو، تڏهن پيهر در کڙڪايم. در زهره جي ٻورچياڻيءَ کوليو. عادت موجب مون کي دعائون ڏنائين. ڪانئس پڇيم، ”زهره ڪٿي آهي.“

ٻڌائين، ”سيالڪوٽ مان مامون آيو اٿس. ڪيس ملڻ ويئي آهي.“

”هلي ويئي!“ مون پنهنجي ساهہ ڇيو.

پڇيائين، ”ڇو؟ نہ وڃي ها ڇا.“

ورائيم، ”مان سمجهان ٿو لاهور ۾ فساد ٿيڻ وارو آهي.“

ڪراڙيءَ جي ڄاڙي لٽڪي پيئي. منهن جا گهنج ڇٽا ٿي پيس.

مان پنهنجي ڪمري تي موٽي آيس. رکي رکي زهره جو خيال ذهن کي پريشان ڪرڻ لڳو. سوچيم، هيٺ لهي وڃان، ڪيس

کوليان. تلاش ڪريان. پر ڪٿي! ممڪن آهي انارڪليءَ ڏانهن هلي ويئي هجي! زهره جي غلطيءَ جو پورو پورو احساس تڏهن ٿيم جڏهن مال روڊ تان اينڊڙ آوازن جو زور وڌي ويو.

هڪدم ڪپڙا مٽائي ٻاهر وڃڻ لاءِ تيار ٿـي جيئن منهن ورايم ته مون ڪان ذري گهٽ چرڪ نڪري ويو.

يوسف بيٺو هو. سچو، وارن ڪان پيرن تائين مٽيءَ ۾ آٽيو پيو هو. ڪجهه دير تائين هڪٻئي کي ٻانهن ۾ جڪڙي ڇڏيوسين. بيتاب ٿـي پڇيومانس، ”مون کي جينيوا لاءِ ڪڏهن روانـو ٿيڻو آهي، يوسف.“

منهنجين ٻانهن مان نڪرندي چيائين، ”پروگرام ۾ ٿـوري ڦيرگهير ٿي آهي.“

هن جـي ڏاڙهي وڌيل هئي. اکيون ذرا ڏيئي ويـون هئس. هالا وٽ جڏهن مون کي بيڊن روڊ جي فليٽ جون چاٻيون ڏنيون هئائين، تڏهن ڪڙو تڙو هو. مهيني ـ سوا کان پوءِ ڏٺومانس ته ورهين جو جهونو نظر آيو.

”پروگرام ۾ ٿـوري ڦيرگهير ٿي آهي.“ سگريٽ دکائي، دونهون ڦڦڙن ۾ لاهي، موٽائي ٻاهر ڪڍيائين. پـوءِ چيائين، ”تون جينيوا نه ويندين.“

”ڇو،“ مون سخت حيرت وچان پڇيو.

”تنهنجي باري ۾ آر ـ سي ـ ڊي ملڪن جي انٽيليجنس کي هتان جي پوليس چڱي طرح آگاهه ڪيو آهي.“ يوسف چيو، ”تنهنجو يورپ تائين پهچڻ ڪيو ويندو.“

منهنجي دل ٻڏي پيئي.

يوسف چيو، ”تنهنجي بدران رشيد بخاري جينيوا ويندو.“

منهنجي منهن مان شايـد ملولائي ظاهر ٿـي پيئي هئي، جو يوسف چيو، ”دل نه لاهه. تحريڪ جو ڪم آهي. اسان کي پنهنجو ماٺهو هـر حال ۾ اقوام متحده جي انسانـي حقن واري ڏينهن جي اجلاس کان اڳـ جينيوا پهچائڻو آهي.“ پوءِ نـرڙ ۾ گـنڍ پئجي

ويس. چيائين، ”تون پاڪستان جي سرحد ٽپڻ شرط مارجي وڃين ها. تون پاڻ سمجهي سگهين ٿو تہ اسان جي آواز جو ۽ نمائيندي جو انساني حقن واري اجلاس لاءِ جينيوا ۾ پهچڻ ڪيترو نہ ضروري آهي. جيستائين اسين دنيا جو ڌيان سنڌين سان ٿيندڙ ظلم ۽ ناانصافين ڏانهن نہ ڇڪائيندا اسين تيستائين انڌير جي گهاٽي ۾ پيڙجندا رهنداسين.“

آميدن جو آسمان پڃي پُرري ڪري پيو. سنڌ جمو آواز اقوام متحده جي اعوان تائين پهچائڻ جو خواب ٽٽي پيو. پر پوءِ دل کي اهو چئي سرچايم، تہ جيڪڏهن مان نہ وڃان، تہ منهنجي بدران پيو ڪو وڃي رهيو آهي— شخص کان وڌيڪ تحريڪ اهم آهي. سوچيم، رشيد ڪيڏو نہ خوشنصيب آهي جو سنڌ جي تاريخ ۾ بلڪل نئين باب جو اضافو ڪري پاڻ کي هميشہ لاءِ غيرفاني ڪري رهيو آهي.

مون يوسف کان پڇيو، ”سنگتي ساٿي ڪيئن آهن.“

وراڻيائين، ”سڀئي يارن سيرَ سان ڪفن ٻڌو آهي، ۽ پنهنجو صليب پنهنجن ڪلهن تي کڻي ظلم سان جنگ جوٽڻ لاءِ ميدان ۾ نڪري پيا آهن. سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ يارن سنڌ جي نئين نسل کي غفلت جي ننڊ مان جاڳائي وڌو آهي.“

يوسف ڳالهائيندي ڳالهائيندي اوچتو خاموش ٿي ويو. مون ڏانهن چتائي ڏسڻ لڳو. پڇيومانس، ”ائين ڇو ٿو ڏسين.“

چيائين، ”تون موت جي منهن ۾ آهين.“

وراڻيم، ”ڪا نئين ڳالهہ ڪر.“

”سڄي پاڪستان جي پوليس ۽ انٽيليجنس کي تنهنجي باري ۾ سختيءَ سان خبردار ڪيو ويو آهي. توکي اقوام متحده تائين پهچڻ کان روڪڻ لاءِ کين وڏا اختيار ڏنا ويا آهن. ممڪن آهي، توکي ڏسڻ شرط شوٽ ڪري ڇڏيسن.“ يوسف مون ڏانهن وڌي آيو. چيائين، ”اسين ان تعاقب جو پورو پورو فائدو وٺنداسين. ڊڪٽيٽر جي سموري مشينري تنهنجي تلاش ۾ سرگردان هوندي، ۽ ان وچ ۾ رشيد بخاري سرحد پار ڪري جينيوا ڏانهن هليو ويندو.“

چيم، ”مون کي خوشي آهي ته مان جيڪڏهن سنڌي طرح نه، ته گهٽ ۾ گهٽ اٽسڌي طرح ته سنڌ جي ڪم اچي رهيو آهيان.“

يوسف چيو، ”هرهڪ صالح سپوت کي سڌي طرح، يا اڻسڌيءَ طرح سنڌ جي ڪم اچڻو آهي.“

پڇيومانس، ”في الحال مون کي ڇا ڪرڻو آهي.“

”توکي هر حال ۾ سرحد پار ڪري هتان پڇي وڃڻو آهي.“

چيائين، ”هتان هڪدم هليو وڃ. پاڪستان جي چپي چپي تي تنهنجي لاءِ موت آهي.“

مان سوچ ۾ پئجي ويس. دل آڏهن جي ڪن ۾ ولوڙجي ويئي. ڏک وچان چيم، ”مان ڪهڙو نه بدنصيب آهيان. يوسف! اڄ جڏهن سنڌ سڏ ڪيو آهي ۽ سر ڏيئي سرخرو ٿيڻ جو وقت آيو آهي، مان سڏ ورائڻ بدران وطن کان ڀڄو ٿو وڃان.“

يوسف مون کي ڪلهن کان وٺندي چيو، ”آمريت جو قلعو ڪيرائڻ ڪو سولو ڪم نه آهي. ڪجهه دوستن کي سنڌ جي مفاد لاءِ جلاوطن ٿي ڪم ڪرڻو پوندو.“

مان ڪرسيءَ تي ويهي رهيس. يوسف منهنجي پاسي ۾ اچي بيٺو. منهنجي ڪلهي تي هٿ رکندي چيائين، ”توکي ضرور ڏک ٿيو هوندو، پر اسان کي پنهنجو ماڻهو انساني حقن واري اجلاس ۾ ضرور پهچائڻو آهي.“

يوسف منهنجي پاسي مان هٽي ويو. ڪمري جي وچ ۾ وڃي بيٺو. مون ڏانهن پٺ ڪيئين. ڳالهايائين، ”اسين انساني حقن جي اداري آڏو ايوب آمر جي حڪومت جو ڏينگو ڏيري ڪنداسين. ڪشميرين ۽ فلسطينين جي حقن لاءِ هاءِ گهوڙا ڪندڙ نوڪرشاهي حڪومت جو بهروپ جڳ کي ڏيکاريندا سين. اسين دنيا کي ٻڌائينداسين ته هي الو ڪوڙ جا ڪوٽ ڪٽي دنيا جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ وارا سنگدل، جيڪي پاڻ کي سڄي زمين جي مظلومن جا همدرد سڏائين ٿا، پر جن ظالمن ۽ قاتلن جي قيدخانن ۾ سنڌي قوم سڪرات ۾ سڏڪي رهي آهي. موجوده حالتن ۾ سنڌي قوم جو

نئون نسل پنهنجن وڏن جي فيصلي جو پابند نه رهندو.“
اوچتو ٻاهران اينڊڙ گوڙ جو آواز وڌي ويو. آوازن سان گڏ ٽيئر گئس جي گولن هلڻ جو آواز آيو. مان بالڪونيءَ ڏانهن وڌي ويس. يوسف هڪدم مون کي ٻانهن ۾ هٿ وجهي پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو. چيائين، ”بيوقوف نه ٿيءُ. سي- آء- ڊي ۽ پوليس جا ماڻهو تنهنجي ڳولا ۾ لاهور پهچي ويا آهن.“
”پر تو ته چيو هو ته هيءُ فليٽ بلڪل محفوظ آهي،“ يوسف ڏانهن ڏسندي چيم.
”آمر جي عمارت ۾ شگاف پيو آهي. هن ڪامورڪي لوڏ وطن پرستن جي ڳولا ۾ چڏي ڏني آهي.“ يوسف واچ ۾ وقت ڏسندي چيو، ”دير نه ڪر. هَل. مان سبزي منڊيءَ وٽ هڪ لوڊنگ ٽرڪ واري کي اڌ ڪلاڪ لاءِ بيهاري آيو آهيان . هو توکي پشاور کان پاڪستان جي سرحد ٽپائي ڇڏيندو.“
مان بالڪونيءَ جي در جي چوڪاٺ وٽ بيهي رهيس. دل ۽ دماغ پاڻ ۾ وڙهي پيا. ڇهين حس ذهن کي موت جي پڪ ڏياري ڇڏي. دل مبهم خيالن جي سوريءَ تي لٽڪي پيئي. پريشانين جو اڪٿ سلسلو بيچين روح جي تهن ۾ لهي ويو. دل چاهيو ته ٻين ماڻهن تان ٽپو ڏيئي، هڪ پل ۾ سڀني عذابن جو انت آڻي ڇڏيان ـــ جيڪا ڪهاڻي عبرتناڪ پڇاڙيءَ ڏانهن وڌي رهي آهي، تنهن جو انجام اکين سان ڏسڻ کان اڳ اکيون پوري ڇڏيان.
”هڪ هڪ گهڙي تنهنجي لاءِ موت برابر آهي.“ يوسف چيو، ”جلد ڪر. هَل.“
”يوسف.“ مون پريل آواز ۾ چيو، ”يوسف مون موت کي ايتري ويجهڙائيءَ کان ڏٺو آهي، جو هينئر موت ۽ موت جو تصور منهنجي لاءِ اجنبي نه رهيو آهي.“
”ڳالهيون پوءِ.“ يوسف پنهنجي مٺ منهنجي ٻانهن ۾ قابو ڪندي چيو، ”هن شهر لاهور ۾ هڪ قلعو آهي، جتي قيدين کي اهڙا اهڙا جسماني عذاب ڏيندا آهن جن جو مثال انسان ذات جي

تاريخ ۾ ملڻ مشڪل آهي.“
”مون کي خبر آهي، يوسف.“ مون آهستي وراڻيو، ”تون فڪر نه ڪر. هليو وڃ. پل ته تاريخ جي هن خوني دور ۾ ستم ۽ صبر جو معرڪو ماضيءَ جي ڪنهن ڪهاڻيءَ کي جيئرو ڪري ڇڏي. تون هليو وڃ يوسف.“
”بيوقوف نه ٿيءُ.“
”تون هليو وڃ، يوسف.“
اوچتو مال روڊ تي ماڻهن ۾ ٺاڪوڙ پئجي ويو. آواز آسمان تائين پهچي ويو. هجوم جي پاڃ جو گوڙ ماحول ۾ واڇٽ ڪرڻ لڳو. ٽيئر گيس شيل هڪ ٻئي جي ڪيڏ هلڻ لڳا.
يوسف چيو، ”فساد جو پورو فائدو کڻ. ڀڄي وڃ.“
چيم، ”اڄوڪي رات مان لاهور ۾ رهندس. سياڻي جا پاڳ سياڻي سان.“
يوسف حيرت مان مون ڏانهن ڏٺو. چيائين، ”تنهنجي ڪا ڪَلَ ٽڙيل ته ناهي؟ اڙي تون رات جي ڳالهه ٿو ڪرين! هن شهر ۾ رهندين ته شام تائين مارجي ويندين.“
”مان حياتيءَ جي جنهن دؤر مان گذري رهيو آهيان يوسف، تنهن ۾ مون زندگيءَ ۽ موت جي اڪپوٽ ڏٺي آهي.“ ڪوٽ پائيندي چيم، ”مان نه مرندس.“
پڇيائين، ”ڪيڏانهن ٿو وڃين؟“
ڪيس جواب نه ڏنم.
وراڻي پڇيائين، ”عورت جو چڪر ته ناهي.“
مان خاموش رهيس.
چيائين، ”الاءِ ڇو دنيا جا سڀئي وطن پرست رومانٽڪ هوندا آهن.“
”ڇو جو ڌرتي ۽ عورت ۾ بنيادي مشابهت آهي.“
”ڪهڙي؟“
وراڻيم، ”ڌرتي ۽ عورت ۾ بنيادي مشابهت اها آهي، جو

پيئي پنهنجن سرويچن جــي رت جو سيندور سينڌ ۾ وجهي قيامت تائين سندن شهادت جي ياد تازي رکنديون آهن.“

يــوسف منهنجي سامهون اچي بيٺو. چيائين، ”مانِ تــو کي ٻاهر وڃڻ نه ڏيندس.“

”مان موٽي ايندس يوسف.“

”تون مري ويندين.“

”مان نه مرندس.“

”تون مري ويندين. مونکي پڪ آهي، اڄ تون مري ويندين.“

”يوسف.“ مون کيس پنهنجي اکيانِ هٽائيندي چيو، ”هڪڙي جوتشيءَ مون کي ٻڌايــو هو تــه مان چنچر ڏينهن مرندس. ۽ اڄ چنچر آهي.“

يــوسف ڪجهه ڪاوڙ منجهان چيو، ”شايد جوتشيءَ جو چيو سچ ٿي پوي.“

”مون کي جوتش آزمائڻ ڏي يــوسف.“ ٻاهرين در ڏانهن ويندي چيم، ”اڄوڪي رات ٻچي ويس تــه سڀاڻي ٻاڻهيءَ جلاوطن ٿي ويندس.“

لبرٽي بلڊنگــ جي ڏاڪڻ لهندي محسوس ڪيم تــه مان زنــدگيءَ ۾ ٻيهر وري ڪڏهن سنڌ جا چانورا ڏسي نــه سگهندس. الاءِ ڪيئن اهــو خيال دل ۾ جاڳي آٿيو تــه انقلابي تحريڪن جا ٻهريان جلاوطن جيئري وطن نه ورندا آهن. سوچيم، تہ اڄ رات کان پوءِ مان نہ فقط وطن کان وڇڙي ويندس، پر پنهنجي ٻهرين محبت جو لاش پنهنجن ڪلهن تي کڻي پرديس ۾ ڀٽڪندو رهندس. منهنجي زندگيءَ جو باقي حصو روپوش رهندي گذري ويندو. وطن ورڻ جو انتظار وقت جي ڪوري ۾ ڪامندي رکــ ٿــي ويندو. پڪ ٿي ويم تہ مان خياليءَ جي هين دور ۾ وطن ۽ عورت جو پيار وڃائي ويهندس. اندر مان آهہ اُيري ـــ نہ نہ، مانِ نيپولين نہ آهيان.

ٻيڊن روڊ ماڻهن سان سٿيو پيو هــو. مان پيهه مان واٽــون ڪندو، ڏڪبو ۽ ڏڪيندو مال روڊ تــائين هليو آيس. پوليس وارن

شاگردن کي ٽولڻن مارڪيٽ ڏانهن ڌڪي ڇڏيو هو. ٽولڻن مارڪيٽ جي پسگردائيءَ ۾ شاگردن گهٽين ۽ گهٽن تي قبضو ڪري ورتو هو ۽ اتان پوليس تي پٿر اڇلائي رهيا هئا. پوليس وارن ترڪن جي پوئتان پناهہ ورتي هئي، جتان شاگردن تي ٽيئرگيس جا گولا هلائي رهيا هئا. ڪجهہ شاگرد آلين ٽوڻين ۾ ٽيئرگيس جا گولا جهٽيندا، اک ڇنڀ ۾ پوليس تي ورائي رهيا هئا. سڄو ماحول جيٽوڙيڪ دونهاٽيل هو ۽ هرڪو اکين مان وهندڙ پاڻي اگهي رهيو هو. پر تنهن هوندي بہ هزارين ماڻهو مال روڊ ۽ بيڊن روڊ جي چوواٽي تان پوليس ۽ شاگردن جي ويڙهہ ڏسي رهيا هئا.

مان هوٽل انڊس ڏانهن هليو آيس. اُن طرف هجوم ڇڊو هو. انڊس جي ڪنڊ ۾ ويهي گرم گرم ڪافي ٺڙيءَ ۾ لاٿم. ڦڦڙن ۾ چڙ ساهہ پيو. تڏهن محسوس ڪيم تہ ٻاهران سيءَ ڪجهہ سرس هو. ڪافيءَ جو ٻيو ڪوپ پيئڻ کان پوءِ لڳن مان سيسڙاٽ ڍرو ٿيو.

ذهن گوڙ ۽ گهمسان، ڌڪاون ۽ آوازن کان جڏهن آجو ٿيو تڏهن اندر اٿلي پيو. خيالن ۽ وهمن جا سلسلا وِير وانگر منهنجي وجود کي ورائيندا ويا. هيڪلائي بتواس محسوس ٿيڻ لڳي. رام ۽ سيتا جي ياد دل تي تري آئي. سوچيم، زندگيءَ ۾ ڪجهہ حاصل ڪرڻ لاءِ گهڻو ڪجهہ وڃائڻو بہ پوندو آهي. ها، مان بہ وڃائي رهيو آهيان پنهنجي اڱڻ، وطن ۽ زهره جو قرب. پر سڀڪجهہ وڃائڻ کان پوءِ مونکي ڇا ملندو! وطن جي آزادي! ڇا ان مبهم تمنا جي تڪميل منهنجي مختصر حياتيءَ ۾ ممڪن آهي؟ ماضيءَ جي ڏندڪٿائن مان پڙلاءُ پڌم، تہ انقلابي تحريڪن جي شروعات ڪندڙ، ڦهر جيڪوٽ جي فقط هڪ سِرَ سوري سگهندا آهن. هو جدوجهد جي ابتدا ڪندا آهن. انتها ايندڙ نسل جي انقلابين جي ڪاڪڙي ڪندي آهي. اُن نسل جا جوڌا قهر جا ڪوٽ ڪيرائي اسان جي تمنائن جي تڪميل ڪندا آهن. پر تڏهن اسين نہ هوندا آهيون. اسين ڪنهين کي ياد نہ هوندا آهيون. اسين تاريخن جا صفحا نہ والاريندا آهيون. جنهن وقت ايندڙ نسل اسان جي خوابن جي تعبير

ڀوري ڪندو آهي، تنهن وقت اسين بنا ڪتبي واري قبر ۾ مٽيءَ جي ٿهن هيٺان دفن هوندا آهيون.

خيالن جي راڪاس ڪان جند ڇڏائڻ لاءِ اخبارن جا صفحا اٿلائڻ لڳس جن ۾ خبرون گهٽ ۽ اشتهار وڌيڪ هئا. سموريون اخبارون ملڪ جي امن - امان، ڏهن سالن جي بيمثال ترقيءَ ۽ فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جي اعليٰ انتظام، حڪمت ۽ شخصيت جي خبرن سان ڀريون پيون هيون. مون هڪ هڪ اخبار جي هڪ هڪ ڪالم ۾ ورائي ورائي سنڌ جون خبرون ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اخبارون پريزيڊنٽ فيلڊ مارشل محمد ايوب خان جي شان ۾ بنيادي جمهوريتن جي عوامي نمائيندن طرفان جاري ڪيل حمد و ثنا سان ڀريون پيون هيون. ملڪ جي سياسي هلچل جي باري ۾ هڪ به خبر شايع ٿيل نه هئي.

مان جنهن وقت جينيوا وڃڻ لاءِ سنڌ مان فرار ٿي رهيو هوس، تنهن وقت سنڌ جي ڌرتي برندڙ جبل وانگر ٻري رهي هئي. يوسف جي ڪارن ڪڪرن ۾ بغاوت جي کنوڻ کنوي رهي هئي. موهن جي دڙي جي تاريخ پاسا ورائي رهي هئي. سنڌي قوم سر جو سانگو لاهي ظالم ۽ جابر آڏو سينو ساهي بيٺي هئي. گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ احتجاج جو جهنڊو جهولي رهيو هو. ماحول اهڙو هو، ڄڻ اياز جي هڪ سٽ جي تشريح ڪري رهيو هو— 'مون چرڪي پنهنجو پاند ڏنو، رت آئي ڳاڙهن ٻيرن جي.' آسمان مان آواز پئي آيو— انقلاب، انقلاب، انقلاب. سنڌ ڇڏڻ کان اڳ مان پوليس ۽ سي. آءِ. ڊي کان لڪي ڇپي پويون دفعو امڙ سان ملڻ لاءِ گهر ويو هوس. امڙ جا پير چميندي چيو هوم، 'امڙ مان سنڌ ديس جي آهن جو آواز انساني حقن جي اداري تائين پهچائڻ لاءِ جينيوا وڃي رهيو آهيان. شايد هميشه لاءِ وڃي رهيو آهيان. پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿيان يا ناڪام، پر هيءَ حڪومت مون کي ٻيهر ڪڏهن به پاڪستان جي ڌرتيءَ تي پير پائڻ نه ڏيندي. منهنجي مٺڙي ماءُ، اڄ پويون دفعو مون کي مٺي ڏيئي سيني سان لڳاءِ.

مان تنهنجي ٿيڃ ۾ سنڌوءَ جو پاڻي قيامت ڏينهن بخشائڻ لاءِ جلاوطن ٿي رهيو آهيان.‘ امڙ مونکي مٿي ڏيٺي سيني سان لڳايو هو. سندس اکيون آليون نہ ٿيون هيون. پاڻ کان جدا ڪندي مونکي دعائون ڏنيون هئائين، پر خدا حافظ نہ چيو هئائين. خدا حافظ چوڻ بدران چيو هئائين: ’گهوڙن ۾ گهوٽن، جيئڻ تورا ڏينهڙا ـــ ڪڏهن منجهہ ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جا.‘

بيري جي آواز تي خيالن جا پٽڪندڙ سلسلا ماضيءَ جي ڌُنڌ مان موٽي آيا. بيري ادب سان چيو، ”مال روڊ تي گڙ ٻڙ وڌي ويئي آهي. اسين هوٽل بند پيا ڪريون.“

بل ڏيئي ’انڊس‘ مان ٻاهر نڪري آيس. وقت ڏنم. منجهند جو هڪ ٿي رهيو هو. آس ۾ ماڻهن جي پيهہ سبب سيءُ گهٽ ٿي ويو هو. ٽيئر گئس جو دونهون اکين ۾ چڀڻ لڳو. مون رُمال ڪڍي اکين تي رکيو. ٽولنٽن مارڪيٽ وٽ پوليس ۽ شاگردن جي ويڙهہ هلي رهي هئي. ٽيئر گيس جي گولن جا ٺڪاءَ ٿي رهيا هئا. شاگردن جي پٿربازيءَ سان گهرن، دڪانن، موٽرن ۽ بسن جا شيشا چُور ٿي رهيا هئا.

مال روڊ جا دڪان ذري گهٽ بند هئا. ڪن دڪانن جا اڌ طاق کليل هئا، جن مان دڪانن جا سيلزمين ڳاٽ ڪڍي ٽولنٽن مارڪيٽ ڏانهن نهاري رهيا هئا.

مان الفلاح بلڊنگ ڏانهن هلڻ لڳس. ماڻهن جي ڪُلهي گس هجوم ۾ هڪ مان ئي هوس جنهن جي پٺ ٽولنٽن مارڪيٽ ڏانهن هئي ۽ انسانن جو سمنڊ جهاڳيندو الفلاح بلڊنگ ڏانهن وڌندو پئي ويس. ’ڪشمير شال هائوس‘ کان ’ليڊيز ڪارنر‘ تائين رنگارنگي ڪپڙن وارين پنجابي ڇوڪرين ٻانهن تي ڪارين پٽين ٻڌي بيٺيون هيون ۽ نعرا هڻي رهيون هيون. سندن هٿن ۾ پلي ڪارڊ هئا جن تي مختلف نعرا لکيل هئا. ان هنڌ ماڻهن جي پيهہ گهٽي هئي.

الفلاح بلڊنگ تي پوليس جو زبردست پهرو هو. لوهي ٽوپلن وارا سپاهي هٿن ۾ سنگينون لڳل رائيفلون جهلي بيٺا هئا، ۽ خونخوار

نظرن سان راهگيرن ڏانهن ڏسي رهيا هئا.

"الفلاح" ڏانهن وڌندي مان هڪ پل لاءِ بيٺس. رائيفلون ۽ رائيفلن ۾ لڳل سنگينون ڏسي پنهنجي بدن ۾ سيسڙاٽ محسوس ڪيم. ائين پئي ڀانيم، ڄڻ تہ منهنجي جسم ۽ رائيفلن ۽ سنگينن جي وچ ۾ ڪو نظر نہ ايندڙ سنبنڌ هو، لاڳاپو هو، تعلق هو.

"ڇا پيو ڪرين؟" هڪ صوبيدار سخت ڪَهري آواز ۾ پڇيو.

مون ڏانهس ڏسندي فقط هڪ لفظ چيو، "جي."

"هتي ڇو بيٺو آهين؟"

"ڇو؟"

"منهنجي سوال جو جواب ڏي. هتي ڇو بيٺو آهين؟"

"بيٽر بڪس ڏانهن وڃڻو اٿم."

"اهو (ڳاڙ) بيٽر بڪس وري ڇا آهي؟"

مون بيٽر بڪس ڏانهن اشارو ڪندي چيو، "هُو جيڪو ڪنڊ وارو ڪتابن جو دڪان آهي نہ، تنهن جو نالو بيٽربُڪس آهي."

صوبيدار مونکي هٿ لائي ڦوليو. جڏهن پڪ ٿي ويس تہ منهنجي وَرَ ۾ اٿم بم لڪل نہ هو، تڏهن مونکي دڪان ڏانهن وڃڻ جي اجازت ڏنائين.

زهره اڳواٽ دڪان تي ويٺي هئي. مون کي ڏسڻ شرط مون تائين هلي آئي. فڪرمند پئي ڏٺي. پڇيائين، "صوبيدار تو کي ڇو روڪيو هو."

"منهنجو انٽرويو پئي ورتائين." ورائيم، "پاڪستان تي خدا جي فضل و ڪرم سان اهو دور بہ اچڻ وارو آهي، جڏهن پوليس وارا پنهنجي مرضيءَ ۽ سهوليت مطابق اسان کي جيئري رهڻ جي ڏوهہ ۾ چالان ڪندا."

زهره چيو، "ماحول خراب آهي. شهر ۾ بلوو ٿيڻ وارو آهي."

ورائيم، "خوشيءَ جي ڳالهہ آهي."

"خوشيءَ جي ڳالهہ آهي!" هن حيرت مان پڇيو، "تون

عجيب ماڻهو آهين! تو کي پوءِ نٿو ٿئي؟“

”ڇا جو؟“

”بلوي جو.“

”بلوو مون منولائيءَ کي ڇا ڪندو. منهنجي کهڙي ميل يا ڪارخانو آهي جنهن کو سڙي ويندو.“

”پر، تڏهن بہ.“

”ڪٿي تون ڪنهن مل جي مالڪياڻي تہ ناهين!“

زهره جي منهن مان پريشاني ظاهر ٿيڻ لڳي. چيائين،”هل. فليٽ تي موٽي ٿا هلون.“

”نہ زهره.“ ورائيم، ”اڄ فليٽ تي نہ هلنداسين. اڄ بي-آر-بي- نهر وٽ آها جاءِ ڏسنداسين جتي تنهنجو خالد شهيد ٿيو هو.“

زهره مون کي عجيب نظرن سان ڏٺو. اڳ ڪڏهن بہ مون کي اهڙين نگاهن سان نہ ڏٺو هئائين. انهن نگاهن ۾ مون کي ايتري تہ پنهنجائپ محسوس ٿي جو فيصلو ڪري ڇڏيم تہ اڄ ڪجهہ بہ ٿي پوي، زهره کي ٻڌائيندس، تہ زهره جيڪڏهن تون شهيد ڪئپٽن جي زال آهين، تہ مان بہ وطن پرست آهيان. وطن پرست جي محبت جي دنيا جي ڪابہ محبت مقابلو ڪري نٿي سگهي. مون ٻيهر زهره ڏانهن ڏٺو. نگاهن ۾ پيار هوس، خوف هوس، چيائين، ”سياڻي هلنداسين.“

”سياڻي!“ منهنجي آواز ۾ يا لهجي ۾ الاءِ ڇا هو جو زهره ڇرڪ ڀري مون ڏانهن ڏٺو.

دل ۾ آيو تہ چوانس، ڇري تون کهڙي ’سياڻي‘ جي ڳالهہ ٿي ڪرين— منهنجي لاءِ هن ملڪ ۾ ’سياڻي‘ ڪڏهن نہ ايندي، اڄوڪي شام هن ملڪ ۾ منهنجي آخري شام آهي. مان سياڻي کان اڳ تو کان هميشہ لاءِ وڇڙي ويندس— ۽ زهره، جڏهن مان نہ هوندس تڏهن منهنجي ياد تنهنجي دل مان دنيا جي هر مرد جي ياد کي ٽڙي ڪيندي. اسان سڀني جي محبت ۽ نفرت جو ڪوانت ڪونهي. پر گونگي دل جي ڳالهہ زبان تائين نہ آئي. فقط ايترو چيم، ”سياڻي

جي ڳالهہ نہ ڪر زهره. جيڪي ٿيڻو آهي، پنل تہ اڄ ٿي وڃي."

زهره چيو، "مون کي خبر آهي، تون ضدي آهين. تون نہ مڃيندين."

غم اکين مان ليڪا پائڻ لڳس. ڪلهن تان ڪشميري شال کسڪي ويس. دڪان کان ٻاهر ڏسڻ لڳي،

اسين دڪان مان نڪري آياسين. 'الفلاح' تي پهرو ڏيندڙ سپاهين منهن ورائي اسان ڏانهن ڏٺو. پريان صوبيدار بيد جو لڪڻ پنهنجي ڪلف لڳل پتلون سان هٽندي ڪنگهڪار ڪئي. زهره پڇيو، "اسان جي ملڪ مان پوليس کي ختم ڪيو وڃي تہ جيڪر چڱا ٿي پوي."

"چڱا وري چڱا!" مون صوبيدار ڏانهن ڏسندي چيو، "چوريون، خون، ڌاڙا، بدمعاشيون جيڪر هڪدم ختم ٿي وڃن."

زهره جي چپن تي مرڪ تري آئي. اسين الفلاح جي حدن مان نڪري وياسين. ٻئي ڪجهہ دير خاموش هلندا رهياسين.

زهره چيو، "لڪشمي چوڪ وٽان ٽيڪسي ملي ويندي."

"ٿانگي ۾ هلنداسين، زهره." ورائيم، "پل تہ اڄ وقت جون محدود گهڙيون اينگهجي وڃن."

"چو اينگهجي وڃن؟" زهره منهن ورائي مون ڏانهن ڏٺو. چيم، "دل چاهي ٿي تہ زندگيءَ جي هلندڙ هڪ هڪ ساعت صدي ٿي پوي، ۽ اهي ساعت تنهنجي ويجهو گذاري ڇڏيان. ۽ پوءِ جڏهن هتان هليو وڃان، تڏهن پاڻ سان اهو وهم ڪٺي وڃان تہ تون مون سان آهين، مون وٽ آهين."

زهره هلندي هلندي ٻيهي رهي. پاسي مان ڦري منهنجي سامهون اچي بيٺي. پڇيائين، "ڪٿي تون مونسان محبت تہ نٿو ڪرين."

مون کي پنهنجي مرڪ جي کوڙاڻ محسوس ٿي. چيم، "لڪشمي چوڪ وٽان ٽانگو ملي ويندو."

چيائين، "منهنجي ڳالهہ نہ لنواءِ."

”ڪهڙي ڳالهه.“

”اهائي، ته ڪٿي تون مونسان محبت ته نٿو ڪرين.“

”مان فقط ايترو چاٺان ٿو.“ ورائيم، ”ته مان جنهن عورت سان محبت ڪندو آهيان، تنهن عورت جي دل ۾ ڪنهن ٻئي مرد جي ياد جون سرحدون نڪتل آهن.“

ائين منهن ڦيرايائين. جڻ مون کان منهن تي آسري آيل تاثر پي لڪايائين. مونکان وِک ڪن اڳيرو ٿي هلڻ لڳي.

لڪشمي چوڪ وٽ فساد جا آثار نه هئا. ٽانگو ڪري بي-آر-بي نهر ڏانهن رواِنا ٿياسين. گهڻي وقت ٻئي خاموش ويٺا هئاسين. زهره کي چيم، ”ڪجهه ڳالهاءِ نه زهره.“

تڏو ساهه کڻي چيائين، ”ڇا ڳالهايان.“

چيم، ”اهو به مونکي ٻڌائڻو پوندو ڇا؟“

پوءِ، جڏهن ڳالهائڻ لاءِ ڪنهن ڳالهه جو منڍ نــه مليس، تڏهن پڇيائين، ”ماني کاڌي اٿئي.“

”اڄ اجاين ڳالهين ۾ وقت نه وڃائينداسين.“ ورائيم، ”اڄ اڄ ته اهڙيون ڳالهيون ڪريون زهره، جيڪي آئينده زندگيءَ ۾ نه تون وساري سگهين، ۽ نه مان.“

غور سان مونڏانهن ڏسندي چيائين، ”اڄ تــون اهو ناهين جيڪو روز هوندو آهين.“

مونکي کل آئي. پڇيومانس، ”اڄ منهنجي مٿي تــي سڱ نڪري آيا آهن ڇا؟“

”چرچي ۾ ڳالهه نه ٽار.“

”ڇا جي ڳالهه.“

”هائي ايڏو پورڙو به ناهين.“

”ته سچ پچ ٻڌايانءِ؟“

”جي مرضي پوئيٿي ته.“

”ته ٻڌ.“ مون آواز ڳورو ڪندي چيو، ”عزيز هم وطنو، ايوب خان جي جاءِ تــي مان اسلامي جمهوريه پاڪستان جو صدر

تيئن وارو آهيان."

"هونهہ." زهره خفي ٿي ويئي. چيائين، "مان بہ ڪا صفا بيوقوف آهيان. پلا مون کي ڪهڙو حق ٿو پهچي جو توکان تنهنجين ذاتي ڳالهين جي باري ۾ ڪجهہ پڇان!"

"زهره." سبون سندس اداس اکين ۾ ڏسندي چيو، "دنيا ۾ فقط بہ عورتون آهن جن کان مان ڪجهہ لڪائي نہ سگهندو آهيان. انهن مان هڪ تون آهين، ٻي منهنجي ماءُ."

"اجايون ڳالهيون نہ ڪر." پڇيائين، "جڏهن کان لاهور آيو آهين، تڏهن کان ڪڏهن پلجي بہ پنهنجي ماءُ کي خط لکيو اٿئي."

"مون ضرورت محسوس نہ ڪئي."

"تون ڪهڙي قسم جو پٽ آهين. ماءُ کي خط لکڻ لاءِ بہ ضرورت محسوس ڪبي آهي!"

مون پنهنجي اندر ۾ آنڌ مانڌ محسوس ڪئي. چيم، "اهڙ مون کي هلڻ وقت خدا حافظ نہ چيو هو، زهره."

"خدا حافظ نہ چيو هئائين توکي!" حيرت مان پڇيائين.

ورائيم، "خدا حافظ کان ڪجهہ وڌيڪ چيو هئائين."

پڇيائين، "خدا حافظ کان وڌيڪ هڪ ماءُ پنهنجي پٽ کي پيو ڇا چئي سگهندي. جنگ تي موڪلڻ مهل بہ ماءُ پنهنجي پٽ کي خدا حافظ چوندي آهي."

کيس ٻڌايم، "پر سرڪش سنڌين جون مائرون موڪلائڻ مهل 'خدا حافظ' چوڻ کي بزدليءَ جي علامت سمجهنديون آهن."

پڇيائين، "تہ پوءِ سنڌي مائرون پنهنجن پٽن کي الوداع ڪيئن ڪنديون آهن."

جواب ڏنم، "الوداع ڪرڻ مهل سنڌي مائرون پنهنجن پٽن کي چونديون آهن: گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا — ڪڏهن منجهہ ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جاءِ."

"مان پنهنجي ڪُند ذهن سان توکي ڪڏهن بہ سمجهي نہ سگهنديس." هن جهيڻي آواز ۾ چيو، "تون ڪير آهين. لاهور ۾

ڇا ڪرڻ آيو آهين! مان توکي سمجهي نه سگهنديس."

"ڇا ڪنديئه مونکي سمجهي." آواز ۾ درد ڇـو احساس ٿيم. چيم، "سمجهجانءِ، زندگيءَ جي سفر ۾ هڪ مسافر ساهي پٽڻ لاءِ ترسيو هو، هليو ويو."

"مون کي خبر آهي." زهره جي لهجي ۾ لوچ هئي. چيائين، "مون کي خبر آهي، ته هڪ ڏينهن تون هليو ويندين."

دل جهلي، منهن ٻئي پاسي ڪندي چيم، "منهنجي وجـڻ جي ويل اچي ويئي آهي، زهره."

زهره ڦتڪي، ڦيرو کائي، مون کي ڪلهي کان وٺي منهنجو منهن پاڻ ڏانهن ڪري ڇڏيو. پُتليون پٿر ٿـي ويس. خالي نگاهن سان مون ڏانهن ڏسڻ لڳي. مون محسوس ڪيو، ڄڻڪ ڏهن اسين ٽانگي ۾ نه هجون ها، اڪيلا هجون ها، هوءَ مون کي ڀاڪر ۾ ڀري روئي پـوي ها. ضبط ڪندي غمناڪ لهجي ۾ فقط ايـترو چيائين، "تون هليو ويندين."

سندس ان هڪ جملي ۾ سڄي دنيا جو درد هو، ڏک هو. اهو هڪ جملو سندس صدمي جـو شاهد هو. اُن وقت سـان اهـو سمجهي نه سگهيس ته شهيد مڙس جـي ياد جو مندر من ۾ ڪٺي هلڻ واري عورت منهنجي لاءِ ايتريقدر بيچين ڇو ٿي پيئي! مون اوپري، اجنبي شخص لاءِ ان حد تائين بيڪل ڇو ٿي پيئي جو مان گهڙي کن لاءِ اهو سوچڻ تي مجبور ٿي پيس ته ڇڻ سندس من ۾ خالد جي ياد جو مندر مسمار ٿي ويو. هڪ لحظي لاءِ وهم ورائي ويو، ٿيـ آهي سرحدون جن کي مان آڪري نه سگهيو هوس، آخري ملاقات ۾ پار ڪري زهره جي هيڪلي دل ۾ داخل ٿـي ويـو هوس. پـر غلط فهمي يا خوشفهميءَ وارو پل اک ڇنڀ ۾ گذري ويو.

آهستي چيم، "مون کي پنهنجي خالد جون ڳالهيون ٻڌاءِ."

"ڇا ٻڌايانءِ."

"خالد جي حب الوطنيءَ جي باري ۾ ٻڌاءِ."

"هو وطن لاءِ مرڻ کي موت جي معراج سمجهندو هو."

”ٺيڪ سمجهندو هو تنهنجو خالد.“ ورائيم، ”پر زهره، ڪجهہ انسان وطن لاءِ اهڙي نموني سر جو نذرانو ڏيندا آهن، جو سندن موت معراج ڪان مٿي تي ويندو آهي.“

زهره ڪجهہ حيرت ۽ ڪجهہ اداسائيءَ واري نگاه سان مون ڏانهن ڏٺو. ڄڻ منهنجي ڳالهہ تي يقين نہ پئي آيس. فقط ايترو چيائين، ”ائين وري ڪيئن هوندو.“

چيم، ”اهي ڌرتيءَ جا لال يونيفارم نہ پائيندا آهن. در مهيني پگهار نہ وٺندا آهن. سندن ياد ۾ سيمنٽ جا سهڻا يادگار کڙا نہ ڪيا ويندا آهن. هو، جڏهن ڌرتي ماءُ جو سڏ ٿيندو اٿن، تڏهن سر جو صدقو ڏيئي حب‌الوطنيءَ جي تاريخ پنهنجي رت سان لکي ڇڏيندا آهن.“

زهره ٽڪ ٻڌي مون ڏانهن ڏسڻ لڳي. مون ڏانهن ائين ڏسڻ لڳي ڄڻ مون ڪي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي.

ٽانگو شهر کان پري نڪري آيو هو. رستي جي ٻنهي پاسن کان ٿوهر هئا. ٿوهرن کان پرڀرو پيرڻو زمين جي مٿاڇري تي ساوڪ جي سائي چادر وڇايل هئي.

ٽانگي واري پيڙي دکائي ڪش هنيو. هو ويڪري هاٺيءَ وارو ڪُراڙو قداور مڙس هو. جهاڪن جو هيريل هو. ٽانگو جهاڪن ۾ جهجهڻ لڳو ۽ هُو سلطان باهوءَ جو ڪلام آهستي آهستي جهونگارڻ لڳو:

”دردمندان ديان آهين ڪولوُن پهاڙ پٿر دے جهڙدے هو،
دردمندان ديان آهين ڪولوُن پيچ ناگ زمين وچ وڙدے هو،
دردمندان ديان آهين ڪولوُن آسمانوُن تارے جهڙدے هو،
دردمندان ديان آهين ڪولوُن ’باهوُ‘ عاشق موُل نہ ٻردے هو.“

زهره ۽ مون هڪٻئي ڏانهن ڏسي ورتو.

جهاڪن ۾ جهجهندي ٽانگي وارو جهونگاريندو رهيو—

”درد آندر دا آندر ساڙي، باهر ڪران تسان گهائل هو،

حالُ آساڊا اوه ڪينو ڙين جانن، جيو دنيا تي مائل هو،
بحر سمندر عشقي والا، هردم اهندا حائل هو،
پهچُ حضور اسان ته ’باهوُ‘ اسان نام تيزي تهي مائل هو.“

مون زهره ڏانهن ڏٺو. هوءَ ڪنهن ڪشمڪش ۾ ڦٿجي ويئي هئي. اڪيون ٽانگي جي ڦرندڙ ڦيٿي تي کُپايُي ڇڏيون هٽائين. هٿن جون آڱريون هڪٻئي ۾ وچڙيل هئس. ڪشميري شال سرڪندي، لهي اچي هنج ۾ پيئي هئس. پوءِ جڏهن ٽانگو بي-آر-بي نهر وٽ اچي بيٺو، تڏهن به هوءَ خيالن جي ڪاڪ مان نڪري نه سگهي. سمت ۾ نه آئي. مون جڏهن شال هنج مان کڻي سندس ڪلهن تي ويڙهي، تڏهن هن هلڪڙو ڇرڪ ڀريو. هيڏانهن هوڏانهن ڏسي، اکيون ڇنڀي ورتائين. پوءِ ٽانگي مان لهندي جڏهن پير پائدان تي رکيائين، تڏهن پير ڪنبي ويس. ٽانگي جي ڏيٺ ۾ مٺ وڌائين، ته مٺ ڦٿجي نه سگهيس.

سرگوشيءَ ۾ ڪيس سڏيم، ”زهره.“

هن منهن هيٺ ڪري ڇڏيو. ڪنڌ جهڪائي ڇڏيائين. ڪلهن جي ڪنبڻ مان سمجهيم ته هوءَ اندرئي اندر ويرون وڍجي رهي هئي. آڏمن کي ٻاهر اچڻ کان روڪي رهي هئي.

ڪيس ٻيهر آهستي سڏيم، ”زهره.“

هن منهن مٿي نه ڪيو. ۽ پوءِ، الاءِ ڪيئن لفظن کي ڪنبندڙ چپن تائين آندائين. چيائين، ”هتي، اصل هن جاءِ تي منهنجي خالد هندستاني فوج جي هڪ ڪمپنيءَ کي ٽن ڪلاڪن تائين اڪيلي سر روڪي ڇڏيو هو.“

مان ٽانگي مان لهي، ٻئي پاسي کان ڦري زهره جي ڀرسان اچي بيٺس. هن جو هڪ پير پائدان تي هو ۽ ٻيو ٽانگي جي هودي ۾. ڪنڌ مٿي نه ڪيائين. شايد مون کان لڙڪ لڪائي رهي هئي.

مون ٽانگي واري کي چيو، ”واپس هل.“

”ترس،“ زهره هڪدم چيو. رئي جي پلاند سان اکيون اگهي ٽانگي مان لهي آئي. ڏوڙي، ڌرتيءَ تان مٽيءَ جي چپٽي

پري پنهنجي سينڌ ۾ وڌائين. ۽ پوءِ، جيئن بند ٽُٽڻ کان پوءِ ڍنڍ پنهنجي پوري زور سان، ۽ ساوڻيءَ جو سنڌو ملڪ کي جل ٿل ڪري ڇڏي، تيئن زهره جي برداشت جو بند ٽُٽي پيو. هوءَ رئي ۾ منهن لڪائي، اوڇنگارون ڏيئي روئي پيئي.

"زهره." مان ڪجهہ چئي نہ سگهيس. ڪيس آٿت ڏيڻ لاءِ مون وٽ لفظ نہ هئا. ڪيس هنجون هاريندي ڏسي سوچيم، هيءَ عورت نڪاح جي ٻن ٻولن ۾ ٻڌل نہ آهي— هن عورت کي پنهنجي شهيد مڙس سان عشق آهي. مان ستن جنمن ۾ بہ خالد جي ياد زهره جي دل مان ڪڍي نہ سگهندس.

سندس ڪلهي تي هٿ رکندي چيم، "زهره، دل جي درد لاءِ اکيون آب حيات بخشي سگهن ها، تہ جيڪر دنيا مان غم موڪلائي وڃي ها. نہ روءُ زهره، نہ روءُ."

ٽانگي وارو ٽانگو ڇڏي، ٻيڙي ڇڪيندو ڪنڌين ڏانهن هليو ويو.

زهره پنهنجو منهن منهنجي سيني ۾ لڪائي ڇڏيو. سندس روڪيل روڪيل سڏڪا منهنجي روح مان پار ٿيندا ويا.

چيم، "زهره، پنهنجي ڏک جو ڏونگر مون کي ڏيئي ڇڏ. اڄ رات کان منهنجي زندگيءَ جو جيڪو سفر شروع ٿيندو، تنهن ۾ اهو ڏونگر مان ڏيهان ڏيهہ کڻي گهمندس."

هوءَ مون کان پري ٿي ويٺي. آلين اکين سان مون ڏانهن ڏسڻ لڳي. ڪجهہ نہ چيائين. رئي جي ڪنڊ سان اکيون اُگهي ٽانگي ۾ چڙهي ويٺي. مان پرسان وڃي ويٺوسانس.

ٽانگي وارو ڪنڌين وٽان موٽي آيو. پڇيائين، "ڪيڏانهن هلان."

چيم، "بيدن روڊ."

زهره پريل آواز ۾ پڇيو، "ڇو."

"تون ذهني طرح پريشان آهين." ورائيم، "منهنجو خيال آهي، پاڻ فليٽ تي موٽي هلون."

تڏو ساهہ کڻي پڇيائين، ”۽ پوءِ“
جواب ڏيڻ کان اڳ ڏانهس ڏٺم، ”۽ پوءِ مان هليو ويندس.“
جيئن ڪنڊي ڪلي ۽ ۾ اٽڪي پوي ۽ بيان کان ٻاهر ايذاءُ ڏئي، تيئن ڪو لفظ زهره جي نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو. لڙڪ هيڏانهن هوڏانهن نهاريائين. پوءِ پريل آواز ۾ ڳالهايائين، ”ڇا اهو ممڪن ناهي تہ شاليمار کان ٿيندا هلون.“
ڳجهارت جي ڳنڍ ۾ پيچ پئجي ويو. مقدر جو مام عميق ٿي ويو. سوچيم، اڄ دل جو غوراب غلطفهميءَ جي ڪُن ۾ غرق ٿي ويندو. دل کي سمجهايم تہ جنهن عورت کي صبح شام خالد جي وائي وات آهي، سا موں سان هرگز محبت ڪري نہ سگهندي. هينئر، هن وقت جيڪي ڪجهہ رونما ٿي رهيو آهي، سو نظر جو دوکو آهي— سرت سمجهہ جو فريب آهي. اهو عذاب فقط منهنجي نصيب جي ڪتبي تي لکجي ويو آهي، تہ مان حياتيءَ جي آخري دور ۾ ڪنهن اهڙي عورت سان محبت ڪيان جنهن جي دل ۾ منهنجي لاءِ جاءِ نہ آهي.
مون کي خاموش ڏسي، زهره بيحد اداس لهجي ۾ چيو، ”الفلاح وٽ چيو هوءِ نہ، تہ اڄ جيڪر زندگيءَ جي هڪ هڪ ساعت صدي ٿي پوي.“
”ها، چيو هوم. پر اُن وقت اهو نہ سوچيو هوم، تہ اسان جهڙن انسانن جي صدي ڪڏهن ڪڏهن ساعت بہ ٿي پوندي آهي.“
ٽانگي واري کي چيم، ”شاليمار هل.“
بي-آر-بي کان موٽندي سج لهي ويو. سانجهي آئي. آسمان مان اونده ڇڻندي آئي. سيءَ وڌن لڳو. زهره پاڻ کي چڱي طرح شال ۾ ويڙهي ڇڏيو. سڙڪ جي ڪناري کان بيٺل بجليءَ جي ٿنڀن ۾ بلب ٻري پيا.
زندگيءَ جو رشتو جڏهن ڇڇي ڌار ٿيڻ تي هوندو آهي، تڏهن لفظ ۽ جملا اظهار جي قوت وڃائي بيمعنيٰ ۽ بيسود ٿي پوندا آهن. آهي انسان، جيڪي هميشہ لاءِ هڪٻئي کان ڌار ٿيڻ لاءِ

مهلت جا مهمان هوندا آهن، سي خاموش رهندي بہ پاڻ ۾ ڳالهائي وٺندا آهن. شاليمار تائين زهره ۽ مون زبان مان اکر نہ آڪليو.

شاليمار جي وڻن، ٻوٽن ۽ چپر تــي رنگارنگي بلب جهرمر ڪري رهيا هئا. بــاغ ۾ ماڻهو تمام گهٽ هئا. شايــد شهر ۾ فساد سبب پنهنجي پنهنجي وٿاڻ وچـــي ٿانئينڪا ٿيا هئا. ايڪڙ ٻيڪڙ جوڙي ڪان سواءِ سمورو باغ ويران هو، جنهن ۾ زهره ۽ مــان ٻن بيچين روحن وانگر ماٺ ۾ ۽ سانت ۾ ڳاڙهين سيرن جي فرش تي هلي رهيا هئاسين. آن وقت محسوس ڪيم، تہ اهو ضروري ناهي تہ جڏهن اندر ۾ اونده هوندي آهي، تڏهن ٻاهريون روشنيون اکين ڪــي ڀاءِ پونديون آهن. جڏهن اندر ۾ اونده هوندي آهــي، تڏهن سٺن سجن جي روشني بہ تاريڪيءَ جي احساس کي ختم ڪري نہ سگهندي آهي.

زهره پڇيو، ”صبح مون سان وچڻ جو ذڪر ڇو نہ ڪيو هــوءِ.“

”صبح ويل مون کي بہ خبر نہ هئي تہ اوچتو وڃڻو پوندوم.“

”وري ڪڏهن لاهور ايندين؟“

”ٻئي جنم ۾.“

”ٻئي جنم ۾ اعتبار اٿئي ڇا؟“

”ها.“ وراڻيم، ”پر ٻئي جنم ۾ مــان جلد ايندس. ان کان اڳ جــو ڪو ڪيپٽن يــا ميجر تنهنجي دل ۾ منهنجي پيار تــي پابندي وجهي ڇڏي، مان تو کي حاصل ڪندس.“

ڪجهہ هٻڪندي پڇيائين، ”سنڌ ڏانهن ويندين.“

”نہ.“

”تہ پوءِ؟“

”مونکي خبر ناهي.“

هوءَ چبوتري جي پاسي ۾ رکيل بينچ تي ويهي رهي. مان وچي ڀر ۾ ويٺومانس. گوڏن تي ٻانهون رکي چپر جي روشنين ڏانهن ڏسڻ لڳي. پڇيومانس، ”ڇا پيئي سوچين؟“

ڪنڌ مٿي ڪرڻ بنا ڳالهايائين، ”وقت پتر ڪري آڏامندو

تو وچي.“

مان خاموش رهيس.

پڇيائين، ”خط لکندين.“

”چاهيندي به نه لکي سگهندس،“ آهستي ورائيم.

بينچ جي پٺيءَ سان ٽيڪ ڏيئي ويئي. هن ڪنهن حد تائين پاڻ سنڀالي ورتو هو. مون ڏانهن ڏسندي پڇيائين، ”مون کي ياد ڪندين.“

”اهو پڇي ڇا ڪندينءَ.“ ورائيم. ”پڪ ته توکي ڪڏهن وساري به سگهندس.“

”مون ۾ ڇا رکيو آهي جو مون کي وساري نه سگهندين.“

هوءَ بينچ تان اٿي ويئي. ڳاڙهين سرن جي فرش تي اڳيرو هلي ويئي.

”نرس زهره.“

هوءَ پٺيري بيهي رهي. سندس پٺيان وڃي بيٺس. چيم، ”ان کان اڳ جو مان هميشه لاءِ هتان هليو وڃان، مان اهو اظهار ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان ته تون منهنجي پهرين ۽ آخري محبت آهين.“

”ته نه.“ زهره هڪدم منهن ورايو. چيائين، ”توکي مون سان محبت ڪرڻ نه گهرجي.“

”اهو منهنجي وس ۾ ناهي.“ چيم، ”اهو ڄاڻندي به، ته توکي پنهنجي شهيد مڙس جي ياد سان بيپناهه پيار آهي، مون توسان محبت ڪئي آهي، زهره.“

”مان جو چوانءَ ٿي، توکي مون سان محبت ڪرڻ نه گهرجي.“

”مان پنهنجي اڻمِي پيار جي عيوض توکان ڪنهن به قسم جي طمع نٿو رکان.“

”پر،“ هوءَ هڪي ٻڪي پيئي. چيائين، ”منهنجو مطلب آهي، مان تنهنجي محبت جي قابل ناهيان.“

”يا تون مونکي محبت جي لائق نٿي سمجهين،“ هڪدم چيم.

"نہ نہ ۔ اُئين ناهي۔" هوءَ چپ ٿي ويئي۔

مون سندس پريشان اکين ۾ ڏسندي چيو، "مان اڄ اڌ رات ڌاري هميشه لاءِ هتان هليو ويندس۔ وڃڻ کان اڳ فقط ايترو پڇڻ گهران ٿو، تہ جنهن عورت کي مان عبادت جي حد تائين چاهيندو رهيو آهيان، تنهن عورت جي دل ۾ منهنجي محبت ٻئي مرد جي ياد کي ميساري سگهي آهي، يا نہ۔"

مون زهره جا چپ ڪنبندي ڏٺا۔ چيائين، "خبر اٿئي مان ڪير آهيان؟"

"مان فقط ايترو ڄاڻان ٿو زهره،" ورائيم، "جهڙي محبت مون توسان ڪئي آهي، تهڙي محبت اڄ تائين دنيا جي ڪنهن بہ مرد ڪنهن عورت سان نہ ڪئي هوندي۔"

چپن تي زهريلي مرڪ ۽ اکين ۾ غم ڀري آيس۔ چيائين، "مون سان محبت نہ ڪر۔"

چيم، "دنيا جي ڪابہ طاقت مون کان محبت جو حق کسي نٿي سگهي۔"

صنوبر جي ٿڙ سان ٻڌل ٽيوب لائيٽ جي روشني ۾ زهره جون اکيون لڙڪن سان تمتار ٿينديون ڏٺم۔ پوءِ ڏڏندڙ ۽ ڪنبندڙ آواز ۾، پگهل ٿڌل لهجي ۾ — جنهن ۾ صدين جي ستم جو سماع هو، چيائين، "مان ويشيا آهيان۔"

مون کي پنهنجن ڪنن تي اعتبار نہ آيو۔

زهره جون اکيون ملهار ٿي پيون۔ چيائين، "مان توکي دوکي ۾ رکڻ نٿي چاهيان۔ مان فاحشہ آهيان— 'ڪال گرل' آهيان۔"

شاليمار جا جهرمر ڪندڙ بلب ٿوري دير لاءِ منهنجين نگاهن ۾ وسامي ويا۔ هيبتناڪ اونده وايو منڊل کي آڪري ويئي۔

تڏهن زهره جو آواز ٻڌم، "مون کي معاف ڪر۔ مون توکي دوکي ۾ رکيو هو۔ منهنجا اهڙا ڀاڳ ڪٿي جو ڪنهن شهيد ڪئپٽن جي زال سڏائي سگهان۔"

وايومنڊل اونده جي ڪُن مان نڪري آيو۔ رنگا رنگي

بلبن جي روشنيءَ ۾ زهره جي پنبڻين تي لڙڪن جا موتي چمڪندي ڏٺم. سندس هٿ ۾ هٿ ڏيندي چيم، ”ڪجھ انسان پنهنجي وجود ۾ خواهشن ۽ تمنائن جو قبرستان ڪڻي گهمندا آهن؛ ۽ ڪجھ انسان انهن خواهشن ۽ تمنائن جي رڃ ۾ پنيان ڊوڙندي رڻ ۾ رُلي ويندا آهن. ڪن انسانن جا خواب خسيس ۽ سطحي هوندا آهن؛ ۽ ڪي تو وانگر هڪ آدرش جي تڪميل لاءِ زندهہ رهي زندگيءَ جو زهر پيئندا آهن.“

زهره ڏڪ وچان چيو، ”مان فقط ايترو ڄاڻان ٿي، تہ مان تڪارڻ لائق آهيان.“

”مون توکي تنهنجي ماضي، حال ۽ مستقبل سميت چاهيو آهي.“ وراڻيم، ”تون جيئن آهين، جهڙي آهين، منهنجي محبت جو مرڪز آهين.“

مون کان اڳيرو هلندي پڇيائين، ”تون ڪهڙي قسم جو مرد آهين! مونکي ڌڪارين ڇو نٿو، مونکان نفرت ڇو نٿو ڪرين؟“

جواب ڏنم، ”اسين سنڌ ملڪ جا ماڻهو عورت ۽ ڌرتيءَ جي عزت ڪندا آهيون.“

زهره حوض جي ڦوهارن وٽان ڦري باره دريءَ ڏانهن هلي وئي. مان پريان کيس ڏسندو رهيس. هوءَ چيڙهہ جي پرسان ڌڪوما جي گلن وٽ بيهي رهي. ڌڪوما جي ٽارين ۾ اڇا - ساوا ننڍڙا بلب ٻري رهيا هئا. هن چيڙهہ جي ٿڙ سان ٽيڪ ڏيئي، روشنين کان منهن موڙي، اونداهہ ڏانهن رخ ڪري ڇڏيو. وڃي وڃي سندس ڪلهي تي هٿ رکيم. سرگوشيءَ ۾ چيم، ”زهره.“

هوءَ چيڙهہ جي ٿڙ وانگر ساڪت هئي.

”زهره.“ مون پيهر آهستي کيس سڏ ڪيو.

هن اونداهہ مان وراڻيو، ”مان توکي پنهنجو مڪروهہ منهن ڏيکارڻ جهڙي ناهيان.“

”تون منهنجي لاءِ ساڳي زهره آهين.“ سندس ڪلهي تي هٿ رکندي چيم، ”تون منهنجي لاءِ ساڳي زهره آهين، ڪنهن

شهيد ڪيپٽن جي زال."

زهره اونده ۾ اکيون وجهي پگهل تتل لهجي ۾، جنهن ۾ بيپناهہ ايذاءَ جو احساس هو، درد هو، چيو، "مون کان هميشه نفرت ڪئي ويئي آهي. منهنجي جسم کي تہ چاهيو ويو آهي، پر ڪنهن بہ منهنجيءَ دل جي اڪيلائين ۾ داخل ٿي مونکي محبت نہ ڏني آهي."

"مون کي بہ اُنهن مان هڪ ٿي سمجهين؟"

"مان تنهنجي ڳالهہ تہ نٿي ڪريان. پر—"

"تون پنهنجي ڳالهہ پوري ڪر زهره."

"منهنجو مطلب آهي—"

"هرگز نہ. يقين ڪر، مان پنهنجي اٺمي پيار جي عيوض توکان ڪنهن بہ قسم جي طمع نٿو رکان." مون ڏک وچان چيو، "مان تہ ڪجهہ گهڙين جو مهمان آهيان. ٿوري دير کانپوءِ هميشه لاءِ هليو ويندس."

"تون عجيب انسان آهين." زهره وچڙيل لهجي ۾ ڳالهايو. چيائين، "سڀ ڪجهہ چاهيندي بہ مون کي چاهين ٿو."

وراڻيم، "مون ڏيتي ليتي نہ ڪئي آهي، زهره. مون محبت ڪئي آهي."

"پر ڇو؟" هن سخت ڪشمڪش مان پڇيو، "تو مون سان محبت ڇو ڪئي آهي."

"تنهنجو سوال بلڪل بيمعنيٰ آهي." چيم، "اهڙو سوال مون کان وري ڪڏهن بہ نہ پڇجانءِ." مون کي لهجي جي ڪوڙاڻ جو احساس ٿيو.

زهره جي منهن مان تعجب ظاهر ٿيو. ڏک جو ڏيک گهڙي پل لاءِ اکين جي حيرت ۾ گم ٿي ويس. چتائي مون ڏانهن ڏٺائين. پوءِ آهستي، پر چٽي آواز ۾ پڇيائين، "تون ڪير آهين؟"

مون ڪيس جواب نہ ڏنو.

هن ٻيهر پڇيو، "تون ڪير آهين."

مان تڏهن بہ خاموش رهيس.

”تو کي ٻڌائڻو پوندو،“ هوءَ بيچين ٿي پيئي. چيائين، ”ٻڌائين

چو نٿو، تہ تون ڪير آهين.“

مون سندس سوال نظرانداز ڪري ڇڏيو. وراڻي پڇيو مانس،

”مون سان موت جي سفر تي هلندينءَ، زهره.“

**پڇاڙيءَ جي شروعات:**

زهره منهنجيين ٻانهن ۾ هئي. ٽيپهريءَ جو سج آسمان مان

باهہ ڇڏي رهيو هو.

رت وهي وڃڻ سبب زهره جو منهن هيڊ جهڙو ٿي ويو هو.

اکيون ڏرا ڏيئي ويون هئس. چپ اُڃ ڪان سُڪي ڏوٽ ٿي ڏري

پيا هئس. بدن سَت ڇڏيندو پي ويس.

رائيفل جي گولي ڪيس ساڄي ٿَڻ جي سٿر ۾ لڳي هئي.

سٿر جو هڏو چِٿجي چوُر ٿي ويو هئس. ٿَنگ مُشڪن جي تندن

۾ لڙڪي رهي هئس. مان ڪيس ترائيءَ مان ڪڍي، پٿرن تان ٿڙندو

ٿاٻڙندو جبل جي ڪپل چاڙهي چڙهي آيو هوس.

ترائيءَ جي پرئين پاسي ڪان رينجرس ۽ سرحدي فوج جا

گهوڙيسوار ميٺيءَ جو طوفان اُڏائيندا پي آيا.

اڌ چاڙهي چڙهڻ ڪان پوءِ منهنجو پنهنجو ساهہ چڙهي آيو.

هڪ ڇپ جي ڇانو ۾ ساهي پٽڻ لاءِ ترسيم. زهره کي پنهنجي

سهاري ٽيڪ ڏيئي ويهاريم. سندس ساهہ جو سلسلو وڇڙي رهيو هو.

منهن منهنجي ڪلهي تي رکي اکيون بند ڪري ڇڏيائين.

مون ٻانهن وراڻي سندس منهن پنهنجي سيني ۾ لڪائي ڇڏيو.

چيم، ”تو منهنجي لاءِ ڪيترو نہ ڀوڳيو آهي، زهره.“

جهيڻي آواز ۾ وراڻيائين، ”مان خوش آهيان. بيحد خوش

آهيان.“

ڪيس ڪراڙيءَ ۾ ڪندي چيم، ”مون کي معاف ڪر.“

ڪجهہ دير تائين جڏهن ڪيسڻ پاڻ ڪان پري نہ ڪيم، تڏهن

نبل آواز ۾ پڇيائين، ”روئين تہ نہ ٿو.“

ڏُک جي زهر جو ڍُڪ پيئندي چيم، ”جبل جي چوٽيءَ وٽ اڇو پٿر ڏسين ٿي، زهره. ان پٿر کان پوءِ پاڪستان جي سرحد ختم ٿي ويندي.“

تمام ڪمزور آواز ۾ چيائين، ”مون کي ڪجهه ڏسڻ ۾ نہ ٿو اچي.“

مون چپ پيڪوڙي اکيون بند ڪري ڇڏيون.

آهستي پڇيائين، ”سنڌ جون سهاڳڻيون پنهنجن ورن کان موڪلائڻ مهل ڇا چونديون آهن.“

منهنجي هانءَ ۾ هٽ پيو. اندر مان درياهہ اڇل کائي اکين تائين هليو آيو، پر پنبڻين جو بند ٽپي نہ سگهيو.

ڇڇندڙ آواز ۾ چيائين، ”ٻڌاءِ نہ.“

منهنجي سنڌ سنڌ مان پير جي ٽاري ڦٽي نڪتي. دل جهلي چيم،”سنڌي سهاڳڻيون ٻہ ورن کان موڪلائڻ مهل، سنڌي مائرن وانگر چونديون آهن—“ جملو پورو ڪري نہ سگهيم.

”ڇا چونديون آهن؟“

”چونديون آهن: گهوڙن ۽ گهوٽن، جيئڻ ٿورا ڏينهڙا— ڪڏهن منجهہ ڪوٽن، ڪڏهن واهي رڻ جا.“

اُجهامندڙ اکيون کوليِ ڪجهہ دير تائين مون ڏانهن ڏسندي رهي. پوءِ نپل آواز ۾ چيائين، ”منهنجي هڪڙي ڳالهہ مڃيندين.“

هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏيم.

”رينجرس تنهنجي تلاش ۾ آهن.“ جهيڻي جهڇندڙ آواز ۾ چيائين، ”تون سرحد ٽپي هليو وڃ.“

”نہ نہ. هرگز نہ.“ مون ڪيس ياڪر ۾ ڀري پنل پنبڻيون سندس وڪريل وارن سان لڳائي ڇڏيون.

منهنجي ياڪر ۾ ٿي هئي جو ساهہ جو گهائل پکي پرڙا هڻڻ لڳس. اُجهاميل اکين ۾ زندگيءَ جو ساٿ و ساٿو سج وسامڻ لڳس. پوءِ ٻڏندڙ آواز ۾ لفظ لفظ ڪري جهونگاريائين، ”گهوڙن

۽ گهوٽن، جيئن ٽـورا ڏينهڙاـــ ڪڏهن منجهہ ڪوٽـن ، ڪڏهن واهي رڻ جا."

"زهره." منهنجي سڏ ستن آسمانن تـائين پهتو هوندو، پــر منهنجي زهره تائين نہ پهتو. اندر اڏ ٽي پيو. دل جي دنيا رت جي سمنڊ ۾ لڙهي ويئي.

رينجرس ۽ سرحدي فـوج جا گهوڙيسوار جبل جهاڳيندا آيا: رائيفلون ۽ اسٽين گن تاڻي، گهيرو ٺاهي، اسان ڏانهن وڌڻ لڳا.

تڏهن، مان زهره جو لاش ٻانهن ۾ کڻي اٿي بيٺس. ●

● امر جليل اٺين نومبر، اڻويهه سؤ ڇٽيهن ۾ روهڙيءَ ۾ ڄائو. پرائمري تعليم رتن تلاءَ اسڪول ڪراچي، ميٽرڪ اين-جي-وي هاءِ اسڪول ڪراچي، بي-اي گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهه، اقتصاديات ۾ ايم-اي ڪراچي يونيورسٽيءَ مان، تاريخ ۾ ايم-اي سنڌ يونيورسٽيءَ مان، ايجوڪيشنل ٽيڪنالاجيءَ ۾ گريجوئيٽ پروگرام فلوريڊا اسٽيٽ يونيورسٽي آمريڪا مان ڪيائين. تعليمي نشريات ۽ ٽيليويزن پروگرام پروڊڪشن جي سلسلي ۾ ٿائيلينڊ، آمريڪا، سري لنڪا، فرانس ۽ جپان جي سيمينارن ۽ ورڪشاپن ۾ شريڪ ٿيو آهي ● امر جليل اڻويهه سؤ سٺ کان لکي رهيو آهي. هن وقت تائين ڏيڍ-ٻه سؤ کن ڪهاڻيون ۽ پنجاهه کان مٿي ريڊيو، ٽيليويزن، ۽ اسٽيج لاءِ ڊراما لکي چڪو آهي. ان کان سواءِ، روزاني هلال پاڪستان ڪراچي، ۽ الفتح ڪراچيءَ لاءِ ڏيڍ هزار کن سياسي، سماجي، ۽ ادبي ڪالم لکيا اٿائين ● شاگرديءَ واري دور ۾ امر جليل ڪرڪيٽ جو بهترين رانديگر هوندو هو. هو پنهنجي اسڪول، ڪاليج، ۽ يونيورسٽي ڪرڪيٽ ٽيمن جو ڪپتان رهي چڪو آهي ● هيل تائين سندس هي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن: دل جي دنيا- جڏهن مان نه هوندس- تاريخ جو ڪفن- سندو منهنجي ساهه ۾- منهنجو ڏس آسمان کان پڇو- ٽيون وجود- رني ڪوٽ جو خزانو، ۽ ٻه پاڪيٽ بڪ: رڄ، ۽ هن چار ۾ ● امر جليل هن وقت علامه اقبال اوپن يونيورسٽي جي انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشنل ٽيڪنالاجيءَ جو ڊائريڪٽر آهي ●

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ٿي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڀِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بِين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي تي تہ هو وَسَ پٽانـدڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-
اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)